# فتح الفضل

شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رح

مترجم:

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي رح

# فتح الفضل

شيخ عبدالرحيم گرهوڙيؒ

مترجم

علامه غلام مصطفيٰ قاسميؒ

ناليج اڪيڊمي جو ڪتاب نمبر2

ڪتاب: فتح الفضل
مولف: شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رحہ
مترجم: غلام مصطفيٰ قاسمي رحہ
ڇاپو: پيو 2006ع پهريون 1988ع
تعاون: "لواري شريف ادبي ڪميٽي"
پبلشر: جاويد حارثي
ڇاپيندڙ: ناليج اداره حيدرآباد
محفوظ: سڀ حق واسطا ۽ تعاون
تعداد: هڪ هزار (1000)
پرائيز: انگ اکر ڏيڍ سؤ (150)

# فتح الفضل

المعروف

## ملفوظات

حضرت سلطان الاولياء
خواجه محمد زمان قدس سره'

عربي ۾ شارح:
حضرت شهيد شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رحه

۽

فارسي ۾:
حضرت خواجه گل محمد قدس سره'

مترجم:
علامه غلام مصطفيٰ قاسمي

لواري شريف ادبي ڪاميٽي - بدين

# فتح الفضل (۱)

المعروف ملفوظات

حضرت سلطان الاولياءَ خواجه محمد زمان

قدس سره،

عربي ۾ شارح

حضرت شهيد شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رحه

فارسي ۾

حضرت محبوب الصمّد خواجه گل محمد

قدس سره،

مترجم

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي رحه

تاليج اداره حيدرآباد

(۱) فتح الفضل پهريون ڇاپو 1988ع لواري شريف ادبي ڪميٽي

# ٻه اکر

ڪتاب مقدس فتح الفضل آهي. جنهن جي باري ۾ جيترو لکيو وڃي اوترو گهٽ آهي.

هت مختصر قلم جي حوالي سان ايترو ئي چونداسي ته اسان جي پهرين ڪتاب پلڪ پريان سان ”سوال جواب خواجه ابراهيم (رحه)“ جي ڪاميابي بعد هي سلسلوار ٻيو نمبر ڪتاب ،فتح الفضل، آهي.

مولا عزوجل جي فضل سان اسان هن ڪتاب ۾ ڪابه ترميم نه ڪئي آهي.

صرف اداري جي حوالي سان ضروري معلومات درج ڪئي آهي.

جيئن ته ،لواري شريف ادبي ڪميٽي، جي سهڪار سان هي ڪتاب ”فتح الفضل“ پهرين ڇاپي 1988ع تان، جيئن جو تيئن ڇاپي (هوبهو) اوهان سڀني جي هٿن ۾ آهي.

جوڳي پنهنجي جوءِ ويا، جُهڙ جن نيڻ جِهمن
سڏن ساميڙن جا، هينڙي منهنجي هُرن
سڄو موت مڱن، اتڪنا آرام لاءِ

(حضرت شهيد ڪرهوڙي رحه)

جيئن ته اسان جو اشاعتي سلسلو جاري آهي، وچ ۾ ڪجهه مجبوري سبب اهو سلسلو رڪجي ويو هو. هاڻ انهيءَ سلسلي جو پهريون ڪتاب "لواريءَ جا لال" لکيل ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي جو اصل ڇاپو شايع ڪرايو ويو آهي ۽ ٻيو هيءُ ڪتاب "فتح الفضل" شيخ عبدالرحيم گرهوڙي واري جو لکيل ڪتاب جو جناب علامه غلام مصطفيٰ قاسمي کان سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪرائي شايع ڪيو ويو آهي.

لواري شريف ادبي ڪاميٽي اهو به فيصلو ڪيو آهي ته جيڪي به ڪتاب موجود آهي تن جو سنڌي ۾ ترجمو ڪرائي شايع ڪرائيندا رهنداسين جيئن فيض عام جاري رهي.

لواري شريف ادبي ڪاميٽي
ضلع بدين

# مهاڳ

موجوده دور "ماديت" جو دور آهي. جنهن ۾ اسان ايترو ته محو ٿي ويا آهيون جو اسان جو توجه ٻئي رخ يعني 'روحانيت' طرف بلڪل گهٽجي ويو آهي جنهن ڪري هر طرف بي اطميناني ۽ قلبي سڪون جي ڪمي جي شڪايت عام ٿي پيئي آهي، ضرورت آهي ته اسان جسم سان گڏ 'روح' تي پڻ محنت ڪريون ۽ ان طرف متوجه ٿيون ڇو ته 'جسم' فاني آهي ۽ 'روح' باقي. جسم مٽي مان ٺهيو آهي ۽ هن کي هڪ ڏينهن مٽي ۾ ملي وڃڻو آهي ليڪن 'روح' امر ربي آهي الله جي دوستن هميشه اها ٻڌي ڪوشش ڪئي آهي ته هي انسان پنهنجي 'اصل' کي سڃاڻي، محنت ۽ ڪوشش، مجاهدا ۽ ڪشالا ڪڍي پنهنجي اصلي مقام 'اعلي عليين' تي پهچي، ۽ انهي منزل ۽ مقام کي ماڻڻ لاءِ ضروري آهي ته انهن پهتلن ۽ 'واصل بالله' بزرگن جي حالات، ارشادات ۽ هدايات جو مطالعو ڪريون انهن کي ساه وانگر سانڍي ان تي عمل پيرا ٿيون ته جيئن 'روح' کي تقويت ملي.

انهي خيال کي اڳتي آڻيندي 'جماعت لواري شريف' طرفان هڪ ڪتابي سلسلو ۱۹۷۲ع ڌاري شروع ڪيو ويو هو، جنهن جو مقصد هو ته "حضرات اقطاب، عظام

لواري جا حالات، سوانح عمريون، ارشادن ۽ هدايتن جا سيئي ڪتاب جيڪي فارسي ۽ عربي ۾ آهن تن کي سنڌي ۾ ترجمو ڪري شايع ڪرايا وڃن." انهي نيڪ ڪم جي ابتدا 'مقولات تصوف' جي شايع ڪرائڻ سان ڪئي ويئي هئي، ان کان پوءِ ٻيا به ڪيترائي ڪتاب جهڙوڪ: 'لواري جا لال'، 'آئينہ اوليا' ۽ اولياءِ لواري شريف وغيره، شايع ڪرايا ويا ليڪن پوءِ جي حالتن، حضرت قطب الاولياء خواجه گل حسن رحه جي وصال جي ڪري اهو سلسلو عارضي طور تي بند ٿي ويو ليڪن هاڻ وري هن ڪتاب "فتح الفضل في لذت الوصل" عربي جو سنڌي ترجمو قدر دانن اڳيان پيش ڪري رهيا آهيون هن ڪتاب ۾ لواري جي سونهاري سڄ جي سردار سلطان الاولياء حضرت خواجه محمدالزمان اول قدس سره جا اقوال مبارڪ سندس ڪامل مريد حضرت شهيد عبدالرحيم گرهوڙي جا گڏ ڪيل آهن هي ڪتاب، جماعت لواري شريف ۾ "ملفوظات لواري شريف" جي نالي سان مشهور آهي.

هنن مقولن جو تعداد '٤٣٦' آهي، انهن مان '٢٤٣' جو ترجمو ۽ شرح حضرت خواجه گل محمد قدس سره جن 'الوردالمحمدي' جي نالي سان ڪيو آهي. پاڻ جڏهين پڇاڙي واري مقولي "العارف بالله امايعرف بالعالم اويعرف العالم به" تي پهتا تہ سندس وصال مبارڪ ٿيو. (١٢١٨ھ — ١٨٠٣ع) باقي رهيل ٢٠٣ مقولن جو ترجمو ۽ شرح سندن خاص مريد سيد نور علي شاه لکيو. ۽ ان جو نالو "تڪملة الوردالمحمدي" رکيو ويو.

واضح رهي ته حضرت خواجه صاحب جا اهي مقولا اصل سنڌي زبان ۾ هئا پر حضرت شهيد رحه انهي کي عربي زبان ۾ آندو آهي. هن بهاني ته "ولاباس باختلاف اللسان في اتحاد البيان" زبان جي اختلاف ۾ ڪا حرڪت ڪانهي جڏهين ته بيان ساڳيون ئي آهي."

سنڌي ترجمي لاءِ اسان محترم علامه غلام مصطفي قاسمي صاحب ڊائريڪٽر شاه ولي الله اڪيڊمي جا ٿورائتا آهيون. باوجود انتهائي مصروفيتن جي ترجمي جي ذميداري قبول ڪري احسن ۽ افضل طريقي سان نباهيائون، جنهن لاءِ اسان سندس شڪر گذار آهيون.

آخر ۾ اميد ته اسان جي هي ڪوشش اڳي وانگر جماعت توڙي تصوف جي شائقن وٽ قبوليت حاصل ڪندي مفيد تجويزون ۽ رايا، صدق دلي سان قبول ڪبا.

۱۹۸۸-۱۲-۷ شڪريه

۲۵ ربيع الثاني ۱۴۰۹ھ احقر العباد

عبدالڪريم جان محمد ٽالپر

اسسٽنٽ پروفيسر، فيڊرل گورنمينٽ ڪاليج

صدر حيدرآباد.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

ڪجھ ورهيه ٿيا ته هارورڊ يونيورسٽي جو ڊاريڪٽر علمي دوري تي رهت حيدرآباد سنڌ ۾ آيو هو ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جو مهمان ٿي رهيو، ان جي ليڊي به سائنس ڪڍ هئي، هو جڏهن ته (مستشرق) مشرقي علمن ۽ ٻولين سان دلچسپي رکندڙ هو ان ڪري هتي جي مشهور علمي اداري "شاهه ولي الله اڪيڊميءَ" ۾ پڻ زيارت لاءِ آيو. اڪيڊمي جي ڪتب خاني ۽ علمي تصنيفات ڪي ڏسي اهو تاثر ڏنائين ته هن علمي اداري جي رسالي ماهنامه الرحيم اردو جي اسان جي يونيورسٽيءَ ۾ هي اهميت آهي جو ريسرچ ۽ تحقيق ۾ آتي جي شاگردن لاءِ ڪم اچي رهيو آهي. هن نديڙي جاءِ ۾ ايڏو وڏو ڪم ٿي رهيو آهي جو هوند ڪنهن يونيورسٽي ۾ هجي ڪپي. اُن وقت اُڏون شاهه ولي الله اڪيڊميءَ جو هن وقت وانگر ڊائريڪٽر هوس ۽ "الرحيم" منهنجي ادارت هيٺ نڪرندو هو. ڊاڪٽر موصوف عربي زبان صاف ڳالهائي رهيو هو. هن پير جهڙي جي علمي لائبرريءَ جي زيارت جو خيال ظاهر ڪيو.

سنڌ يونيورسٽي طرفان ڊاڪٽر صاحب جي هن مختصر

سفر جو اهتمام ڪيو ويو. ڊاڪٽر نبي بخش قاضي پارسي ڊپارٽمينٽ جي هيڊ ۽ هن احقر کي ان سان گڏ موڪليو ويو، جڏهن درگاهه شريف پير جهنڊو پهتاسين ته مولانا پير محدث محب الله شاهه صاحب سان ملاقات ٿي جنهن خوشيءَ سان ڪتب خاني ڏسڻ جي اجازت فرمائي ۽ پاڻ ناياب خطي ڪتاب ڊاڪٽر موصوف کي ڏيکاريندو رهيو. ڊاڪٽر صاحب سان هن سفر ۾ به سندس ليڊي سان هئي. پير صاحب جڏهن ڊاڪٽر موصوف کي مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي جو ڪتاب عربي ۾ فتح الفضل ڏيکاريو - ته موصوف ان جي مطالعي ۾ اهڙو محو ٿي ويو جو همه‌تن ٿي ان جو مطالعو ڪندو رهيو ۽ ڪڏهن ليڊي صاحبه کي به ان جي مطلب کان واقف ڪندو رهيو. مان جڏهن ته سنڌ يونيورسٽي ۾ اعليٰ تعليم ۽ تحقيق پي - ايچ - ڊي لاءِ گائيڊ هوس ان ڪري مون کي ۽ ڊاڪٽر قاضي صاحب کي فتح الفضل ڪتاب جي تعريف ڪندي فرمايو ته سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ جيڪڏهن ڪو عربي، پارسي جو مستعد شاگرد هجي ته اسان ان کي هارورڊ يونيورسٽي لاءِ اسڪالرشپ ڏيون ته هو اتي اچي فتح الفضل ڪتاب تي ريسرچ ڪري، اهو ٻڌي مون کي حيرت ٿي ته يورپ جا عالم ڪيڏا نه قدردان آهن. اسان وٽ اهي جواهر ۽ موتي موجود آهن پر رڳو الماڙين جي زينت آهن.

اڳتي هلي ڪيترن سالن کان پوءِ منهنجو پيارو

دوست پروفيسر عبدالڪريم ڏاهري سلطان الاولياء خواجه محمد زمان لواري وارن جي ملفوظات: فتح الفضل عربي جو ڏيل مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي ۽ ان جو پارسي ترجمو خواجه گل محمد صاحب لواري وارن جو ڪيل ڪتاب الورد المحمديه جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي ڪڍي مون وٽ آيو ۽ ان جي سنڌي ترجمي لاءِ استدعا ڪيائين. مون ڪي پير جهنڊي وارو اڳيون منظر آڏو اچي ويو ۽ وڏي خوشيءَ سان پنهنجي علمي مشغولين کي ٿورو پاسيرو رکي ترجمو شروع ڪري ڏنم ۽ گڏوگڏ سنڌ پرنٽنگ پريس جي مالڪ شيخ احمد ڪتاب ڇاپڻ به شروع ڪري ڏنو. جڏهن ڪتاب ۱۴۰ صفحا ڇپجي تيار ٿي ويو ته پروفيسر ڏاهري صاحب پنهنجي دنيوي ڌنڌن ۾ اهڙو ڦاسي ويو جو وري ڦيرو نه آيو ۽ ڪتاب اتي ئي رهجي ويو جنهن جو ڏاڍو ڏک آهي.

مون هن ڪتاب جو پيو نسخو پير جهنڊي کان به هٿ ڪيو هو پر تقدير جي آڏو تدبير ڪجهه به نه آهي. ٿورا مهينا ٿيا ته لواري شريف جو هڪ پيو پوڙهو خليفو محمد ابراهيم مڪاني اچي نڪتو جو نهايت نيڪ مرد ۽ پلو انسان هو، اهو پيهر ڪتاب جي تڪميل لاءِ محرڪ بڻيو ۽ رهيل پاڱي جي ڇپائي پنهنجي ذمي تي کنئين. هڪ هفتي اندر ڪتاب جو رهيل ٻيون پاڱو به ترجمو ڪري ورتم جو جلد ڇپجي به ويو ۽ هاڻي ڪتاب ۲۶۴ ڪرائون سائيز جي صفحن تي مشتمل

ڇپجي تيار ٿي ويو آهي. هن لاءِ شيخ احمد جي همت کي به آفرين آهي ۽ اهو خليفو صاحب جن ته بزرگن جي برڪت سان کو خدا جو موڪليل هـو، جنهن جي تحريڪ سان ڪتاب تيار ٿي ويو.

فتح الفضل عربي: اصل ۾ سلطان الاولياء خواجه محمد زمان اول جي برڪت ڀريل سنڌي ۾ ٻولن ۽ ملفوظات جو عربي ترجمو آهي جو سندن وڏي خليفي مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي شهيد جو ڪيل آهي. مخدوم صاحب جو مطلب هو ته خواجه صاحب جي سنڌي ۾ چيل علمي ۽ روحاني نڪتن کي عربي لباس پهرائي دنيا جي عالمن سان ان کي روشناس ڪرائجي. هن ۾ مخدوم گرهوڙي جن ڪتابن جا حوالا آندا آهن ان ۾ سندن علمي تبحر ۽ وڏي مطالعي جو پرو پئي ٿو.

عربي ٻوليءَ کان پارسي ٻولي جو سنڌ ۾ گهڻو رواج هو ۽ ماڻهو گهڻو ڪري پارسي پڙهندا هئا ۽ اهائي ملڪ ۾ دفتري ٻولي هئي ان ڪري سلطان الاولياء جي فرزندارجمند خواجه گل محمد صاحب لواري وارن فتح الفضل جو پارسي ۾ الوردالمحمدي نالي ترجمو ڪيو، منهنجو هي سنڌي ترجمو ٻنهي ڪتابن فتح الفضل ۽ الورد المحمدي جي مقاصد جو جامع آهي ۽ نج سنڌي ۾ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم\ان مان اوهان کي اهو يقين ٿيندو ته اسان جي سباجهي سنڌي ٻوليءَ ۾ اها صلاحيت آهي

تہ مشڪل ۽ اوکن علمي مسئلن کي بہ اُن ذريعي ادا ڪري سگهي ٿو.

غلام مصطفيٰ قاسمي

٢٧ نومبر ١٩٨٨ع

ربيع الثاني ١٤٠٩ھ

ڊائريڪٽر شاهہ ولي الله اڪيڊمي

چيئرمين سنڌي ادبي بورڊ

حيدرآباد سنڌ.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

سڀئي ساراهہ الله لاءِ ٿي آهي، جنهن اولياءُن جي دلين کي پنهنجي ظهور لاءِ آئينو بنايو آهي، ۽ درود، ﷺ ۽ سندس اولاد ۽ اصحابن رضہ تي هجي جيڪي ان جي فيض سان ڪامياب ٿيا.

حمد ۽ صلواة ڪانپوءِ: جڏهن ته مرشد آجل (گهڻو وڏي) اولياءُن جي اڳواڻ، چوٽ بزرگن جي امام، محققين جي سردار، مدققين جي برهان، متشابهات جي اسرارن جي واقف (قرآني) مقطعات جي رمزن جي عالم، اوتاد جي مرجع، ارشاد (روحاني) جي قطب، جنهن جو نالو ۽ لقب سگهو ئي ڪتاب ۾ ايندو. ان جو طريقو نقشبندي ۽ سندس چمڻ جي جاءِ لوازي آهي. (انهن) سلوڪ ۽ جذب جي حقيقتن تي سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪلام فرمايو هو ۽ ان کي حقائق ۽ معارف جي مالڪ، ولايت جي صاحب، شيخ عبدالرحيم عربي ٻوليءَ ۾ لکيو ۽ ان جو نالو "فتح الفضل" رکيو (ڪتاب تي اهو نالو هن ڪري رکيو جو الله جي فضل ئي کيس اها سمجهہ عطا ڪئي

هئي)، تڏهن مون گهريو ته ان جي فارسي ٻوليءَ ۾ شرح ڪيان ته جيئن ان جو سمجهڻ سولو ٿئي ۽ مون ان جو نالو: "وردالمحمدية" رکيو، ۽ الله طرفان سگهه ۽ هدايت آهي ۽ اهو مون لاءِ ڪافي آهي ۽ چڱو وڪيل (جنهن تي ڀروسو ڪيو وڃي) آهي(١).

خدا جي نالي سان واکاڻ ڪيان ٿو ۽ شروع ڪيان ٿو جيڪو بخشيندڙ ۽ بخشائيندڙ آهي. درود سندس دوست تي جو پيغمبر آهي، سخي آهي، ان جي آل سميت، جيڪا معنوي اولاد آهي(٢): ۽ سندس يارن تي جيڪي سڌي وات تي پهچندڙ آهن.

جو ڪي پنهنجي جوءِ وٺا، جهڙ جيءَ نيڻ جهجهن
سخن ساميڙن جا هيڙي منجهه هڙن
سچو موت مڱن، اڄ ڪنا آرام لئه

---

(١) منڍ کان هيستائين هي عربيءَ ۾ خطبو حضرت مترجم: خواجه گل محمد رحه طرفان لکيو ويو هو، مٿي ان جو ترجمو آهي، شروع ۾ مرشد آجل"، اوليائن جي اڳواڻ ۽ ٻين لقبن سان جنهن بزرگ کي ياد ڪيو ويو آهي، اهو سلطان الاولياء خواجه محمد زمان لواري وارا، خواجه گل محمد رحه جا والد بزرگوار آهن. غ-م-ق

(٢) آل جي معنيٰ ۾ هڪ حديث: "ڪل تقي و تقي فهو آلي" ٻڌائي ٿي ته هر پرهيزگار امتي کي چيو ويو آهي هن ۾ نسبي اولاد سان گڏ حسبي اولاد به اچيو وڃي ٿي.

مطلب ته قلندر پنهنجي اصلي وطن "عدم" ڏانهن هليا ويا. اڪيون ڇهڙ وانگر انهن جي ڦوڙائي ۾ گوڙها ڳاڙي رهيون آهن. قلندرن جا ٻول، دل ۾ هرن تا. سارو موت تا گهرن. آرام لاءِ اڏ ڪنا آهن. نوٽ: هن سنڌي بيت ۾ سامي ۽ هيرن جي تصغير ساميڙن ۽ هيڙي ڪي شعر جي ضرورت لاءِ آندو ويو آهي. هي بيت پير جي صفت ۾ آهي.

گر بودي جوهر وراء سخن
ز آسمان آمري بجاي سخن

هن بيت جو خلاصو هي آهي ته سخن ۽ ٻول ڪانسواءِ ڪا ٻي شيءِ بهتر هجي ها ته ٻول بجاءِ اها شيءِ آسمان هيٺ لهي اچي ها. مطلب ته سخن ۽ ٻول سڀني شين کان وڏيڪ پلو آهي. حديث ۾ آيو آهي ته مومن جو مصحف ان جو سينو آهي. مطلب ته جيڪي ان جي دل ۾ ايندو سو الله جي راضپي جو ڪارڻ آهي. اهو بيت فارسي ۽ حديث ٻئي پير جي ڪلام جي وصف ۽ واکاڻ ۾ آيل آهن.

الله جي حمد ڪانپوءِ هي سخن (جيڪو هن ڪتاب ۾ آئي ٿو) حق ۽ باطل جي وچ تي وڇوٽي ڪندڙ آهي جو وڏي مرشد کان پڌو ويو آهي. مگر جتي لفظ "قلت" (آءٌ چوان ٿو) آيو هجي جو اهو ڪتاب جي گڏ ڪندڙ (گروهڙي رحه) جو مقولو آهي.

جڏهن هن جاءِ تي هڪ سوال ٿو اٿي ته حضرت خواجه صاحب جن سنڌي زبان ۾ ڳالهه ٻولهه ڪئي پوءِ گروهڙي صاحب جو ان کي عربي ٻوليءَ ۾ لکڻ حضرت مرشد جي ڪلام کي بدلائڻ آهي. تڏهن ان جو جواب ڏئي ٿو ته اهڙي جاءِ تي ٻوليءَ کي ڦيرائڻ ۾ ڪو ڀؤ نه آهي جتي مقصد ساڳيو هجي. ڇو ته تحقيق جيڪي اڳين نبين سڳورن جي آسماني ڪتابن ۾ آهي اهو قرآن جي نص سان (جو اسانجي پيغمبر تي نازل ڪيو ويو آهي) خدا جو ڪلام آهي (توڙيڪ هر نبي تي ٻي ٻوليءَ ۾ آيو آهي). مسئلو ڪلام ايزدي آهي جو اهو پنهنجي فرعن ۾ جاري ٿئي ٿو. شاعر چيو آهي: بيشڪ ڪلام دل ۾ آهي ۽ زبان کي دل تي رکيو وات ڏيکاريندڙ بڻايو ويو آهي.

هر زمان گر شود لباس بدل

شخص صاحب لباس راچه خلل

مطلب ته هر زماني ۾ جيڪڏهن پوشاڪ بدلبي رهي ته ان مان پوشاڪ واري شخصيت کي ڪهڙو نقصان؟

(عربي ۽ فارسيءَ جي هنن ٻن بيتن ۾ به انهيءَ سوال جي جواب ڏانهن اشارو آهي ته سنڌي زبان کي عربيءَ زبان ۾ ڇو لکيائين)، تڏهن هر شيءِ جي حقيقت ذات کري ان جي صورت جو غير آهي، توڙيڪ اها عقلي صورت ڇو نه هجي. جيئن جلال (جو هڪ شخص

جو نالو آهي)، پنهنجي ڪتاب نالي زورا ۾ ڪوابي
لکيو آهي(١).

باقي حضرت مجدد احمد وٽ وجود ڪري به اعيا
صورت، حقيقت جو غير آهي. (مطلب ته حقيقت جيئن
پنهنجي ذات ۽ اصل ڪري صورت کان جدا شيءِ آهي
تيئن وجود ڪري به ٻئي حضرت محبوب رباني مجدد
الف ثاني وٽ هڪ ٻئي جي متبائن ۽ جدا آهن. جلال
وٽ ٻئي پاڻ ۾ هڪ آهن).

باقي حضرت مجدد احمد وٽ وجود ڪري به اعيا
صورت، حقيقت جو غير آهي. (مطلب ته حقيقت جيئن
پنهنجي ذات ۽ اصل ڪري صورت کان جدا شيءِ آهي

---

(١) زورا اصل ۾ دجله درياءَ تي هڪ ڳوٺ جو
نالو آهي. محقق جلال الدين دراني، اتي رهيل هو جو
ڪيس سيدنا علي رضہ جي طرفان خواب ۾ حڪم ٿيو ته
الاهيات ۾ ڪتاب لک. هن اتي اهو ڪتاب تصنيف
ڪيو جنهن جو نالو زورا، ان ڳوٺ جي نالي تي رکيو،
ان متن جي هڪ مختصر شرح به مصنف پاڻ لکي.
ان جو مخطوطو مون مدينه منوره ۾ ڏٺو. ٻئي سنڌ جي
ڏهين صدي ءَ جي محقق عالم مخدوم نعمت الله سنڌي
زورا جي مفصل عربيءَ ۾ شرح لکي آهي، ان جو
قلمي نسخو منهنجي ذاتي لائبرريءَ ۾ موجود آهي، مون
ان تي عربيءَ ۾ مقدمو ۽ حواشي لکيا آهن. اميد ته
ڇاپي هيٺ اچي ويندو. غ-م-ق

تيئن وجود ڪري ٿو پيئي حضرت محبوب رباني مجدد الف ثاني وٽ هڪ پيئي جي متمائن ۽ جدا آهن. جلال وٽ پيئي پاڻ ۾ هڪ آهن). شيخ ابن عربيءَ وٽ حقيقت ذات ۽ وجود پنهيءَ ڪري صورت جو عين آهي. تنهن شيخ ابن عربي رحه وٽ وجود هڪ ئي آهي. (مطلب ته اهي پيئي محي الدين شيخ ابن عربيءَ وٽ هڪ آهن. جيئن اهو چئي ٿو:) قديم ۾ قديم، حادث (نئين) ۾ حادث (نئون) آهي، پاڻيءَ ۾ پاڻي، گلاب ۾ گلاب آهي اتي پنهنجي اصل ۾ ڪمال اطلاق (عموم) ڪري ڪو به تفاوت نه آهي (١) ۽ اها حقيقت (غوث ثقلاني) مجدد (الف ثاني عليه الرحمة) وٽ ڪلي مشڪڪ آهي (جو ته ان حقيقت ۾ قوت ۽ ضعف ڪري اختلاف آهن.

ڪلي مشڪڪ ان کي چوندا آهن جنهن جو ظهور فردن ۾ هڪ جهڙو نه هجي، پر ڪن ۾ قوي ۽ ڪن ۾ ڪمزور هجي. جيئن بهادري هر جوان ۾ موجود آهي پر شينهن ۾ ان جو ظهور قوي آهي ۽ لومڙ ۾ ان جو ظهور ضعيف آهي.

---

(١) هتي گروهڙيءَ صاحب جي عربي عبارت هن طرح آهي: لكمال اخلافه في ذاته جو ضمير صورت ڏانهن ورائيندي هن طرح لكن ثاه: پاران نهايت اطلاق حقيقت جي صورت جي ذات ۾. منهنجي نظر ۾ اهي پيئي ضمير وجود ڏانهن ورن ٿا. پوءِ عبارت جو مطلب ٿيندو ته وجود پنهنجي اصل ڪري مطلق آهي ۽ هڪ آهي. غ-ر-ق

ڪلام جو حاصل اهو نڪتو ته حقيقت ڪلي آهي
جو ڪامل انسان ۾ ان جو ظهور اياقت آهر قوي آهي
۽ ناقص انسان ۾ ضعيف آهي اهڙي طرح هر حيوان ۾
ان جي انداز آهر ان جو ظهور ٿيو آهي(١).

حضرت مجدد رحه جو اهو قول الله کي غير جي آميزش
کان پاڪ رکڻ ۽ ظاهر شريعت سان موافقت هجڻ ڪري
وڏيڪ ويجهو آهي. پوء تعينات الاه جي اسماء جا
پاڇولا آهن، انهن اسمن جا عين نه آهن. (الله ڏانهن
سير ڪان اگ طالب تي جيڪي پڌرو ٿئي تو ان کي
"تعين امڪاني" چوندا آهن ۽ جيڪي الله ڏانهن سير
ڪانپوء پڌرو ٿئي، ان کي وجودي سڏيندا آهن) پر مسمى
جا الله جي ذات آهي، جنهن جا جدا جدا نالا رکيا ويا
آهن. ان لاء ڪوبه پاڇو نه آهي.

انسان، اسم اعظم (سڀ کان وڏي نالي) جو پاڇو آهي
جو اهو الله جي لفظ جي حقيقت آهي. ان کي مسمي
(الله جي ذات) جو پاڇو نه سڏبو. تڏهن اسمن جون
حقيقتون سندن صورتن سميت اٿين آهن جيئن (عربيءَ ۾)
"عمرو" جي پ‍ڇاڙي واو هوندي آهي، جا رکبو لکڻ ۾
ايندي آهي ۽ پڙهڻ ۾ نه ايندي آهي. مطلب ته صورتون
"عمرو" جي واو وانگر بيڪار آهن، ۽ انهن حقيقتن کي
صورتن سان هن ڪانسواء بيو ڪوبه لاڳاپو نه آهي، جو
اهي صورتون حقيقت سان سڃاتيون وينديون آهن.

---

(١) اها ساري تحقيق خواجه گل محمد صاحب طرفان آهي.

جنهن مسمىٰ کي سڃاتو جو الله جي ذات آهي،
ان جي زبان، توحيد کي دليل سان سمجهڻ کان گنگي
ٿي وئي. توحيد ۾ شڪ آڻڻ هن ڪري ٿيندو آهي جو
دليل جنهن تي حڪم مدار هوندو آهي اهو معين نه
هوندو آهي. مطلب ته وحدانيت لاءِ دليل آڻڻ ۽ توحيد
۾ شڪ ڪرڻ ان ماڻهوءَ کي ٿيندو آهي، جيڪو مسمىٰ
(ذات) کي نه پهچندو آهي. باقي جيڪو ذات کي پهچي
ويندو آهي. ان جي دل ۾ وحدانيت جو اهو ويساهه ۽
يقين هوندو آهي، جو ان کي دليل جي گهرج ئي نه
هوندي آهي.

”ياد داشت“ نقشبندين جي ابتدا هوندي آهي.
ياد داشت چئبو آهي الله تعاليٰ جي ذات جو هردم حضور.
اها معنىٰ اهڙي آهي جو ڪڏهن دل وارن سالڪن کي
به خيال ۾ نه ايندي آهي. ان سان نقشبندين جي شروعات
ٿيندي آهي- (پر چاڻڻ گهرجي ته) اها معنىٰ ”ياد داشت“
جي ظاهري صورت آهي. ياد داشت جي حقيقت کي هٿ
ڪرڻ امڪاني مرتبن جي لتاڙڻ سان ٿيندو آهي. بلڪه
اها حقيقت تڏهن حاصل ٿيندي جڏهن ”ذات احديت“
وٽ پهچڻ ٿيندو. اهو مقام نهايت بلند آهي. سڀڪنهن
کي ان تي پهچ نه ٿيندي ۽ ان جي اپٽار هتي مناسب
نه آهي. هيءَ بيت ٻنهي مذهبن جو خلاصو آهي:

حقيقت تعين بهر عين او

مطلب ته حقيقت ۽ تعين ٻئي هڪ ٻئي جو عين آهن،
جيئن شيخ محي الدين ابن عربيءَ جو مذهب آهي.

حضرت مجدد رحہ کان ايئن منقول آهي تہ امڪاني ۽ وجوبي تعينات الله جي اسمن جا پاڇا آهن.

ڪلام جي حقيقت آهي ٻئي کي سمجهائڻ ۽ زبان ان لاءِ وسيلو آهي. اهو هڪ لکل سوال جو جواب آهي تہ حضرت سلطان المشائخ جا ٻول سنڌي ۾ هئا، انهن کي ڇو عربيءَ ۾ آندو ويو، سو هتي ٻڌايو ويو تہ ڳالهائڻ جو مطلب آهي، ٻئي کي ڄاڻائڻ ۽ زبان ان لاءِ وسيلو آهي، جو ان سان سمجهائبو آهي. تڏهن زبان جي اختلاف ڪري ڪلام مختلف نہ ٿيندو جيئن هتي (اصل ڪتاب ۾) سنڌي ٻولن کي عربيءَ ۾ لکيو ويو. جڏهن تہ زبان جو اختلاف ڪلام کي نہ ڦيرائيندو آهي، ان ڪري ڪتاب تلويح ۽ هدايہ ۾ آيو آهي تہ جڏهن مقصد گهڻن واٽن سان هٿ ايندو آهي. جيئن نقشبنديہ ۽ قادريہ طريقن مان مقصد آهي الله جي ذات. اهو مقصد جڏهن هٿ آيو پوءِ هڪ واٽ سان مقصد تائين پهچڻ کي واجب ڄاڻڻ بيڪار آهي. جيئن فرمائي ٿو. بيت:

نظر ما بمقصود، ني راه او
دل تشنه را آب، ني چاه او
حقيقت شناسا نجويد صور
و اگر بست صورت بمعنش نظر

## حضرت خواجہ صاحب رحہ جي ٻولن مان:

نوٽ: اصل عربي ڪتاب ۾ جتي به ”منها“ (انهن ڪان) جو لفظ آيل آهي. ان مان اهو ئي پير (خواجہ صاحب) جو ڪلام مراد آهي.

١- فرمايائون: الله کي ياد رکڻ لاءِ ڪنهن به شرط کي نه ڏسو. جيئن پاڪائي، پليتي، مهل يا ڪهل. مطلب ته هر وقت ۽ هر حالت ۾ الله جو ذڪر ڪرڻ گهرجي. ذڪر ڪانسواءِ ڪنهن ٻي شئي کي اصلي طرح واجب، خيال نه ڪريو. تڏهن پاڻ‌ٺهار ڪانسواءِ ٻيو ڪو مقصود نه آهي ۽ فرمانبردار ذڪر ڪندڙ ئي آهي جيڪو خدا جي امر ۽ نهي کي بنا ڪنهن حجاب جي سمجهي اطاعت ڪري ٿو. توڙيڪ ذڪر ڪندڙ جي نماز ۽ روزو گهٽ ڇونه هجي. جيڪو ذڪر نه ٿو ڪري اهو ويسلو آهي توڙيڪ ان جي نماز ۽ روزو ڏسڻ ۾ گهڻو ڇو نه هجي. خدا جي طلب ۾ ڪو افسانو نه آهي جنهن کي طلبيندڙ ني بيان ڪيو وڃي. رڳو الله پاڪ کي هن طرح ياد ڪرڻ ضروري آهي ته تحقيق اهو بنا ڪنهن غرض ۽ ڪيفيت جي موجود ۽ حاضر آهي(١). تڏهن ڏٺيءَ

---

(١) عربي عبارت ۾ ”بانه موجود بلا غرض و ڪيف“ آيل آهي. ان ڪري خواجہ گل محمد صاحب رحہ جن،

جي طلب مان دنيا يا بهشت جي سڌ نه رکڻ گهرجي.

قلت (آءٌ چوان ٿو): هي ۽ معارف ۽ حقائق جي واقف شيخ عبدالرحيم (گرهوڙيءَ) جي گفتار آهي ۽ گروهڙي بزرگ هن ڪتاب ۾ جتي به اهو لفظ ”قلت“ آندو آهي، ان مان مراد ۽ مطلب پنهنجو ڪلام رکيو اٿن.

”هي“ ”منها“ لفظ هيٺ جيڪا اڳ حضرت پير رحه جي گفتار گذري ان مان سندن مراد ۽ مطلب اهو آهي ته ڪچن ماڻهن جي افسانن کان پاسو ڪرڻ گهرجي، جيڪي ظاهرين ماڻهن منجهان آهن ۽ قرآن، حديث جي علمن جا ماهر نه آهن. يا وري باطن وارن مان آهن. پر فنا، بقا، جذبي ۽ سلوڪ کي اڃا نه پهتا آهن. انهن کان پاسو ڪرڻ هن ڪري آهي ته دين ۾ آساني آهي.

٦- فرمايائون:

بيت: منم موجود اي طالب ڪجائي
چرا در حضرت ما مي نيائي

آءٌ موجود آهيان اي طالب تون ڪٿي آهين، تون اسان جي درگاهه ۾ ڇو نه ٿو اچين!

ڪتاب زبور ۾ هن بيت جهڙو مضمون هن طرح موجود آهي:

---

غرض جو غرض سان ترجمو ڪري مٿيون مطلب ڪڍيو آهي. منهنجي نظر ۾ اهو لفظ ”عرض“ آهي جو لکڻ ۾ ”غرض“ ٿي ويو آهي. اهو عام جملو عالمن ۾ ڳالهايو ويندو آهي ته خدا ڪيفيت ۽ بين عرضن رنگ بوو غيره. کان پاڪ آهي.

انا الموجود فا طلبني تجدني
فان تطلب سوائي لم تجدني

الله‌تعالیٰ فرمائي ٿو ته آءٌ موجود آهيان پوءِ مونکي
ڳولهه ته اي طالب تون مونکي لهين پوءِ جيڪڏهن تون
منهنجي غير جي طلب ڪندين ته تون مونکي نه لهندين!

هنن بيتن جو اهو مطلب آهي ته غير خدا جي طلب
نه ڪجي توڙي اهو بهشت ڇو نه هجي. جيئن حديث
۾ آيو آهي ته دنيا جو طالب ڪتو آهي، آخرت کي
طلبيندڙ عورت آهي ۽ موليٰ جو طالب مرد آهي (١).

**قلت:** جنهن غير خدا جي طلب ۽ توجه ۾ پنهنجي
نفس کي گم ڪيو تنهن پنهنجي پالڻهار کي گم ڪيو، پر
جيڪو ائين نه آهي يعني غير خدا جي طلب ۾ اهو گم
نه ٿيو آهي ته اهو الله‌تعالیٰ کان غافل ۽ وسارو نه آهي.
اهو ڇوته پول جنهن کي پڌرو ڪرڻ ممڪن آهي. هي
آهي ته اصل مقصد ۽ مراد "محبت" آهي. جيترو
محبت کي مقيد ڪندو اوترو حجاب ۽ پردا اڏو ايندا.
ان ڪري اي طالب تون ڪنهن مُعَيَّن محبوب کانسواءِ
عاشق هج! جيئن مولوي رومي رحه چئي ٿو:-

---

(١) هيءَ صوفين سڳورن وٽ حديث ليکي وينڊي
آهيءَ پر اصل ۾ بزرگن جو مقولو آهي، ڪنهن به صحيح
حديث جي ڪتاب ۾ نه آيل آهي. ٿي سگهي ٿو ته
هتي حديث کان مراد اهل دل جي حديث ۽ ڳالهه هجي.

حب تـا مطلق نبا شـد قيد تست
چون شود مطلق دو عالم صيد تست

مطلب تہ جيستائين محبت مطلق (عام) نہ هوندي تہ اها تو لاء قيد آهي. جڏهن اها محبت مطلق (عام) ٿيندي تہ ٻئي جهان تو لاء شڪار آهن.

هن جو ڪارڻ اهو آهي تہ جڏهن اللہ تعالىٰ جي ذات بي مثال ۽ ڪيفيت کان پاڪ آهي تڏهن ان جي محبت بہ ڪنهن شئي سان مقيد نہ بنائجي. تڏهن وڃي اها محبت بي مثال ذات سان لائق رهندي.

خدا تعالىٰ فرمايو: (ترجمو) اللہ تعالىٰ اوهان تي دين ۾ ڪا تڪليف نہ ڪئي آهي. پوء جنهن هيئن چيو آهي تنهن ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي تہ خدا تعالىٰ (گهٽي ظهور ڪري) غنيمت ۽ لٽ جو گهر آهي. (خواجہ گل محمد صاحب فرمائي ٿو تہ) اهو شيخ دوپيازه جو قول آهي.

٣. فرمايائون: جيڪا شئي خدا جي ياد ۽ ذڪر کي نہ ٿي وڌائي تہ اها اهل تحقيق وٽ چڏيل آهي. ڪنهن بہ ڪتاب جو مطالعو رکو هن ڪري ڪبو وڃي، جو ان سان خدا جي ياد بابت رڪاوٽ ۽ خدشي کي دور ڪري سگهجي جو اها ان کانسواء دور ٿي نہ سگهي.

٤. فرمايائون: پوئين پساه مهل جو مرڻ جي گهڙي آهي، ڪو بہ علم ڪم نہ ڏيندو آهي، سواء ذڪر ۽ اللہ وٽ حضور جي ملاڪي ۽ وصف جي.

قلت: آئون (گرهوڙي صاحب) چوان ٿو ته ذڪر جي ملڪي جي معني اها آهي جنهن ڏانهن شيخ سعدي رحه پنهنجي ديوان ۾ اشارو ڪيو آهي:

سعدي مبر انديشه ڪه درڪام نهنگان

اي سعدي تون ڪڏهن واڳن جي وات ۾ هجڻ ته به نه ڊڄ. مطلب ته تون ڪڏهن ظاهري ۽ باطني بلائن ۾ هجين ته به نه ڊڄ. دوست ڏانهن ڌيان نه ڏيڻ ۽ ان کي ياد نه ڪرڻ بلائن سمان آهي. جڏهن الله جو حضور هٿ آهي ته پنهي جهانن جون سڀ مرادون حاصل آهن.

د. فرمايائون: جيڪو ماڻهو اسان (اوليائن جي جماعت) سان دل جي انڪار سان جهڳڙو ڪندو اهو الله وٽ پهچڻ جي وات نه لهندو الله جي راهه اهو لهندو جيڪو اسان (اوليائن) جي الله پاڪ جي توهه ۽ طلب ۾ پيروي ڪندو ۽ اهوئي وات لهندو.

قلت: آءُ (گرهوڙي صاحب) چوان ٿو ته مڪتوبات ۾ آهي ته وقت بيوقت يعني هر وقت الله جو ذڪر ڪرڻ گهرجي ۽ واجب آهي ته الله کي ياد ڪرڻ ڪانسواءِ بي مشغولي نه رکجي. تڏهن مقصود رکيو الله آهي. جيڪو فرمانبردار آهي (جو خدا پاڪ جي امر ۽ نهيءَ کي بنا ڪنهن حجاب ۽ پردي جي سمجهي فرمانبرداري ڪري ٿو اهوئي خدا کي ياد ڪندڙ آهي، توڙيڪ ان جي نماز ۽ روزو ٿورو ڇو نه هجي، ۽ ان ڪانسواءِ ٻيو غافل ۽ ويساو آهي، پوءِ ڪڏهن ان جون نمازون ۽ روزا گهڻا ڇو نه هجن).

٦. **فرمايائون:** خدا جي طلب ۾ ڪو افسانو نہ آهي، جنهن ڪي هو ان جي طلب تي پڙهي، ضروري رڳو خدا کي ياد ڪرڻ آهي، هن طرح سان تہ هو ڪنهن غرض ۽ ڪيفيت ڪانسواءِ موجود آهي ان جي توهہ ۽ طلب ۾ دنيا جي يا بهشت جي سڌ نہ هجڻ گهرجي.

**قلت:** آءٌ (گرهوڙي صاحب) چوان ٿو تہ حضرت (سلطان الاولياء) قدس سره جي ان مقولي ۽ گفتار جو اهو مطلب آهي تہ جيڪي ماڻهو ظاهربين آهن ۽ قرآن ۽ حديث ۾ ماهر نہ آهن انهن جي افسانن کان منهن موڙڻ گهرجي. اهڙي طرح باطن وارا جيڪي فنا، بقا، جذبي ۽ سلوڪ کي نہ ڀهتا آهن، انهن جي ڳالهين تي بہ ڌيان نہ ڏجي، چو تہ دين آسان آهي. خدا وانگر ڪابہ شئي سڪندر جي سفير تي وڃڻ ڏهڙي نہ آهي. هن عبارت ۾ اهو اشارو آهي تہ خدا پاڪ جو ظهور هر ڪامل انسان جي دل تي هن قدسي حديث پٽاندڙ ٿيندو آهي: الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ مونکي منهنجي زمين ۽ منهنجو آسمان سمائي نہ ٿو سگهي، پر منهنجي مومن ٻانهي جي دل مونکي سمائي سگهي ٿي، سڪندر وانگر، جو اهو سفير واري پوشاڪ پائي نوشابہ وٽ ويو هو.

٧. **فرمايائون:** ڦرهي تي اڪيل نقش دل جي ڳالهہ کي پڌرو ٿو ڪري ۽ اهو مشهور آهي تہ ظاهر اندر جون عنوان هوندو آهي ۽ رب اهو ئي اسلام (ويساهہ ڪرڻ) آهي ۽ ڪفر ۽ اسلام کي ڇاڻڻ رڳو نفس ۽ رب کي ڇاڻڻ آهي.

**قلت:** ڪشف ڪتاب ۾ آيو آهي تہ ڪفر جي معنيٰ آهي حق کي غير حق سان ڏکڻ پوءِ اهو حق جو غير، عمل صالح (چڱو عمل) چو نہ هجي. خواجہ گل محمد صاحب فرمائي ٿو تہ حق کي ڏڪيندڙ عمل صالح جي اپتار لکڻ ۾ نہ ٿي اچي سگهي ان ڪري ان جي ويچار نہ ڪرڻ بهتر آهي.

٨- **فرمايائون:** توحيد هڪ جو نالو آهي تہ "غير" تنهنجي چاڻ ڪان نڪري وڃي. تڏهن تحقيق اها آهي تہ ڪفر ۽ توحيد مان ڪنهن هڪ جي چاڻ ڪري ٻئي ڪان محروم نہ رهي. مطلب تہ طريقت وارن اسلام ۽ طريقت جي ڪفر ٻنهي ۽ جي چاڻ رکجي. جيئن فرمائي ٿو:

**بيت:** آب مي نوشيم ما از چشمہا
موج دريا هر دو مي بينيم ما

مطلب تہ اسين چشمن جو پاڻي پيئندا رهون ٿا، اهي چشما آهن اسلام ۽ طريقت واري ڪفر جا، اسين فيض ۽ هدايت وارو پاڻي پيئندا رهون ٿا ۽ اسلام جو درياءَ ۽ ڪفر واري موج جهڪا ان کي ڏڪيندڙ آهي تن کي ڏسندا رهون ٿا. پوءِ سيڪجهہ، اسلام ۽ طريقت وارو ڪفر خدا ڪان آهي، خدا سان آهي ۽ خدا ڏانهن آهي.

٩- **فرمايائون:** اي طالب! تون پاڻ کي الله جي قدرت وارن هٿن جي آڏو اڇلائڻ کي پاڻ تي لازم ڪر. مطلب تہ پنهنجي اختيار کي ڇڏي خدا جي رضا کي اختيار ڪر! ۽ جيڪي خدا تعاليٰ ڪري ان تي راضي ٿيءُ.

بيت: و كانت امري الى الحبيب كلها
فان شاء احياني وان شاء آتلفا

مون پنهنجي سڀني ڪمن کي (حقيقي) دوست جي حوالي ڪيو آهي (جا الله جي ذات آهي) پوءِ جيڪڏهن خدا مون کي جيئرو ڪرڻ گهري (ته اهائي مراد آهي) ۽ جي تلف ڪرڻ گهري ته سندس مرضي.

هواي له فرض تعطف ام جفا
و مشربه عذب تڪدر ام صفا

منهنجي دوستي خدا لاءِ فرض آهي، توڙي اهو مهرباني ڪري ڏک ڏاڪڙا پهچائي ۽ سندس (فيض جو) پيئڻ مٺو آهي توڙي اهو ميرو هجي يا صاف هجي.

١٠- فرمايائون: اسان پنهنجي تدبير کي ڇڏي رکيو تقدير ايزديءَ تي هلون ٿا، ڇو ته اهي ٻئي تقدير ۽ تدبير بهشت ۽ دوزخ آهن. مطلب ته تقدير بهشت آهي ۽ تدبير دوزخ.

اٿو پهر آراهه جي مٿي گهر گهاري
وس نه ويچاري ته ڪا مال ڏيئي مڪڙي.

مطلب ته طالب گرميءَ جا اٺئي پهر تقدير تي گهاري ڇو. تقدير واري هير سندس هٿ ۾ نه آهي جو پنهنجي (مطلب جي) ٻيڙيءَ کي منزل مقصود تي پهچائي.

قلت: آءٌ (گرهوڙي صاحب) چوان ٿو ته هن ٻول "القول الفصل" (جدائي ڪندڙ) جو نالو فتح الانعام رکيو

وڃي پيئي، ته اهو الله جي مهربانيءَ ۽ عنايت کانسواءِ ڪٿ اچي نه ٿو سگهي. حافظ چيو آهي:

بـرو زاهدا خـورده بـرما مگير
که ڪـار خدائي نه ڪاربست خرد

اي زاهد هليو وڃ اسان تي عيب نه وٺ ڇو ته اهو پنهنجو ڪم نه آهي پر خدا جو ڪم آهي. هن جو مطلب آهي ته اسين خدا پاڪ جي خواهش تي هلون ٿا، زاهد وانگر پنهنجي خواهش تي نٿا هلون.

هن مسڪين جو به هڪ بيت آهي، جيڪو مٿين بيت لاءِ دليل آهي:

بنده باتـدبير را بيرون زدنيا راه نيست
سوزن هستي حجاب است جز مجرد شاه نيست

مطلب ته تدبير تي هلندڙ ٻانهي کي دنيا کان ٻاهر واٽ نه آهي. هستي واري سئي هڪ حجاب آهي، ان کان جڏهن ٻاهر ايندو ته پوءِ اهو بادشاه آهي.

صائب، ديوان صائب ۾ چئي ٿو:

قـدم ز دائـرهٔ اختيار بيرون نـه
که سود پرور جهان زين سفر تواني يافت

مطلب ته اختيار جي دائري کان پير ٻاهر رک! ڇو ته تون هن سفر کان، ٻنهي جهانن جو نفعو لهندين!
عارف احمد بن عطاء شاذليءَ هن بابت هڪ ڪتاب لکيو آهي جنهن جو نالو التنوير في اسقاط التدبير آهي.

۱۱- فرمائيائون: حرص ۽ هوا جا صاحب جيڪي
اهل دنيا (دنيا جا طالب) آهن ۽ فنا وارا جيڪي حق جا
طالب آهن ٻنهي ۾ هن ڪانسواءِ ٻيو ڪو فرق نه آهي ته
پنهنجي مراد ۽ مطلب تي راضي رهڻ جو اهو عام ماڻهن جو
نصيب آهي ۽ خدا جي مراد تي راضي هجڻ، جو خاص
ماڻهن جو نصيب آهي. ٻيو ته جنهن پنهنجي خواهش کي
ڇڏيو ۽ جيڪي ان لاءِ رب حڪيم ۽ ڪريم (مهربان)
مقدر ڪيو ان تي راضي رهيو ته ان جو سلوڪ ۽ نيڪي
انتها تي پهتا، تڏهن غرض (سڌ) کي ڇڏڻ سيني
غرضن (سڌن) کي سميٽڻ ۽ گڏ ڪرڻ آهي. نفس جو
غرض رکيو ان جي سڌ ۽ خواهش آهي. هن معنيٰ ۾ خدا
جي عبادت ۽ تڪليف رکيو ناهي آهي پنهنجي غرض ۽
خواهش کي ڇڏڻ. جڏهن تو پنهنجي نفس (تن) کي
ڇڏيو (۽ تون ائين ٿي وئين جيئن ميت غسل ڏيندڙ
جي هٿ ۾ هوندو آهي) ته ٻيو خدا ڪانسواءِ ٻي ڪا
حاجت ۽ گهرج نه آهي.

قلت: آءٌ (گرهوڙي) تو چوان ته محصول الاصول
ڪتاب ۾ آهي ته فساد ۽ صلاح جي ايرڻ جي جاءِ مڪلف
انسان جو اختيار ئي آهي. (مطلب ته سڀ ڪم جيتوڻيڪ
تقدير ڪري آهن پر سڀ ڪنهن چڱائي ۽ بڇڙائي جو
ظهور ماڻهوءَ جي هٿان ٿئي ٿو. جيئن فرمائي ٿو ته تحقيق اها
الله جي عادت آهي ته هو ڪنهن به شئي کي ان ماڻهو
جي اختيار موافق پيدا ڪندو آهي، جنهن لاءِ اها شئي

پيدا ڪئي ويندي آهي. جيئن سڀني جو پيدا ڪندڙ ته اهو ئي خدا آهي. پر ظاهري طرح ماءُ، پيءُ جي ميلاپ ڪانسواءِ ٻار ڪي پيدا نه ڪندو آهي. هتي محصول الاصول جو ڪلام پورو ٿيو.

حديث نبويءَ ۾ آهي: ”لڪل امري ما نوي“ (١)
هرهڪ ماڻهوءَ لاءِ اهو ئي آهي، جنهن جي هن نيت ڪئي آهي.

تڏهن مصلحت ان ۾ آهي ته ٻنهيءَ اختيارن پنهنجي ۽ ٻئي جي پسند کان پري رهي ٻنهيءَ جهانن جي خلقڻهار جي اختيار ۽ پسند تي پاڻ کي راضي رکجي ۽ اهو قضا تي راضپو ئي الله جي عين ذات جي طلب ۽ توهه واري مراد کي ماڻڻ آهي.

١٣- فرمايائون: ڪيترا وڏا عالم، شارح ۽ مفسر آهن، جن علمي نقطي کي ڪجهه به نه ڄاتو آهي اهو نقطو آهي خدا جي وحدانيت. تڏهن اهڙي فرقي تي ناجي جماعت جو لقب ڪيئن ٿو سچو اچي سگهي. مولوي رومي فرمائي ٿو:

از خليل آموز اين راه پسر
کو شده بيزار اول از پدر
تا نخواني لا و الا الله را
در نيابي منهج اين راه را

---

(١) هيءَ صحيح بخاري جي حديث جو هڪ ڀاڱو آهي.

اي پٽ حضرت ابراهيم خليل کان (هن وحدت جي) ڏات کي سڪ جو اهو ڀريون پنهنجي پيءُ کان بيزار ٿيو.

جيستائين تون غيرالله جو انڪار نه ڪندين تيستائين هن طلب جي واٽ کي نه لهندين.

معني لا اله الا هو اينست اي پناه
که نمايد مه ترا ويک سياه

اي خدا جي پناه گهرندڙ، ڪلمه طيبه لا اله الا الله جي معنيٰ هيءَ آهي ته توکي خدا جي پيٽ ۾ چنڊ (جيڪو مخلوقات کان گهڻو حسين ۽ سهڻو آهي) ڪارو نظر اچي.

۱۳- فرمايائون: انسان جي جهڙي لطيفي سان مناسبت آهي ان جي ڄاڻ ضروري آهي ۽ هيءَ اهو لطيفو آهي، جنهن جو فيض انسان ۾ وڌي ڄاڻ ۾ علم جو واڌارو ڪندو آهي.

قلت: آءُ (گرهوڙي صاحب) چوان ٿو ته (سلوڪ جي) طالب کي گهرجي ته هو طريقت ۾ شغل رکي ۽ ان ۾ بحث نه ڪري ته سندس ڪهڙي لطيفي سان وڌيڪ مناسبت آهي. ڇو ته حضرت مجدد رحه جي مڪتوبات ۾ آهي ته ”تون گدرو کاءُ تنهنجو ان جي واڙيءَ سان ڪهڙو واسطو. مطلب ته طلب ۾ ڪوشش ڪجي ۽ لطيفي کي سڃاڻڻ جي ڪا ضرورت نه آهي.

امام غزاليءَ جي ڪتاب احياءالعلوم ۾ آهي ته عارف جي وات آهي- سائي پاڇيءَ کي ڪاٺ ۽ زمين جي سول کان پاسو ڪرڻ. مطلب ته سلوڪ جو ثمر ۽ ميوو هٿ ڪجي ۽ لطيفي جي ڄاڻ جي ڪيس ضرورت نه آهي. عالم ان جي ابتڙ آهي ڇو ته هو خدا جي ڏسڻ بابت اهو بحث ڪندو آهي ته اهو ڏسڻ دل سان آهي يا اکين سان. خواجه گل محمد صاحب فرمائن ٿا ته هن جملي جون ٻه معنائون ٿي سگهن ٿيون. هڪ اها ته سالڪ ڪو پڇا ڳاڇا نه ڪرڻ عالم ربانيءَ جي ابتڙ آهي، جو هو تفصيل سان بحث ڪندو ۽ ڄاڻندو آهي ته خدا جو ديدار دل سان ٿيندو، يا هنن اکين سان. ٻي معنيٰ اها آهي ته ظاهري عالم، سالڪ جي ابتڙ هوندو آهي، اهو خدا وٽ پهچڻ واري وات کي ڇڏي رکو هن جهڳڙي ۾ مشغول ٿي ويندو آهي ته خدا پاڪ جو ديدار دل سان آهي يا اکين سان.

پوءِ ڄاڻڻ گهرجي ته هر لطيفو وڏي عزم وارن نبين مان ڪنهن نبي جو مقام هوندو آهي. اهي پنج مشهور انبياء آهن: حضرت آدم ع، حضرت ابراهيم ع، حضرت موسيٰ ع، حضرت عيسيٰ ع ۽ اسان جو پيغمبر عليه ؛ عليهم الصلواة و السلام، ان لطيفي جو نالو قلب (دل) رکيو ويو آهي.

خواجه گل محمد صاحب رحه هن جي شرح ۾ لکن ٿا ته اهو لطيفو جيڏانن جي سردار محمد ﷺ کان حضرت

علي ڪرم الله وجهہ کي مليو آهي ۽ حضرت امير ڪان تابعيت ۽ ورثي جي طور تي هن سلسلي جي مشائخ وٽ پهتو آهي ۽ اهو ذات جل شانہ جو ذڪر آهي، جو هن طرح آهي تہ الله جي نالي مان رڳو بيمثال ذات کي گهري ۽ ان سان ڪنهن بہ وصف جو لحاظ نہ ڪري تڪلف يا تڪلف کانسواءِ ذڪر ڪندو رهي، هن ۾ دل کي حرڪت ڏيڻ جو ڪوبہ شرط نہ آهي. هن حالت کي "يادڪرد" چوندا آهن ۽ "سفر در وطن" نالو ڏيندا آهن. جيڪڏهن الله پاڪ جي عنايت شامل حال رهي ۽ دوام سان اها صفت ان کي لازم ٿي وڃي جو هو تڪليف وٺي ان جي حضور کي دل کان دور ڪري تڏهن بہ دور نہ ٿئي تہ ان حالت کي "يادداشت" ۽ "خلوت در انجمن" چوندا آهن ۽ فنا قلبيءَ سان ان کي تعبير ڪندا آهن. سير الى الله (الله ڏانهن سير) هن لطيفي ۾ ٿيندو آهي ۽ هن لطيفي جو اڳ افعال الاهيءَ جي تجلين سان ڳنڍيو پيو آهي ۽ ان جو بقاء بہ ان سان ٿيندو آهي اتي سالڪ پاڻ کي عقل کان ٻاهر ڏيکاءِ ڏيندو آهي، ان کانپوءِ حق جي فعل سان باقي ٿيندو آهي ۽ هي لطيفو حضرت آدم جي ولايت آهي ۽ ان جو نور ڦڪي رنگ جو آهي ۽ هن لطيفي عالم امر جو آکيرو کٻي ٻُـڪي جي هيٺان آهي.

ٻيو لطيفو قلب آهي- اهو روح کان عبارت آهي ۽ اهو لطيفو حضرت نوح ۽ حضرت ابراهيم عليهما السلام

جي پير جي هيٺان آهي ۽ هن جو نور ڳاڙهو آهي ۽
هن جو آڪيرو سڄي پاسي جي هيٺان آهي ۽ هن جو اگهه
الله تعاليٰ جي صفات وارين تجلين جي ظهور سان مربوط
۽ ڳنڍيل آهي ۽ سالڪ جو بقاء ان سان آهي، هن فناء
۾ سالڪ پنهنجي بشري صفت کان فاني ٿي حق جي
صفت سان باقي ٿيندو آهي.

ٽيون مقام جيڪو "سِرّ" جي نالي سان مشهور
آهي سو موسيٰ عليه السلام جي پير جي هيٺان آهي ۽ هن
لطيفي جو آڪيرو سڄي ٻنهي جي مٿان آهي ۽ هن جو
نور اڇو آهي ۽ هن جو آس پاس خدا تعاليٰ جي صفتن ۽
اعتبارات ۽ ان سان باقي رهڻ سان ڳنڍيل آهي.

چوٿون مقام جنهن کي خفي سڏيو ويندو آهي،
تنهن جو نور ڪارو ۽ سندس آستان ۽ آڪيرو کٻي ٻنهي
جي مٿان آهي. هيءَ لطيفو عيسيٰ عليه السلام جي قدم
هيٺان آهي ۽ ان جي فنا صفات تنزيهيءَ جي تجلين تي
ٻڌل آهي ۽ ان سان باقي رهڻ.

پنجون نور آهي، جنهن کي اخفيٰ سڏجي ٿو. ان جو
بيان قدسي حديث ۾ آيو آهي: "و في الاخفيٰ انا" مطلب
ته اخفيٰ ۾ آءٌ آهيان. هن جي جاء وچ سينو آهي ۽
هن جو نور سائو آهي ۽ هيءَ لطيفو آنحضرت ﷺ
جي قدم هيٺان آهي ۽ هن لطيفي جي فناء الله جي ذاتي
تجلين تي ٻڌل آهي ۽ ان سان باقي رهڻ.

جڏهن گهرجي ته جڏهن اهي پنج لطيفا جيڪي

عالم خلق جي لطيفن جو بيان هن طرح آهي ته لطيفه نفسيءَ جي فنا اها آهي ته پنهنجي وجود کي بحس ميت وانگر ڄاڻي. لطيفه آبيءَ جو اهڃاڻ اهو آهي ته ان ۾ بي انداز پاڻي ۽ باغ نظر ايندا آهن. بادي لطيفي جو اهڃاڻ اهو آهي ته پاڻ کي پکيءَ وانگر هوا ۾ اڏامندڙ لهندو آهي. آتشي لطيفي جو اهڃاڻ اهو آهي ته سندس نظر ۾ ڏيا ۽ مشعلون اينديون آهن. خاڪي لطيفي جو اهڃاڻ اهو آهي ته پلڪار وانگر ڌرتي نظر ايندي آهي. ان طرح زمين تي ڪابه شئي هوندي آهي اها ڪانئس اوجهل نه رهندي آهي.

پوءِ ڄاڻڻ گهرجي ته جنهن ماڻهوءَ کي هڪ لطيفي مان گهڻو فيض ملندو آهي ته ان لطيفي سان ان جي مناسبت به گهڻي هوندي آهي، جيئن حضرت پير مرشد جي اخفيٰ لطيفه سان مناسبت ۽ لاڳاپو هو جيڪو آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي قدم هيٺان آهي، جيئن لقب ان جو سندن نالي جي موافق آهي، سمجهه ۾ اچي ٿو. ان جو بيان انشاءالله اڳتي ايندو. هن درويش جي مناسبت لطيفه سر سان آهي جو موسيٰ عليه السلام جي قدم جي هيٺان آهي. هي آهي بيان ”عالم امر“ ۽ ”عالم خلق“ جي لطيفن جو.

جيڪڏهن اهڙي لطيفي جي سڃاڻڻ مان، جنهن سان وڏي عزم وارن انبيائن سان مناسبت پيدا ٿيندي آهي اها مراد ۽ مطلب ونجي جو جنهن هند سندن دل، يا سندن پير، يا سندن مقام يا سندن ولايت يا سندن احديت

جو خالص نور آهي جو ڪين انهن انبيائن عليه السلام جي تابعيت ڪري ملي ٿو ته اهو مطلب به درست آهي. پر اهو معاش جي عقل کان پري رکندو آهي.

الله تعاليٰ فرمايو (ترجمو) اي پيغمبر چؤ ته هر هڪ پنهنجي نموني تي (جوان جو لطيفو هوندو آهي) عمل ڪندو آهي * (١) حديث ۾ آيو آهي: لکل امرء مانوي. (٢) هر شخص لاء اهوئي آهي جنهن جي هو نيت ڪري ٿو. دلين جي مرتبن جو تفاوت گهڻو ڪري (پنجن) لطيفن جي تفاوت ڪري ٿيندو آهي، جيئن مولوي جامي جي هن بيت ۾ آهي:-

نهي صد دسته ريحان پيش بلبل-
نخواهد خاطرش جز نکهت گل

جيڪڏهن تون سوين نازبوء جهڙا گل بلبل جي آڏو رکندين ته ان جي دل گلاب جي خوشبوء کانسواء بيو نه گهرندي.

مطلب ته اهو طالب جنهن جو فيض هڪ لطيفي کان آهي اهو ٻئي لطيفي تي اڪتفا ۽ صبر نه ڪندو "نبض عاشق جز بنام يار نايد در تپش" اهو مصرعو مولوي

---

(١) اها آيت هيء آهي! قُلْ كُلٌّ يَعْمَلُ عَلَىٰ شَاكِلَتِهِ آيت ٨٤ سورت الاسراء.
(٢) هي حديث صحيح بخاريء جي شروع واري ڏگهي حديث جو هڪ جملو آهي.

رومي ۽ جو آهي جنهن جو مطلب آهي ته عاشق جي حرارت ۾ ان جي نبض رڳو ڀار جو نالو تنواريندي. لطيفي جي لغت ۾ معنيٰ آهي ڇڱو. جيئن ڪتاب ڪشف اللغات ۾ آيو آهي.

۱۴. خواجه صاحب جن فرمايو: تاري لاءِ برج هوندا آهن ۽ نهايت يا اوڙڪ نالو آهي وري منڊ ڏانهن موٽي اچڻ ۽ تنهنجي جاءِ اها آهي جو صحو يا هوش جي حالت ۾ تولاءِ پڌري ٿئي. (هن فرمودي جو اهو مطلب آهي ته طالب لاءِ فنا، بقا، جذبه ۽ سلوڪ جهڙا مقام هوندا آهن. جذب ۽ سلوڪ کان پوءِ اصلي حالت صحو يا هوش ڏانهن موٽڻ جو نالو نهايت آهي.)

۱۵. پاڻ فرمايائون: مراقبي جو نمونو ٻلي ۽ کان سکڻ گهرجي جڏهن اها ڪئي جو ان جي ٻر تي انتظار ۽ اوسيڙو ڪندي آهي.

(چاڻڻ گهرجي ته مراقبي جو مطلب اهو آهي ته انسان پنهنجي ظاهري توڙي باطني حواسن کي مطلوب جي انتظار ۽ اوسيڙي ۾ لڳائي ڇڏيون. مراقبي جي ٻي معنيٰ به آئي آهي ته سالڪ اهو خيال ڪري ته الله تعاليٰ هميشه سندس ظاهر ۽ باطن جي سڌ رکندڙ آهي. حضرت خواجه نقشبند فرمايو آهي ته مراقبي مان ملڪ ۽ ملڪوت ۾ وزارت ۽ تصرف جي مرتبي تي پهچي سگهجي ٿو. دل جي روشني، باطن جو نور، دلين جي دوامي مقبوليت ۽ جمعيت مراقبي مان ملندي آهي.

**وڌيڪ فرمايائون:** تڏهن ڪبي پاسي ۾ رکيل دل مقصود لاءِ آکرو آهي ۽ اهو مقصود حقيقت جامع آهي آئون (گرهوڙي صاحب) چوان ٿو ته مراقبي جي انهيءَ طريقي ڏانهن (۱) ڪن وڏن مشائخن هن طرح اشارو ڪيو آهي: علي بيض قلبک ڪُنْ ڪانک طائر فمن ذالک الاحوال فيلک تو لّد مطلب ته تون (خدا ڪارڻ) پنهنجي دل جي آنـي تـي ايئن نگهبان هـج جـو ڇڻ تـون ان پکيءَ وانگر آهين جيڪو آنـي مان ٻچي جـي نڪرڻ جـو انتظار ڪندو آهي. پوءِ انهيءَ انتظار ۽ اوسيڙي ڪري تو ۾ مختلف حالتون ۽ احوال پيدا ٿيندا.

**سلطان الاولياء فرمايو:** جيڪڏهن تون ذات الاهيءَ جو نمونو ڏسڻ گهرين ته پوءِ ڄاڻ ته ذات اها آهي جيڪا عام ماڻهن وٽ ڪنهن معنيٰ جي صاحب وانگر نه هجي جيئن عارف جو بدن جـو ظاهري ۽ باطني غرض کان پاڪ هوندو آهي (اهو ذات جو نمونو آهي) ڇو ته ان عارف کي تون ظاهر ۾ پٿر وانگر ڪنهن به ڏيان جي لائق نه ڏسندو آهين ۽ اهو ظاهر ۾ بيفائدو ڏسڻ هن ڪري هوندو آهي جو ان شخص جون معنائون ۽ لطيفا

---

۱- اصل قلمي نسخي ۾ ڪُنْ "ڪان اڪ" و" بہ لکيل آهي، جا وزن ۽ مطلب ڪري ٺيڪ نه هئي ان ڪري ان کي ڪڍيو ويو آهي.

معنيٰ جي سمنڊ ۾ فنا ٿيل هوندا آهن. اهڙا معنيٰ چوڻ لڪڻ، جسم ۽ جوهر جي نالي کان پاڪ آهي.

گرهوڙي صاحب فرمائي ٿو ته پوءِ ڪوبه مقصود نه آهي سواءِ ان جي جنهن جو ظاهري عالم وارا قصد نه ڪندا آهن ۽ اهو مقصود آهي خدا جي غير کي نيست ۽ نابود ڄاڻڻ. مولوي رومي چيو آهي: تاز لالا ميگريزي وصل نيست. مطلب ته جيستائين تون خدا جي غير جي نفي ۽ کان پاسو ڪندين ته خدا جي وحدانيت کي پهچڻ هٿ نه ايندو.

فرمايائون: خلق جو عالم، امر جي عالم کان افضل آهي. ڇو ته پيدا ٿيڻ انهي ۽ عالم خلق ۾ آهي.
گرهوڙي صاحب چئي ٿو ته اهو هن ڪري جو نور هميشه اونداهي ۽ واري جاءِ تي پڌرو ٿيندو آهي. جيئن مولوي (رومي) فرمائي ٿو:

بيت جود محتاج گدايان چون گدا
بانگ مي آيد ڪه اي طالب ڪجا

مطلب ته جود ۽ سخا پينو ۽ وانگر پاڻ پينو فقير جي محتاج آهي. انهن اها صدا ٿي اچي ته اي طالب تون ڪٿي آهين.

سلطان الاولياء فرمايو: مرشد، مريد کي هڪ ناصحانه بيت يا آيت وانگر ڏيکاءِ ڏيندو آهي جي مريد ۾ سمجهه

هوندي ۽ اهو خدا جو طالب هوندو ته ان مان ڪبس اصل جي ڄاڻ ثيندي (۽ حق ڪي پهچي ويندو) ان جو مثال مولوي جامي رح جو هي بيت آهي:-

دلا تاڪي درين ڪاخ مجازي
ڪني مانند طفلان خاڪبازي
توئي آن دست پرور مرغ گستاخ
ڪه بودت آشيان بيرون ازين ڪاخ

مطلب ته اي دل تون هن مجازي ماڙي (دنيا) ۾ ڪيستائين ٻارن وانگر مٽيءَ جي راند ڪندو رهندين- تون ته اهو گستاخ هٿ جو پليل "عالم امر" جو پکي آهين جو تنهنجو آکيرو هن ماڙيءَ کان ٻاهر هو.

پوءِ تحقيق هنن بيتن جو پڙهڻ اصلي وطن لاءِ خبردار ڪري ٿو ۽ ان ڏانهن موٽڻ جي وات ۽ ان سان ماڻ ۽ ڌاريءَ وطن (دنيا) کي ڇڏڻ تي تيار ڪري ٿو.

آئون (گرهوڙي) رحه چوان ٿو ته غزالي چيو آهي ته جنهن ٿوري مان نفعو نه پرايو ته گهڻو ان کي رڳو گمراهي ۽ جهالت ۾ وڌائيندو.

خواجه صاحب فرمايو: جيڪي معنوي ڄاڻ رکندا آهن سي مثل ماڻهن جي ڳالهه ٻڌندا ۽ ڪين ڏسندا آهن تڏهن نبيءَ صلي الله عليه وسلم جو ڏسڻ جائز آهي ۽ ايئن ٻيو آهي. توڙيڪ اهو ڏسڻ مجاڳي ۾ چئو نه هجي تڏهن به جائز آهي ۽ عزت واري ناڻي جو وچ ۾ اچڻ

جو پيغمبر صلي الله عليه وسلم آهي ڪوڙ ڪي رڱي ٿو.
مطلب ته جتي نبيءَ جو نالو اچي وڃي اتي ڪوڙ جو
ڪو سوال ئي نه ٿو اٿي. پوءِ اهو ڪنهن به صورت ۾
ڇو نه هجي.
آئون (گرهوڙي) رحه چوان ٿو ته علي قاري مشڪوة (١)
جي شرح ۾ چيو آهي. صحيح قول اهو آهي ته مثل
ماڻهوءَ سان خطاب ڪري سگهجي ٿو ان ۾ ڪنهن
به صورت يا پيغمبر وغيره جو شرط نه آهي. هتي علي
قاريءَ جو ڪلام پورو ٿيو.

مرشد جي مرشد ان ڏانهن لکيو ته سندس ڏاڏي
مخدوم آدم ٺٽويءَ تي ان جو سلام پهچايو وڃي.
خواجه گل محمد صاحب هن عبارت هيٺان وضاحت
ڪندي لکن ٿا ته مثل ماڻهن سان خطاب ڪرڻ جي

(١) ڄاڻڻ گهرجي ته مشڪواة حديث جو ڪتاب آهي،
جنهن کي شيخ ولي الدين محمد بن عبدالله خطيب غلام حسين
بن مسعود بغويءَ جي ڪتاب مصابيح کي ترتيب ڏئي
لکيو آهي. ملا علي قاري ان جي عربيءَ ۾ شرح مرقات
نالي لکي آهي جا تازو پاڪستان ۾ به ڇپي آهي.
علي قاري بن سلطان محمد اصل ۾ هرات افغانستان جو
هو، اتان لڏي وڃي مڪي مڪرمه ۾ رهيو ڪيترا
ڪتاب لکيا اٿس- ان جي وفات ١٠١٤ هه ۾ ٿي- چيو
وڃي ٿو ته حڪيم اجمل خان جو خاندان انهيءَ بزرگ
جو اولاد آهي. ڏسو معجم المؤلفين ج ٧.

حواز ۾ پيو دليل اهو آهي ته اسان جي پير حاجي محمد صاحب رحه جيڪي اصلي ولايت جا صاحب ۽ الله پاڪ جي ڏنل اخلاقن سان سينگاريل هئا حضرت پير ڏانهن (جو هي ڪتاب انهن جي فرمودن جو مجموعو آهي) (خواجه محمد زمان سلطان الاولياء) هن مضمون جو خط لکيو ته حضرت پير، حاجي صاحب جا سلام مخدوم آدم جي قبر تي پهچائي. جن جي رهائش ننڍي شهر ۾ هئي. (پورو ٿيو ڪلام خواجه گل محمد صاحب جن جو.) حليه ۽ صورت کي خواب ۾ شرط نه ڪرڻ دل جي بيمار کي شفا ڏيندڙ آهي.

پيو ته (ميت جي) صورت جي موافقت کي شرط بنائڻ ۾ عالمن وٽ اختلاف آهي. محققن ان کي اختيار ڪيو آهي جنهن کي مرشد وڏي فرمايو آهي ته حليه ۽ صورت جي موافقت شرط نه آهي امام رباني ؒ جي مڪتوبات ۾ انهن ٻن قولن (شرط هجڻ يا نه هجڻ) مان ڪنهن کي به ترجيح نه ڏني وئي آهي.

**سلطان الاولياء فرمايو:** ڏٺيءَ جو طالب جيڪڏهن توڪل تي سگهه رکي ٿو ته پوءِ اهو ڪم ڪار نه ڪري ۽ جي اهڙي سگهه نه ٿو رکي ته پوءِ ڪيس ڪم ڪار ڪرڻ گهرجي. باقي توڪل جي سگهه نه هوندي ڪم نه ڪرڻ ۽ مخلوق تي بار پوڻ بيڪار آهي.

٢٢ **خواجه صاحب فرمايو:-** انسان اهوئي جسم آهي جنهن ڏانهن اشارو ڪيو ويندو آهي ۽ اهو ظاهر ڪري

ڏسڻ ۾ ايندو آهي. انسان جي حقيقت انسانيت آهي جا
هڪ معنيٰ آهي جيڪا انسان کان ٻن حرفن ڪري
وڌيڪ آهي. اهي ٻه حرف ي ۽ ت آهن جن جو ابجد
جي حساب سان عدد ٤١٠ آهي. مطلب ته جيئن انسانيت
کي، انسان تي ابجد جي حساب ڪري چار سئو، ڏهن
سان زيادتي آهي تيئن انسانيت جي حقيقت پڻ انسان
کان وڌيڪ آهي. (انسانيت ۽ انسان جي) حقيقتن جي
ڀيچا ڳاڇا رکو نڪي ماڻهو ڪري سگهي ٿو جيڪو
انهن انسان ۽ انسانيت جي حقيقتن کي سمجهي سگهي ٿو.

**٢٣- خواجه صاحب فرمايو:-** مريد جي خوف جو علاج
پنهنجي شيخ ۽ مرشد جي صورت کي دل ۾ حاضر ڪرڻ
آهي. پوءِ اهو خوف ڪنهن خطري ڪري هجي جيڪو
مريد جي دل ۾ آيو آهي يا ڪنهن ٻي صورت جو
ڊپ آهي.

خواجه گل محمد صاحب ان جي وضاحت ڪندي فرمائي
ٿو ته شيخ ۽ مرشد سان ڳانڍاپي جي واٽ اها آهي جو
پير جي صورت کي دل ۾ تصور ڪري، ڇو ته پير ۽
مرشد حق سبحانه جي درگاه ۾ پهچڻ جو هڪ واسطو
آهي. پوءِ مريد کي جيترو وڌيڪ پنهنجي پير سان مناسبت
هوندي اوترو ان جي باطن کان وڌيڪ فيض پرائيندو.
ان ڪري مريد کي کپي ته پهرياڻ پير ۾ فنا ٿي وڃي
ان کان پوءِ فنافي الله ۾ پهچي.

آءٌ (ڳڙهوڙي) رحه چوان ٿو ته حافظ فرمايو آهي:-

دران روزي که کس کس رانپرسد۔
من از پير مغان منت پذيرم

مطلب ته ان ڏينهن (جو قيامت جو ڏينهن آهي) ڪو به ماڻهو، ڪنهن ڪي نه پڇندو (ته ان جي مدد سان ڇٽي وڃي) آءٌ پنهنجي پير جي منت مڃيندس ته مون کي ڇڏائي.

٢٤۔سلطان الاولياء فرمايو: معراج جي رات سڀ کان پويون پردو انسانيت کان سواء پيو ڪجهه به نه هو. (جو ته ان جي احديت واري مرتبي ۾ جيتوڻيڪ "انسانيت" جي به گنجايش نه آهي پر اها ڏٺي تعاليٰ جي ذات کي وڏيڪ ويجهو آهي) خواجه گل محمد رح.

٢٥۔سلطان الاولياء فرمايو:۔ اهو نالو جيڪو گهربل ۽ مطلوب آهي، اسم ذاتي (الله جي ذات جو نالو) آهي. اسان ڪنهن به ماڻهوءَ کان ان نالي بابت ڪنجوسي نه ڪندا آهيون (مطلب ته خدا جي طالب جڏهن ته سڀني مکيه شين کان وڌيڪ مکيه آهي. ان ڪري هر هڪ ماڻهوءَ کي ان جي گهر تي الله جو ڏس ڏيون ٿا. (خواجه گل محمد رح) پر اسان جو وات ڏيکاري، ان جو قدر گهٽ آهي، ۽ علم جو نقطو رکيو اهو آهي (خدا جي طالب ۾ توهه رکڻ).

آءٌ (گرهوڙي) رح چوان ٿو ته الله تعاليٰ فرمايو (اهو فرمان، مرشد جي قول سان موافقت رکي ٿو. خواجه گل محمد): جڏهن الله کي اڪيلو سڃيو وڃي ٿو

ته اوهان ڪفر ٿا ڪريو ۽ جڏهن ان سان شرڪ ڪيو وڃي ٿو ته اوهان ايمان آڻيو ٿا. (١) ۽ پڻ خدا تعاليٰ فرمائي ٿو ته عبادت لاءِ رکيو هڪ الله تعاليٰ آهي ته اهي ان جي طلب ڪان وڏائي ڪن ٿا. "يستڪبرون" ۾ (٢) سين نحوين جي اصطلاح پٽاندر طلب ۽ گهر لاءِ آهي. مطلب ته وحدانيت جي ڪلمي کي گهٽ ڄاڻندو آهي ۽ هر هڪ وڏي علم جي طلب ڪندو آهي (مطلب ته وحدانيت کي ڇڏي وڃي ڪثرت ۾ ڪرندو آهي. خواجه گل محمد رحه)

٣٦- سلطان الاولياء فرمايو:- انسان جي دل ۾ جيڪو خيال ۽ خطرو پوندو آهي اهو ايمان کي نه روڪيندو آهي، پر اهو خطرو پاڻ ايمان جو ڪمال آهي.

آءٌ (گرهوڙي صاحب) رحه چوان ٿو ته مجدد الف ثاني جي مڪتوبات ۾ آيو آهي ته خراب خطرو متبدي ۽ متوسط نئين ۽ وچولي شاگرد لاءِ زهر هوندو آهي. باقي منتهي جيڪو سلوڪ جي نهايت کي پهتو آهي انکي خطرو نقصان نه پهچائيندو، ڇو ته انوارن جو اصلن ذاتهن عروج

---

(١) اها آيت هن طرح آهي:

إِذَا دُعِيَ اللَّهُ وَحْدَهُ كَفَرْتُمْ ۖ وَإِن يُشْرَكْ بِهِ تُؤْمِنُوا

آيت ١٢ سورت المؤمن.

(٢) آيت هن طرح آهي:

إِذَا قِيلَ لَهُمْ لَا إِلَٰهَ إِلَّا اللَّهُ يَسْتَكْبِرُونَ.

آيت ٣٥ سورت الصافات.

خدا وٽ پهچندڙ جي قالب ۽ بدن ۾ ڪدورتن ڪي لازم ڪري ونندو آهي. پوءِ جيترو اندر صاف ۽ اجرو ٿيندو ته اوترو ٻاهر ميرو ٿيندو. مولانا رومي فرمايو آهي:-

اين نجاست ظاهر از آبي رود۔
وآن نجاست باطن افزون مي شود

هي ٻاهر پليتي جيڪا ٻاهر بدن تي آهي سا پاڻيءَ سان پري ٿي ويندي ۽ اها اندر واري پليتي (جيڪا غيرذرا جو خيال ۽ خطرو آهي سا) پاڻيءَ سان ڌوئڻ ڪري پاڻ وڌندي.

وڏو مرشد (سلطان الاولياء) هن بيت کي ڏاڍو پسند فرمائيندو هو. مطلب ته سڀڪا شيءِ الله کان آهي، ان سان بيٺل آهي ۽ ان ڏانهن موٽندڙ آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي:- (ترجمو) ٻڌي وٺو، سڀ شيون (ظاهري ۽ باطني حڪم) الله ڏانهن موٽن ٿيون. تڏهن وڏي مرشد جو فرمودو لفظن ڪري آهي، پر ان ۾ گهڻي معنيٰ سمايل آهي. مولوي رومي فرمايو آهي:-

صورت از بي صورت آمد برون- بازشدکه انا اليه راجعون

ظاهري صورت، بي صورت کان (جو خداتعاليٰ آهي) ٻاهر آئي، وري اها صورت، بي صورت ڏانهن واپس ويندي جيئن قرآن مجيد ۾ آهي.

خواجه گل محمد صاحب رحه فرمائي ٿو ته جيئن هي جو ماڻهو چوندا آهن ته اسين الله تعاليٰ ڏانهن موٽنداسين ان جي سمجهاڻي ائين آهي ته جيئن ڪنهن ماڻهوءَ کي

سندس اصلي شهر کان ٻاهر ڪيجي ۽ اهو پنهنجي شهر ڏانهن موٽي جو وطن جي محبت ايمان کان آهي، تفريق کان وحدت ڏانهن اچي، زماني جي جدائي کان جو خدا جو غير آهي، خداوندي وحدت ڏانهن اچي. وڻ کان حس جي پنن کي ڦٽو ڪنداسين. وحدانيت جي وڻ کان غير خدا جي ڄاڻ وارا پن اڇلينداسون، هن جهان کان پاڻ کي هڪ گهڙيءَ لاءِ ڳجهو رکنداسين، فاني جهان کان پاڻ کي نفي ڪنداسين، ڌارين کان اک واري دل کي بند ڪنداسين ۽ پاڻ کي پوري طرح الله تعاليٰ جي حوالي ڪنداسين، ان پراڻي ۽ اصلي شهر ۾ رسم ۽ رواج ڪجهه بيو هوندو پنهنجو اختيار ڇڏي ڏيو.

باتو گفتم اي پسر کس چشم باز-

وري وحدانيت جي ڳالهه توکي چئي اٿم اي پٽ عقل واري اک کول!

٢٧- خواجه صاحب جن فرمايو:- الله تعاليٰ تي ايمان، شرڪ خفي ۽ جلي کان سواءِ گهٽ ماڻهن کي نصيب آهي.

الله تعاليٰ فرمايو: (ترجمو) گهڻا ماڻهو الله تعاليٰ تي ايمان نٿا آڻين هن کان سواءِ جو اهي شرڪ ڪندا آهن.

٢٨- خواجه صاحب جن فرمايو: جنهن مخلوق کان مدد گهري هو ڏانهن اهو اڻين به چئي ٿو ته مون لاءِ الله کانسواءِ ڪو به نه آهي تنهن تحقيق گهٽ ڄاتو. وڏي ۾ بزرگ کي جو پاڻ کان سواءِ ٻين سڀني شين کان ڪفايت ڪندڙ آهي. الله تعاليٰ فرمايو:-

أَلَيْسَ اللّٰهُ بِكَافٍ عَبْدَهٗ۔

(آيت ٣٦ سورت الزمر)

ڇا خدا تعاليٰ پنهنجي ٻانهن جي ڪمن لاءِ ڪفايت ڪندڙ نہ آهي. مطلب تہ خدا تعاليٰ پنهنجي ٻانهن لاءِ ڪافي آهي.

مون (گرهوڙي) رحہ چيو: جنهن اڄ هن سڀ کان وڏي (خدا پاڪ) کي نہ ڏٺو سو سڀاڻي (قيامت جي ڏينهن) ان کي ڪيئن ڏسندو. هن جي سمجهاڻيءَ لاءِ مثال ائين آهي تہ گاهہ ۾ اٺ رکو انڌي ماڻهوءَ کان اوجهل ٿي سگهي ٿو.

خواجہ گل محمد صاحب رحہ هن جي وضاحت ڪندي فرمائي ٿو تہ الله پنهنجي ڪمال بزرگيءَ ۾ ظهور ڪري پنهنجي غير ۾ ڪجهہ نہ رهندو آهي جيئن اٺ گاهہ ۾ لڪي نہ سگهندو آهي مگر انڌي ماڻهوءَ کان جيئن خدا تعاليٰ فرمائي ٿو:-

وَمَنْ كَانَ فِي هٰذِهٖ أَعْمٰى فَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ أَعْمٰى

(١) جيڪو هن دنيا ۾ (خدا جي ڏسڻ کان) انڌو هوندو تہ اهو آخرت ۾ بہ (الله جي ڏسڻ کان) انڌو هوندو.

مجنون کي (جنهن جو نالو قيس هو) چيو ويو تہ تو قرآن کي پڙهيو آهي- مجنون جواب ڏنو تہ آئون حافظ آهيان (هتي حفظ مان ان جي مراد عشق هو، جيئن هيءَ آيت پڙهيائين)

---

(١) آيت ٧٢ سورت اسراء-

سُبْحٰنَ الَّذِيْٓ اَسْرٰي بِعَبْدِهٖ لَيْلًا

ان خدا لاءِ پاڪائي آهي جنهن پنهنجي ٻانهي کي (جو حضرت پيغمبر صلي الله عليه وسلم آهي) رات ۾ سير ڪرايو. "ليلا" مان مراد مجنون جي سندس معشوقه ليليٰ هئي.

تڏهن عاشق اهو آهي جنهن کي معشوق جو نالو ڪافي ۽ بس آهي. جيئن جامي چئي ٿو:

جندا عاشقي ڪه رست از خويش.
هرچه جز دوست برگرفت ازپيش.

مطلب ته ڀلو عاشق اهو آهي جيڪو پاڻ کان ڇٽو، جيڪي به دوست کان سوا آهي تنهن کي ان پٺيءَ ٻوڙيان اُڇلائي ڇڏيو.

٩- خواجه صاحب فرمايو: علم ذاتي (الله) رکو ذات لاءِ رکيو ويو آهي، ان ۾ ڪنهن به صفت جو لحاظ نه رکيو ويو آهي. (خواجه گل محمد صاحب جن هتي متڪلمين جي بيان ڪيل ستن صفتن:

سمع، بصر، علم، متڪلم، مريد، حيّ، قدير ذڪر ڪيو آهي ۽ صفت تڪوين لاءِ لکن ٿا ته ان ۾ اختلاف آهي.

(۱) اٿين نہ آهي جيئن ڪن عالمن گمان ڪيو آهي تہ اهو ذات لاءِ سيني شخصن (اٺن صفتن) سميت اسم ذاتي بنايو ويو آهي (جيئن همداني شرح مسلم ۾ لکيو آهي خواجہ گل محمد رحہ)۔

جنهن جو خيال ۾ لحاظ ذات لاءِ ڪمال ڪي پهتو آهي ان لاءِ ڪابہ صفت پڌري نہ ٿيندي، ۾ اهو صفت کان سواءِ ذات جو لحاظ ڪمال توحيد آهي۔ خواجہ گل محمد رحہ فرمائي ٿو تہ، چيو ويو آهي تہ متئين قول جي بي معنيٰ اها آهي تہ علم يعني انسان جي پوري ڄاڻ الله جي ذات لاءِ صفتن جي لحاظ کان سواءِ آهي تہ جيئن ڪن ناقص ماڻهن گمان ڪيو آهي تہ علم ۾ ڄاڻ ذات جي صفتن سان گڏ آهي۔

۳۰۔ سلطان الاولياء فرمايو: توحيد نالو آهي شئي کي ان جي سڃاڻپ کان پري رکڻ ۾ توحيد جو صاحب ان کي شئي ڄاڻي باقي انکي ڪا بي وصف نہ لڳائي۔ مطلب تہ ان جي ڪنهن ۾ حقيقت کي نہ ڄاڻي۔ عارفن جي

---

(۱) الله جي صفتن ۾ وڏو بحث آهي۔ معتزلہ ۾ جهمي انهن جو انڪار ڪندا آهن۔ فلسفي انهن کي ذات جو عين سڏيندا آهن۔ امام غزالي ان کي بہ هڪ قسم جو انڪار سڏيو آهي۔ هن لاءِ وڌيڪ بحث ڏسڻو هجي تہ علامہ تفتازاني جي ڪتاب شرح عقائد کي ڏسو۔

مِن قول جو اهو ئي مطلب آهي تہ توحيد ناٺو آهي
نسبتن جي ڪيرائڻ جو۔
آئون (گروهڙي صاحب) چوان ٿو تہ ان مطلب
ڏانهن حافظ (شيرازي) هن بيت ۾ اشارو ڪيو آهي:-

چون صبا مجموعہ گل را بآب لطف شست
ڪڙ دلم خوان گر نظر بر صفحہ دفتر ڪنم

مطلب تہ جڏهن عنايت خداونديءَ جي بادصبا ذات
باريءَ جي گل کي فضل ۽ لطافت واري پاڻيءَ سان
ڌوئي باغ ۾ پڌرو ڪيو تہ پوءِ آئون جيڪڏهن گلن
جي صورتن واري دفتر تي نظر ڪيان جو غير الله آهي
تہ مان ڏنگي دل وارو آهيان۔

خواجہ صاحب جن فرمايو: عام ماڻهو شين کي
ڏسندا تہ آهن پر انهن جي منشاءَ ۽ ظهور واري جاءِ کي نہ
ڏسندا آهن. عارف شين کي بہ ڏسندو آهي تہ انهن جي
ظهور واري جاءِ کي بہ ڏسندو آهي. ان جو نالو ادراڪ
بسيط ۽ ادراڪ مرڪب آهي. (ادراڪ بسيط اهو آهي
جو سالڪ ڪنهن بہ شئي کي جڏهن ڏسندو آهي تہ
پهريون خدا جي جمال ۽ سونهن کي ڏسندو آهي. ان
کان پوءِ ان شيءَ کي ڏسندو آهي، جيتوڻيڪ ڪيس ديدار
پسڻ جو قصد نہ هوندو آهي، بلڪ عوام وٽ غفلت ۾
هوندو آهي ۽ ادراڪ مرڪب اهو آهي جو ڏٺي پاڪ
جي جمال ۽ سونهن کي مظاهر (ڪائنات) ۾ جلوو ڪندي

پسندو آهي، پر اهو ان وقت هوندو آهي جڏهن ڪجهه ديدار جو قصد هوندو آهي. جيئن (سلطان الاولياء) پاڻ فرمائي (تو. خواجه گل محمد) رحه پهريون قسم غفلت آهي. (خواجه گل محمد رحه فرمائي ٿو ته اهو ادراڪ بسيط ان ماڻهوءَ کي ملندو آهي جنهن جي غفلت، ڌڻي تعالىٰ جي ڏسڻ کان، نه روڪيندي آهي، ٻيون قسم ذڪر آهي (اهو ادراڪ مرڪب آهي اهو ان ماڻهوءَ کي حاصل هوندو آهي جو ياد رکي کان سواءِ خداتعالىٰ جي سونهن کي نه پسندو آهي).

شئي جي ظهور ۾ پڌري ٿيڻ جي جاءِ کي ڏسڻ رکو انهن ماڻهن کي نصيب ٿيندو آهي، جيڪي حيرت ۾ هوندا آهن. (اها حيرت ادراڪ بسيط سان خدا تعالىٰ کي ڏسڻ ڪري ٿيندي آهي. خواجه گل محمد رحه)

هن ڪري جو شئي جي منشا جو ظهور حيرت کان سواءِ هٿ نه ايندو آهي، ان ڪري يونان جا فلسفي حڪماءُ اسباب جي بيان ۾ تعيين ۾ غلطي ڪندا آهن يا مورڳو منشاءَ (خدا تعالىٰ) جو انڪار ڪندا آهن. (مطلب ته هر شيءِ جي منشاءَ خداتعالىٰ آهي.)

جڏهن ته ادراڪ بسيط يونان جي فلسفين کي حاصل نه هو ان ڪري انهن جهان جي سببن تي نظر وڌي ۾ دهر جا قائل ٿيا (خواجه گل محمد رحه).

منشاءَ ۾ (علت) جو صحيح ڏسڻ اهل الله لاءِ آهي جيڪي شين جي نسبت پهرين منشاءَ ڏانهن ڪندا

آهن جا الله جي ذات آهي. ان کانسواءِ ڪابه منشاءَ ۽ علت نه آهي. تنهن ڪري مينهن ۽ اندلٺ جو ذڪر خطا آهي (اها ظاهري سببن تي نظر آهي) جيئن يونان وارن جو اعتقاد آهي) هن احساس ۾ اهو خطا تي نه آهي جيڪو هن طرح اعتقاد رکي ٿو ته اهي دنيا جا اسباب جيئن مينهن آنُ ۽ گاهه ڦٽائڻ جو سبب آهي اهو سڀ خدا تعاليٰ جو فعل آهي جنهن جا ڪم دنوي عرضن کان پاڪ ۽ صاف هوندا آهن.

آئون (گروهڙي) رحه چوان ٿو ته محصول الاصول ڪتاب (١) ۾ ايو آهي ته مناظري ۽ ڪلام جي تحقيق جو مطلب رکيو اهو آهي ته حڪم جي ماخذ ۽ ونڊ واري جاءِ کي پڌرو ڪجي. پورو ٿيو ڪلام محصول الاصول جو. هتي ماخذ کي پڌري ڪرڻ کان مطلب آهي ان جي منشاءِ ۽ علت کي لهڻ. منشاء جي ان لهڻ کي نسبت ۽ لاڳاپي جو لهڻ به ناءُ رکندا آهن. مصرع:

بروعلم من اين قلنا بيار.

مطلب ته دانش ۽ علم کي ان جاءِ کان وٺي آڻ جتان مان چيو يعني خدا تعاليٰ کان فاضل چلپيءَ جي بيضاوي جي حواشيءَ ۾ آهي ته اهل حق جو اهو اعتقاد آهي ته شين ۾ ڪابه عليت ۽ سببيت نه آهي. بلڪه سڀ شيون الله پاڪ ذاتهن منسوب آهن.

---

(١) اهو ڪتاب امام رازي وفات ٦٠٦هه جو تهيل آهي جنهن جي شرح علامه محمد بن محمود اصفهاني وفات ٦٨٨هه لکي آهي.

پاڻ سڳورن فرمايو ته سچ دل جو يقين ۽ آرام آهي.
مولوي روميءَ جو بيت آهي:-

باتواترنيست قانع جان ما
از درونِ دل رسد ايقان ما

لاڳيتو گهڻن سندن تي اسان جي دل کي صبر نه آهي- اسان کي دل جي اندران ئي يقين پهچندو آهي.
باقي محدثين وٽ (جيڪي حديث تي عمل ڪندا آهن) حديث، رسول الله صلي الله عليه وسلم ۽ سندن صحابين بابت سخن ۽ ٻول کي چيو ويندو آهي، جو ته مجنون وٽ ليليٰ ۽ ان جي پاڙيسرن کان سواءِ ٻئي جي ڳالهه بڪوات آهي، حديث نه آهي (مطلب ته محدثين پيغمبر ۽ صحابين جا عاشق آهن انهن وٽ ٻئي جي ڳالهه حديث نه آهي) عاشق وٽ معشوق کان سواءِ ٻئي جي ڳالهه اجائي آهي پوءِ جيڪا حديث رسول الله صلي الله عليه وسلم کان هوندي انکي مرفوع چوندا آهن ۽ صحابيءَ جي سخن کي موقوف سڏيندا آهن ۽ سند نالو آهي انهن راوين جو جيڪي عدالت ۽ يادگيري ڪري مقبول ۽ معتبر هجن ان ۾ ڪو به راوي مجهول ۽ ڪريل نه هجي.

اهي سند جي صحت ڪانپوءِ حديث تي عمل ڪرڻ کان ان وقت پوئتي رهندا آهن، جڏهن ان حديث جي مقابلي ۾ ڪا به ٻي حديث تحقيق جي خيال کان وڌيڪ قوي ۽ راجح هوندي آهي. علم اصول حديث جو (صحت حديث بابت) اهو چوند بيان آهي. ان

ڪلام سان صحيح ۽ ضعيف حديث جي وچ تي فرق ڪبو ويندو آهي. هن مسڪين (گروهڙي) جو بيت آهي:

موافق بصادق صدق گفته اند
دگر هرچه باشد اغو ديده اند

مطلب ته جيڪو ڪلام سچ سان موافقت رکي ان کي سچ سڏيو اٿن، بي ڪابہ ڳالهہ جيڪا سچ کانسواء هجي ان کي بي فائدو ڏٺو اٿن.

فما جاء فتوي خلي عن دليل-
اتي ملزم الحکم غير العليل

پوءِ جيڪا شئي ڪنهن ڪمال واري جي دل واري فتويٰ ڪري جائز هجي تنهن لاءِ دليل جي گهرج نہ آهي. دل واري فتويٰ قوي حڪم کي لازم بنائي ٿي، ان لاءِ دليل جي ضرورت نہ آهي.

چو خواهي کہ مفتي شوي در ديار
برو علم من آيۃ قلنا بيار

جيڪڏهن تون گهرين تہ دل جي فتويٰ سان هن جهان ۾ مفتي ٿئين تہ وڃ! علم کي اتان آڻ جتان اسان چيو آهي* (١) (اها جاء آهي، علم جي منشاء يا علت يعني خدا تعاليٰ).

---

(١) شاهہ ولي الله صاحب جي فلسفي ۾ علم جي مرڪز جو نالو آهي حظيرة القدس. انبياء عليهم السلام اتان سڌو علم هٿ ڪندا آهن، خداپاڪ طرفان اتي علم جي بارش ٿيندي آهي.

خواجه صاحب جن فرمايو :- حديث محقق ۽ صحيح ملي ته ان تي عمل ڪجي جيستائين ان جي مقابلي ۾ ڪا بي اهڙي حديث نه اچي، باقي ايئن چوڻ ته تي سگهي ٿو ته هن حديث جي خلاف ڪا بي حديث آئي هجي اهو رکو احتمال آهي جيڪو صحيح حديث تي عمل ڪان روڪي نه ٿو سگهي. ايئن هجي ها ته اصحاب سڳورن جيڪي حديثون ٻڌيون هيون انهن تي جيڪر عمل نه ڪن ها ۽ عمل ڪان اڳ اهي روزانو ڪنهن ناسخ يا معارض حديث جي پڇا ڪندا رهن ها. هوڏانهن اها ڳالهه ڪانئن منقول نه ٿي آهي- روزانو ته ٺهيو پر سال ۾ هڪڙيرو به انهن کان اها پڇا نقل نه ٿي آهي. هوڏانهن انهن ۾ ڪي اصحاب سڳورا ٻهراڙيءَ جا رهاڪو هئا. جيڪي رسول الله صلي الله عليه وسلم تي روزانو نازل ٿيندو هو تنهن جي ڪين سڌ نه هوندي هئي. پر پوء به حديث تي عمل ڪندا رهندا هئا ۽ ڪين پڇڻ جي ضرورت نه هوندي هئي. انکي اصول فقهه جي عالمن جو اهو قول تائيد ڪري ٿو ته اصل محقق (ثابت) ڪي ڪنهن مشڪوڪ دليل معارض ڪري ڇڏي نٿو سگهجي.

خواجه صاحب جن فرمايو :- ماڻهن جي عرف تي عمل ڪندڙ انسان ڪي ملامت نه ڪجي وچي. مون (گروهڙي) رحم ڪيو :

خدا کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ شئي ڏي انهن
جي نسبت نہ ڪبي. وڏي مرشد جو ڪلام هن اعتقاد
لاءِ شرح آهي تہ هر هڪ شئي جي سببيت جي نسبت
الله تعاليٰ ڏانهن آهي.

الله تعاليٰ فرمايو: ترجمو: اي پيغمبر! چئو تہ هرشئي
الله جي طرفان آهي. الله کان سواءِ ڪوبہ خلقڻهار نہ
آهي. خدا جيڪي ڪري ٿو انکان پڇا نہ ٿيندي. هر
شئي لاءِ علت سندس ڪاريگري آهي ۽ سندس ڪاريگري
لاءِ ڪابہ علت نہ آهي. حديث ۾ آيو آهي تہ الله تعاليٰ
هر ناهيندڙ (ڪاريگر) ۽ سندس ڪاريگريءَ جو صانع آهي.

خواجہ صاحب جن فرمايو: ڪنهن بہ حديث جي
مقبوليت لاءِ سند شرط آهي. آئون (ڳروهڙي صاحب)
چوان ٿو تہ هتي حديث مان مراد ڪلام آهي ۽ سند
مان مراد اها آهي تہ اتي شريعت جا اصول بنا ڪنهن
معارض (روڪيندڙ) جي سچا اچن ۽ اهي فقيهن وٽ
چار آهن:-

حديث، صحابہ جو ڪلام، مقبول راوين جي ڳالهہ
۽ قياس. محدث عالمن وٽ اها سند ٽي شيون آهن، جو
تہ اهي ڪنهن نص قرآني يا حديث کان سواءِ قياس جي
نفي ڪندا آهن. صوفين وٽ سچي سند رڳو هڪ شئي
آهي، جنهنڪري دل جو آرام سڌجي ٿو. (اهو ڪيس فنا ۽
بقا کان پوءِ هٿ ايندو آهي.) فقراء جي جماعت سند ۾
ان هڪ ڳالهہ کي هڪ حديث ڪري ورتو آهي جو

اشباھ ڪتاب(١) ۾ آھي تہ عرف تي حڪم ڪيو وڃي مطلب تہ عرف شريعت طرفان حاڪم آھي. جامع الرموز ڪتاب ۾ آھي تہ عرف اھا آھي جنھن کي سليم دلين وارا انسان قبول ڪن.

خواجہ صاحب جن فرمايو:- اصحاب ڪھف جو ڪتو ھن لاءِ سند آھي تہ ڪتن کي گھر جي سنڀال لاءِ ڌاري سگھجي ٿو. مون (گروھڙي) رحہ چيو: فقيھن چيو آھي تہ نگھباني يا ڪنھن ٻئي فائدي لاءِ (جيئن مال جي سنڀال يا شڪار) ڪتو ڌارڻ جائز آھي.

خواجہ صاحب جن فرمايو: تفسير جي صحيح ھجڻ يا فاسد ھجڻ جو سارو مدار واقعي جي موافقت ۽ عدم موافقت تي آھي. مون (گروھڙي) رحہ چيو اھو سڀ ڪنھن قول لاءِ معيار ۽ ڪسوٽي آھي. ڇو تہ سچ اھو آھي جيڪو واقعي يا اصل حقيقت سان پورو ٺھڪي اچي. جيئن تلخيص ڪتاب ۾ آيو آھي. قرآن سمورو سچ آھي تہ تڏھن ضروري آھي تہ ان جو تفسير بہ سچ ھجي ڇو تہ تفسير جي مفسَّر (جنھن جو تفسير ڪيو وڃي)

---

(١) اشباہ نظائر علامہ ابن نجيم جو اصول فقہ ۾ تاليف ڪيل ڪتاب آھي جو عصر ۽ ھند ۾ گھڻا ڀيرا ڇپجي چڪو آھي- مخدوم عبدالواحد سيوھاڻي ان تي حاشيو لکيو آھي جو منھنجي ذاتي ڪتابخاني ۾ متن سميت موجود آھي-

سان موافقت واجب آهي، تڏهن قرآن مجيد جي هن آيت ۾ (ان الصلواة تنهىٰ عن الفحشاء) آيل لفظ صلوة جو تفسير رسمي نماز سان ڪرڻ صحيح نہ آهي. (نماز رسمي اها آهي جنهن ۾ نماز جا ارڪان: قيام، قعود، رڪوع، سجدو ۽ ٻيا ٺيڪ طرح ادا نہ ڪيا وڃن) ڇو تہ ڏٺو اٿين ويو آهي اهڙي نماز بڇڙاين کان نہ ٿي روڪي- هوڏانهن نماز لاء واقع اهو آهي تہ براين کان دور رکي ٿي ان واقع جي خلاف نہ ٿيندو ان حالت ۾ مٿين آيت ۾ صلواة مان مراد اها نماز آهي جيڪا بڇڙاين کان روڪيندڙ هجي. اها نماز سڀني عبادتن جي جامع هجي، تڏهن وهي ماء جو ميلاپ اولاد سان ٿيندو. (خواجہ گل محمد صاحب جن هن جي وضاحت ڪندي فرمائين ٿا تہ نماز کي براين کان روڪڻ لاء اهل ۽ ماء وانگر آهي انهن جو ميلاپ تڏهن ٿيندو جڏهن نماز کي پوري طرح ادا ڪيو ويندو).

حديث ۾ آيو آهي تہ جنهن ماڻهوء جي نماز ان کي بڇڙاين کان نہ روڪيو تہ اها نماز ڪيس خدا کان گهڻو پري ڪندي (١) هڪ ٻي حديث ۾ آيو آهي تہ

(١) اها حديث طبراني ڪتاب جي حضرت ابن عباس کان مروي آهي- جا هن طرح آهي:-
من لم تنهه صلاته عن الفحشاء والمنكر لم يزدد من الله الا بعدا-
اصل ڪتاب ۾ "والمنكر" نہ آيو آهي- پر طبراني جي حديث ۾ اهو لفظ بہ آيو آهي. ڏسو الفتح الڪبير ج ٣ ص ٢٣٨ تاليف يوسف نبهاني. ڇاپو مصر.

نماز مؤمن [يقين واري] جو معراج آهي. الله تعالى فرمايو:
(ترجمو) بيشڪ اها نماز (براين کان روڪيندڙ) ڳري
آهي، انهن ماڻهن کانسواءِ جيڪي نماز ۾ عاجزي ڪندڙ
آهن، (انهن تي آسان آهي-)

حافظ فرمايو:-

فردا که پيشگاه حقيقت شود پديد-
شرمنده روکه عمل برمجاز کرد

مطلب ته سڀاڻي جڏهن خال جي حقيقت کلندي ته
اهو ماڻهو شرمندو هوندو جنهن حقيقت کي ڇڏي مجاز
تي عمل ڪيو.

هن مسڪين جو ڪلام:-

اين خلاف از سلف (که) درتفسير-
غالبشس از مثال يا تعبير
شرح جائز بمرادف و تمثيل-
ليک تخصيص خطا جز بدليل

مطلب ته اڳين جو قرآن جي تفسير ۾، جيڪو اختلاف
آهي سو گهڻو ڪري مثال ۾ آهي يا ڪلام جي تاويل
۾. ڪلام جي شرح ڪرڻ ۾ تعبير ۽ مثال (جو اختلاف)
جائز آهي، باقي ڪنهن کي خطا تي سمجهڻ دل جي فراست
۽ بصيرت سان هوندو آهي، دليل سان نه هوندو آهي. هن
بحث جي وڌيڪ تحقيق سيوطيؒ جي ڪتاب ”الاتقان“
۾ آهي.

**خواجه صاحب جن فرمايو:-** قرآن ۾ سوچڻ ان جي تفسير کان بيپرواه کري ڇڏيندو آهي. مون ڇيو (گروهڙي) رحه جنهن ماڻهو (پنهنجي خيال ۽ حرص کي) خدا جي محبت ۾ فنا کري ڇڏيو آهي سو اٿين ئي سوچيندو آهي، ان کي بياني احتياج نه رهندو آهي. محي الدين ابن عربي فرمايو آهي ته اٿون قرآن آهيان، فاتحه جون ست آيتون آهيان ۽ اهو روح آهيان جنهن سان روح حيواني قائم آهي. آئون اهو روح نه آهيان جنهن جو بدن جي ظرف ۾ آهي پر اهو روح جنهن سان روح قائم ۽ بيٺل آهي.

**خواجه صاحب جن فرمايو:-** سالڪ قرآن جي هدايت کي هڪ نموني تفسير ڪندا آهن ته ظاهر وارا عالم ٻئي نموني بيان ڪندا آهن. سالڪن ۽ ظاهر وارن جي اختلاف کي هن آيت ڪريم مان سمجهيو وڃي:-

لَا يُكَلِّفُ اللّٰهُ نَفْسًا اِلَّا وُسْعَهَا

سالڪن وٽ ان جو تفسير هن طرح ٿيندو ته الله تعاليٰ ڪنهن به ماڻهوءَ کي امانت جو بار جنهن کو نيابت ڪري سڀني شين جي قيوميت آهي* (١) رکيو ان جي قلبي

(١) هن ڪتاب جو پورو نالو الانقان في علوم القرآن آهي. تاليف علامه جلال الدين سيوطي وفات ٩١١ هه ١٥٠٥ ع. اهو ڪتاب عربيءَ ۾ آهي ۽ علوم تفسير جي اسي ٨٠ قسمن تي مشتمل آهي. مصر ۾ گهڻا ڀيرا ڇاپي هيٺ آيو آهي. ١٨٥٦ ع ۾ ڪلڪتي ۾ به ڇپيو هو. هن جو اردو ترجمو ٻن جلدن ۾ نورمحمد ڪارخاني تجارت ڪراچي سند وارن ڇاپيو آهي.

وسعت ڪري رکندو آهي- جيئن قدسي حديث ۾ آيو آهي ته مون کي منهنجي زمين ۽ منهنجو آسمان نه ٿو سمائي سگهي، پر منهنجي مومن ٻانهي جي دل مونکي سمائي ۽ ماپائي سگهي ٿي ۽ جيئن جامي چئي ٿو:-

رباعي:-

چرخ و فلک و آنچه بود درخمش-
و آنچه خرد نام بند عالمش
وسعت دائره دل کمست-
آن ہم چون قطره و دل قلزم است-

مطلب ته آسمان ۽ جيڪي انهن ۾ آهي ۽ جنهن کي عقل، جهان سڏي ٿو تنهن جو دائرو دل کان گهٽ آهي، اهي سڀ شيون پاڻيءَ جي هڪ قطري وانگر آهن ۽ دل سمونڊ آهي. سالڪن جي نموني جي اها معنيٰ فهم قاصر ۾ آئي آهي. (خواجه گل محمد) والله اعلم- عبادت جي معنيٰ ظاهر وارن وٽ اها آهي ته هر عبادت ۾ بدن جي قوت ۽ ڪمزوري آهر تڪليف ڏني وئي آهي.

مون (گروهڙيءَ) رحه چيو ته مرشد سڳوري جي شريف خيال مان سمجهيو ويو ته قرآن شريف جي نصوص کي ظاهر تي رکجي ۽ انهن ۾ تاويل ڪندڙن جي ڪلام ڏي نه واجهائجي-

مدير المنير، تلويح ۽ احياء (١) ڪتابن ۾ آيو آهي ته قرآن اڪثر جي لغت تي لکتو آهي ۽ نڪي اصطلاح تي نه لکتو آهي. ڪيمياء سعادت ڪتاب ۾ آهي ته قرآن جي سمجهڻ کان ٽي شيون روڪينديون آهن. هڪ ٻولي جو نه ڄاڻڻ ٢- گناهه تي اصرار ۽ هميشگي ڪرڻ ٣- ٻئي جي تقليد ڪرڻ ۽ شارحن جي ڪڍ لڳڻ.

هن مسڪين (گروهڙيءَ) جو قول آهي:- پيٽ جي پرورش ڪرڻ ۽ بي فائدو رهڻ ٻئي حق جي سمجهڻ کان اندائي جو ڪارڻ آهن، ٻن گهرن دنيا ۽ آخرت ۾ اهي ٻيئي ڪتن وانگر آهن، اهو عالمن جو چوڻ آهي. هن سڀ جو نظير اصول ۽ بيان جي عالمن جو اهو قول آهي ته عموم المجاز تي عمل ڪجي ۽ ان کي اجايو نه ڪجي.

---

(١) اهي ٽيئي ڪتابن جا نالا آهن، جن مان "مدير المنير" بابت ڪا معلومات هٿ نه آئي آهي، تلويح اصول فقه جو ڪتاب آهي ۽ درس نظاميءَ ۾ پڙهايو ويندو آهي. هن جو مؤلف علامه تفتازاني آهي- اهو ڪتاب توضيح شرح تنقيح لاءِ شرح وانگر آهي. احياءالعلوم امام غزالي جي مشهور تاليف آهي، چئن جلدن ۾ مصر مان شايع ٿيو آهي-

(٢) عموم المجاز ۾ لفظ مان هڪ عام معني ورتي ويندي آهي، جيڪا حقيقت ۽ مجاز ٻنهيءَ کي شامل هوندي آهي. ان طرح ان جو فائدو عام ٿي پوندو.

عاقل جي ڪلام کي حقيقت ۽ مجاز کان سواءِ ڪو به چارو نه آهي. هن کي چڱي طرح سمجهيو وڃي.

خواجه صاحب فرمايو:- اڳيون پوئين لاءِ شاهد هوندو آهي. (مطلب ته اڳين جو ڪلام پوين لاءِ شاهد هوندو آهي. خواجه گل محمد رحه)

مون (گروهڙي رحه) چيو ته حضرت پير اهو ان وقت فرمائيندا هئا، جڏهن ڪنهن عبادت جي مراد ۽ مطلب نص يا اجتهاد ڪري واضح نه ٿئي. اهو چوڻ ائين آهي جيئن علم اصول وارا چوندا آهن ته مسبوق له (اڳ واري) جو علم مراد ۽ مطلب کي واضح ڪندو آهي ۽ اها ڳالهه مشهور آهي ته وڻ ميوي جي خبر ڏيندو آهي. (مطلب ته وڻ جنهن کي پوءِ واري عام کان تعبير ڪيو ويو آهي سو اڳاٽي علم کان بدرو ٿيندو آهي. اهو اڳاٽو ان جو ٻج آهي. خواجه گل محمد رحه) فقهن فرمايو آهي ته جنهن جو حال معلوم نه هجي ان جي مثال ۽ هڪ جهڙن کي ڏسي ان تي حڪم لڳائجي. (خواجه گل محمد رحه هن جي وضاحت ڪندي فرمائي ٿو ته ڪنهن ڪلام جو حال سمجهه ۾ نه اچي ته ان تي ان جهڙو اڳيون ڪلام حاڪم هوندو آهي.) ڪلام جو خلاصو اهو آهي ته هر شيءِ جي منشاء ۽ علت کي چاڻ هر جاءِ تي (هر انسان کي) سونهون ۽ واٽ ڏيکاريندڙ آهي. جو ته فرع (پويون ڪلام) اڳين ڪلام لاءِ بيان ۽ شرح هوندو آهي. ان کي پڇندو نه آهي.

هن مسڪين (گروهڙي رحہ) چيل آهي:-

بيت:-

هر چه بيني بشرح موجودست
شرح موجود کشف مقصود ست

مطلب تہ اي مالڪ جيڪي تون ڏسين ٿو سو حقيقي موجود جو بيان آهي، حقيقي موجود جي شرح کي پڌرو ڪندڙ آهي.

خواجہ صاحب فرمايو: جڏهن ٻن شين جو پاڻ ۾ تعارض ۽ ٽڪراءُ ٿئي تہ اتي اصل تي عمل ڪجي، فرع تي نہ ڪجي. جيڪو ڪلام اصل جي وڌيڪ ويجهو هجي سو ان کان وڌيڪ راجح ۽ وزن وارو آهي جيڪو اصل کان پري هجي.

مون [گروهڙي رحہ] چيو تہ اهو اصول جو مشهور مسئلو آهي.

خواجہ صاحب فرمايو: فقيہ ۽ فقير کي سچو تڏهن سمجهيو ويندو جڏهن ان جو قول ۽ فعل اصول سان موافقت رکندو هجي. پر جنهن اهڙو قول چيو جنهن جي اصول ۾ ڪا سند نہ آهي . تہ سندس قول درست نہ آهي.

مون [گروهڙيءَ] چيو جامي فرمايو آهي:-

هرچه نہ آن قال الله وقال الرسول
هست بر اهل فضيلت فضول

مطلب تہ جيڪا ڳالهہ الله ۽ ان جي رسول ﷺ نہ چئي آهي سا علم ۽ فضيلت وارن وٽ اجائي ۽ بيسود آهي.

خواجه صاحب جن فرمايو: سخاوت جي هڪ تاري آهي جيڪا سخيءَ کي بهشت ڏانهن پهچائي ٿي ۽ ڪنجوسي هڪ تاري آهي جا ڪنجوس کي باه ڏانهن پهچائي ٿي. اهو حديث جو فيصلو آهي. (خواجه گل محمد رحه)

خواجه صاحب جن فرمايو: فقير اهو آهي جنهن ۾ فقيرن واري خاصيت ۽ عادت هجي. اهو درويش نه ٿيو جنهن رڳو ظاهر ۾ انهن جي رسم جي پوئواري ڪئي هوندي. جيئن حافظ رحه فرمائي ٿو: نه هر که سر تبراشد قلندري داند مطلب ته جيڪو به مٿو ڪوڙائي ملنگ بڻجي سو قلندريءَ جي اسرارن کان واقف نه هوندو. مون [گروهڙي رحه] چيو: ڪهڙو نه چڱو ٻول چيو ويو آهي:-

بيت:- آدمي را آدميت لازم است
گر ندارد بوئي صندل هيزم است

مطلب ته انسان لاءِ ماڻهپي واري وصف ضروري آهي، جيڪڏهن صندل ۾ خوشبوءِ نه هوندي ته اهو رواجي ڪاٺي وانگر آهي.

مرشد جو اهو ٻول ته فقير لاءِ فقيرن جي خاصيت جو هجڻ ضروري آهي، فقيرن ۽ غير فقيرن جي حقيقت کي سڃاڻڻ لاءِ هڪ ڪسوٽي آهي. فقيهن، ڪفالت (ضمانت) جي باب ۾ چيو آهي ته ڪلام ۾ معنيٰ کي ڏسبو صورت کي ڪو اعتبار نه آهي.

خواجه صاحب جن فرمايو: بانگي کي ايستائين ٻڌي جي چوڻ تي ڪفايت نه ڪرڻ گهرجي نه بانگ جو وقت ٿيو آهي جيستائين سندس دل ان لاءِ فتوىٰ نه ڏئي. چو ته قيامت جي ڏينهن هر هڪ کان ان جي راءِ ۽ فڪر بابت پڇا ڳاڇا ٿيندي. ٻئي جي راءِ جي پڇا نه ٿيندي.

مون (گروهڙيءَ رحه) چيو مولوي رومي فرمايو آهي:

هنديان را اصطلاح هند مدح
سنديان را اصطلاح سند مدح

مطلب ته هندستانين وٽ اصطلاح هند جي مدح جي لائق آهي ۽ ۽ سنڌين وٽ سنڌ جي اصطلاح بهتر آهي شافعي مذهب جي ڪتاب شرح بهجة ١- ۾ آيو آهي

---

١- هن ڪتاب جو پورو نالو البهجة الوردية آهي ۽ فقهه شافعي ۾ منظوم ڪتاب آهي. هن ۾ پنج هزار بيت آيل آهن هن جو ناظم ۽ مؤلف شيخ زين الدين عمر بن مظفر الوردي الشافعي آهي وفات ٧٤٩هه. اصل ۾ اهو ڪتاب هڪ ٻئي ڪتاب الحاوي الصغير في الفروع تاليف شيخ نجم الدين عبدالغفار قزويني شافعي وفات ٦٦٥هه کي. نظم ۾ آندو ويو آهي. هتي بهجة جي شرح جو حوالو ڏنو ويو آهي. هن جون گهڻيون ئي شرحون لکيون ويون آهن، پر هتي ڪنهن به شرح جو نالو نه ورتو ويو آهي. بهجة ڪتاب جو پهريون بيت هي ۽ آهي. قل الفقير عمر بن الوردي - الحمدالله اتم الورد. وڌيڪ ڏسو ڪشف الظنون ج ١ ڇاپو قديم ص ٢١٥-

تہ غزالي اها فتويٰ ڏني آهي تہ هڪ ماڻهو جيڪڏهن
اڪيلو نماز پڙهي ٿو تہ اهو خشوع ۽ حضور سان نماز
پڙهي ٿو ۽ جيڪڏهن اهو جماعت سان پڙهي ٿو تہ ڪيس
حضور هٿ نہ ٿو اچي تہ ان لاءِ جماعت ڇڏي اڪيلو
نماز پڙهڻ بهتر آهي. پورو تيو ڪلام غزالي جو. حديث
۾ آيو آهي تہ الله تعاليٰ اوهان جي دلين ڏانهن ڏسي ٿو.
امام غزالي ڪتاب احياء العلوم ۾ لکيو آهي تہ قاعدو
۽ اصل هيءُ آهي تہ دل کان فتويٰ ورتي وڃي. هن
ڳالهہ ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ الله تعاليٰ هميشه متڪلم
آهي، ڇو تہ هو جيئن پاڻ قديم آهي تيئن سندس ڪلام
بہ قديم آهي ۽ اهو دل جي رڳ کان ويڙيڪ ويجهو
آهي. (حبل الوريد هڪ شريان آهي جيڪا دل ۽ ڦڦڙن
جي وچ تي آهي اُها هير، هوا ۽ بخار جي ڪڍڻ لاءِ
ڪم ايندي آهي. خواجہ گل محمد رحہ).

الله تعاليٰ جي ڪلام پڙهڻ ۽ ان جي ويجهي ٿيڻ
جو حڪم آيل آهي. طريقي نقشبنديءَ جا بزرگ انهيءَ
قرب تي رهيا آهن، ان ۾ ذات احمدية جي پيروي آهي
۽ قرآن جو پڙهڻ ان جي پڙهڻ کان بهتر آهي، جيئن
ڪتاب اشباه انظائر ۾ ٢- آيو آهي. ڪلام خداوندي

---

٢- هي ڪتاب بحرالرائق جي مؤلف علامہ ابن نجيم
مصري وفات ٩٧٠ هہ جو فقهہ حنفيءَ ۾ لکيل آهي.
مخدوم عبدالواحد سنڌي سيوهاڻي وفات ١٢٢٤هہ ان تي
حاشيا لکيا آهن. مون وٽ مخدوم صاحب جي تحرير
سان اهو ڪتاب حاشين سميت موجود آهي.

قديم جو نفسي (حرف ۽ آواز کان پاڪ) آهي ان جو پڙهڻ لفظي ڪلام (قرآن) کان بهتر آهي. ان ڳالهه لاءِ نہ قرآن نظر کان اعليٰ آهي سند ۽ دليل الله تعاليٰ جو هيءَ قول آهي (ترجمو) اسان هر نبي کي رکيو سندس قوم جي زبان سان موڪليو آهي. (خواجہ گل محمد صاحب رحہ فرمائي ٿو تہ هن جو بيان اهو آهي تہ جڏهن خداتعاليٰ جو ڪلام قديم ۽ حرف ۽ آواز کان پاڪ آهي، ان ڪري هر پيغمبر ڪلام نفسيءَ کي پنهنجي قوم جي ٻولي ۾ بيان ڪيو آهي، جيئن هن آيت ۾ آهي، جي اهي هڪ حرف ۽ آواز جا پابند هجن ها تہ سڀ پيغمبر ڪلام الله کي هڪ ٻي ٻوليءَ ۾ بيان ڪن ها.

عالمن چيو آهي تہ جيستائين ڪنهن شيءِ کي سمجهيو نہ وڃي ايستائين ان جو لکڻ مناسب نہ آهي. پوءِ وحي (قرآن) جو روح اهڙي ماڻهو کي سمجهائڻ آهي جيڪو ان کي سمجهي (عربي، فارسي ۽ ڪنهن ٻي ٻوليءَ سان مقيد نہ آهي. خواجہ گل محمد رحہ). چوتہ الله جو ڪلام ان تي حجت ٿيندو جيڪو ان کي سمجهندو، هن ڪري جو ڪنهن شيءِ کان اڻ ڄاڻن تي ان شيءِ جي تڪليف نہ رکي آهي. ان ڪري عالمن چيو آهي تہ هر ڪنهن وٽ جيڪي هوندو ان جي ڪيس تڪليف ڏني ويندي، اهڙي شيءِ سان اهو مڪلف نہ ٿيو جيڪا الله وٽ آهي. پوءِ نجات وارو اهو ماڻهو

آهي، جنهن ان تي عمل ڪيو جنهن ڪي ان ڇانو ۽ ان کان سواءِ ڪنهن ٻئي علم سان مٿس حجت قائم نه ٿيندي. جيڪو عام نفعي وارو ۽ حجت آهي ان جي بيان ۾ مٿيون ڪلام ڪافي آهي (هن سان اهو به پڌرو ٿيو ته قرآن عربي ٻوليءَ ۾ منحصر نه آهي. خواجه گل محمد) ۽ اسان جو نبي عليه الصلواة والسلام سڀني ماڻهن ڏانهن موڪليل آهي. جنهن هن آيت ۾ اچي ٿو: وَمَآ اَرۡسَلۡنٰكَ الا كافة للناس ١- اسان توکي سڀني ماڻهن لاءِ موڪليو آهي. بلڪ سڀني جهانن لاءِ موڪليو ويو آهي، پاڻ جنن لاءِ به نبي آهن جيئن قرآن حڪيم ۾ اچي ٿو ٢- (ترجمو) ۽ جڏهن اسان توڏانهن جنن جي هڪ جماعت کي ڦيريو. (نباتات ۽ حيوانات به آنحضرت ﷺ جا تابعدار آهن ان لاءِ اهو دليل آهي جو انهن ٻنهي ۽ کان نبي صلي الله عليه وسلم جي حضور ۾ سجدو ڪرڻ ۽ تابعداري ڪرڻ آيو آهي، جيئن هڪ حديث ۾ آيو آهي ته آدم ۽ ان کان سواءِ ٻيا سڀ منهنجي جهنڊي جي هيٺان آهن ۽ اهو آءٌ فخر نه ٿو ڪيان. خواجه گل محمد)

جڏهن ته پاڻ سڀني جهانن ڏانهن موڪليل آهن تڏهن پاڻ سڀني زبانن کي ڳڌ ڪندڙ آهن ۽ پاڻ هر قوم لاءِ ان لباس ۾ ظاهر ٿين ٿا جنهن سان ڪيس سڃاڻن ۽ آنحضرت ﷺ

---

١- سورت السبا آيت - ٢٨

٢- اصل آيت هن طرح آهي:- واذ صرفنا اليك نفر امن الجن: سورة احقاف آيت ٢٩.

جو هر قوم وٽ ٿئون ناءُ آهي. اللهم صل علي محمد في الاجسام و علي روح محمد في الارواح و علي قبر محمد في القبور مطلب ته اي اسان جا الله! محمد جي بدن تي رحمت موڪل جو بدنن ۾ آهي ۽ محمد جي روح تي رحمت موڪل جو روحن ۾ آهي ۽ محمد جي قبر تي رحمت موڪل جو قبرن ۾ آهي.

(حافظ جو بيت آهي):

اورا بچشم پاڪ توان ديد چون هلال

هر جائي جلوه آن ماهپاره نيست

مطلب ته ان معشوق کي چند وانگر اهڙيءَ اک سان ڏسي سگهجي ٿو جيڪا بشري لاڳاپن کان پاڪ ۽ صاف آهي. جيڪا نظر آفاق (هن دنيا) جي ضمير مان گهيل آهي سا ان معشوق جو جلوو ڏسي نه ٿي سگهي.

خواجه صاحب جن فرمايو:- جيڪو پنهنجي دل ڏانهن پهتو سو مجتهد آهي. ان جو بيان هن طرح آهي ته انسان ۾ جيڪي ڇهه لطيفا رکيل آهن، جي هي آهن؛ نفس، قلب روح، سر، خفي، اخفيٰ. پين سينن مشائخن جو سير دل جي ظاهر تي آهي ۽ هنن (نقشبندي) بزرگن جو سير دل جي باطن ۽ اندر ۾ هوندو آهي ۽ اهي هن باطني سير ڪري بطون (دل جي گهرائي) ۾ پهچي ويندا آهن، پر ته دل جي دل (ندر) به لطائف تي مشتمل آهي، پر ”قلب قلب“ دل جي دل ۾ دائري جي سوڙهائي ڪري نفس ۽ اخفيٰ جا لطيفا نروار نه ٿيندا آهن، اهڙي

طرح ان جو حال آهي جيڪا ٽئين مرتبي ۾ آهي (يعني دل جي دل جي دل) پر اتي خفي لطيفو ظاهر نہ آهي اهوئي حال ان دل جو آهي جيڪا چوٿين درجي ۾ آهي پر ان ۾ سري لطيفو پڌرو نہ آهي ۽ پنجين درجي ۾ روح جو لطيفو ظاهر نہ ٿو ٿئي- اتي قلب (دل) کان سواء ڪابہ شئي نہ ٿي رهي.

هتي بيان جي لائق هيءَ ڳالهہ آهي تہ جيڪا بہ شئي عالم ڪبير ۾ آهي جو عرش جي مثان آهي- اها عالم صغير ۾ بہ جو انسان آهي. اجمالي طرح ظاهر آهي اهڙي طرح جيڪي انسان جي بدن ۾ آهي، دل ۾ بہ اجمالي طرح آهي اهڙي طرح دل جي دل ۾ جيڪا شئي اجمالي طرح روشن آهي سا اجمالي طرح ان دل ۾ آهي، جيڪا ٽئين درجي ۾ آهي. اجمال ۽ تفصيل کان ۾ اهڙي طرح ان دل ۾ جيڪا پنجين درجي ۾ آهي، ڇو تہ جيڪي اڳين دلين ۾ هو سو سڀ هن دل ۾ آهي، پر هن ۾ گهڻو اجمال آهي، جيئن اها وسعت هوندي تنگي رکي ٿي ئي ڪابہ مخلوق اڻين نہ آهي ۽ اها دل الله تعاليٰ سان ٻين سڀني شين کان وڌيڪ مناسبت رکي ٿي، جڏهن پوري معرفت وارو سالڪ هن مقام تي پهچندو تہ هو ساري جهان لاءِ دل ٿي پوندو- انکان پوء اقطاب، ابدال، اوتاد افراد، آحاد ۽ ٻيا سڀ اولياء ان جي ولايت واري دائري جي هيٺان آهن ۽ اها دولت ان جي مراد سان مخصوص آهي، ۽ ان دولت جو همت اهڙن وڏيڪ ڪامل ٿڏهن

آهي جذهن اگ ۾ سلوڪ، جذبو، فنا ۽ بقا جا مرتبا هٿ اچن.

هن ڪلام ۽ تحقيق جو خلاصو اهو نڪتو ته جيڪو هن وڏي ولايت تي جو دل جو وصول آهي پهچندو ته اهو مجتهد آهي، پوءِ اهڙي مجتهد تي انهن شين جي پيروي نه آهي جنڪي مجتهدن پنهنجي فڪر ۽ گمان سان گڏ ڪيو آهي ۽ اهڙي انسان جي پنهنجي مرشد سان ڪن ٿوري جزئي ڳالهين ۾ مخالفت ڪي خلاف نه ڇٽو (جيئن حضرت خواجه نقشبند) ڏاڍيان ذڪر ڪرڻ ۾ پنهنجي پير سيد مير ڪلال جي مخالفت ڪئي هئي. بلڪ اها مخالفت ته مرشد جي ان تلقين جو مقصد آهي جا ان پنهنجي مريد کي ڪئي هئي. پوءِ جيڪو اهڙي تقليد ۽ پيروي ۾ رهيو ته اهو بيمار پٽ وانگر پنهنجي پيءُ تي بار آهي. (مطلب ته جيڪو پيرويءَ ۾ رهيو ۽ اجتهاد جي درجي کي نه پهتو ته اهو پنهنجي پيءُ يعني اجتهاد واري تي ايئن بار آهي جيئن بيمار پٽ هجي ته ان جو بار سندس پيءُ جي ڪردن تي آهي. خواجه گل محمد) خواجه صاحب جن فرمايو:- موڪل ڏيڻ ۽ روڪڻ جي ڪسوٽي ڪمال واري انسان جي دل واري فتويٰ تي آهي. جي اها ڪنهن ڀاسي (ڪم ڪرڻ) تي بيهي وڃي ته ان ڪم کي خدا پاڪ طرفان مامور ڄاڻي گهرجي پر جي دل واري جو دلي لاڙو ڪم جي نه ڪرڻ ڏانهن هجي ته اها ڪم کان روڪ يا منع آهي.

مون (ڳرھوڙيءَ) رحہ چيو: حديث ۾ آيو آھي تہ سچ دل جو آرام آھي- ۽ ھي حديث آھي تون پنھنجي دل کان فتويٰ وٺ جيتوڻيڪ توکي (ڀلا) مفتي فتوائون ڏين. ھڪ ٻي حديث ۾ آھي گناہ اھو آھي جيڪو دل ۾ کٽڪي.

خواجہ صاحب جن فرمايو: جيڪو ضرورت آھر بک کي ٽارڻ لاءِ کاڌو کائي، وڌيڪ نہ کائي تہ انکي طبيبن وٽ ڪوبہ کاڌو نقصان نہ پھچائيندو.

خواجہ صاحب جن فرمايو:- حقيقي معشوق رات جو ملندڙ آھي، اھو رات ۾ تو وٽ اھڙي ھنڌ کان ايندو جو تون ڪيس نہ ڏسندين!

مون (ڳروھڙي) چيو: الله تعاليٰ فرمايو آھي. (ترجمو) انھن وٽ الله ايندو اھڙي جاءِ کان جنھن جو کين گمان ئي نہ ھوندو.

خواجہ صاحب فرمايو:- ڪابہ شيءِ جيڪا ڪنھن جي ھٿ ۾ آھي سا ھڏائي تي نہ اھا ان جي ملڪيت آھي، ھر پوءِ ان مان جيڪي توکي سوال ۽ گھرڻ کان سواءِ ڏني وڃي تہ اھا حلال آھي، ان بابت پڇا ڳاڇا جي ضرورت نہ آھي، حلال و حرام بابت سختيءَ سان ڇا ڪرڻ سنت نبويءَ جي پيروي کان ٻاھر نڪرڻ آھي.

بيشڪ دين ۾ آسائي آھي ۽ دين جي پيروي آسان آھي. آئون چوان ٿو تہ دين نالو آھي علم ۽ ادراڪ ڪندڙ نفس جي سنڀال رکڻ ۽ ان جي خيرخواھي ڪرڻ

حا هي آهي ته نفس کي سندس ڪر تائين پهچائي اهو ڪم آهي الله جي معرفت ۽ سڃاڻ ۽ ان سان الفت ۽ انس رکڻ ۽ صالحن جي مشهور پنج لطيفن، نفسي، آبي، بادي، آتشي ۽ خاڪي ۽ حسي قاعدن کي ڄاڻڻ، هن جو بيان تفصيل سان مٿي گذري آيو آهي. شرعي حڪم جي معنيٰ رکڻ اها آهي ته عالم خلق جي انهن لطيفن کي ياد ڪرڻ واجب ڄاتو وڃي ۽ انهن لطيفن ۾ ڪنهن عبادت، ڪم ڪار ۽ عقوبت ڪرڻ سان خلل وجهڻ کي حرام ڄاڻجي. جڏهن الله جي هن عرفان ۽ عالم خلق جي لطيفن جي فنا ۽ بقا کي سڃاتو ته تون فقيه ۽ سمجهه جو صاحب آهين! ۽ تون مقبول ۽ مقبول روايت (سچ ۽ ڪوڙ) جو سمجهندڙ آهين. جيئن شاعر تو چئي:-

خذ والغايات واحذف مباديها.

مطلب ته تون ڪم (الله جي عرفان) جي نهايتن کي وٺ ۽ ان کان اڳ وارن ڪمن کي ڇڏي ڏي. اهي اڳيان ڪم آهن الله پاڪ کان سواء ڪنهن ٻئي پاسي لاڙو رکڻ.

هن علم ۽ ڄاڻ کان اڳ جيڪو فتويٰ ڏيندڙ هوندو سو اوس خطا ڪندو. مختصر ڪرڻ گهڻي بيان ڪرڻ کان بهتر آهي ۽ ڪلمه طيبه (لااله‌الاالله) شريعت، طريقت ۽ حقيقت کي گڏ ڪندڙ آهي. (مطلب ته ٽنهي کي شامل ڪندڙ آهي) ۽ جيڪو ٿورو هجي ۽ پورائو ڪري سو ان کان بهتر آهي جيڪو گهڻو هجي ۽ راند رونڊ

۾ اڇلائي. پوءِ جنهن ماڻهوءَ کي ڪنهن ڪم مان قوت گذران هٿ آيو ته ان جي ڪنهن ٻي ڪمائي لاءِ ڪوشش ڪرڻ اصل جي دوستيءَ کان ٻاهر ۽ طالبن جي مشرب ۽ روش کان ٻاهر نڪرڻ آهي. ڇو ته اهي طالب مقصد تي اڪتفا ڪرڻ کي پسند ڪندا آهن، پوءِ اهي مقصد کيئن به هٿ اچن، ان ڪري سندن نظر ڪم جي پوري ڪرڻ ڏانهن هوندي آهي تو ڙيڪ اهو ڪم ڊوندي خور ٻالپشاهين کان پورو ڇو نه ٿئي.

آئون (گرهوڙي رحم) چوان ٿو ته هن جي شرح ڪتاب جي منڍ ۾ گذري چڪي آهي.

بيت:- الايا صاحب تيز بوراديها

خذالغايات واحذف مباديها

(ترجمو) اي هستيءَ جي ڳولا ۾ وادين اندر سير ڪندڙ- وصول جي نهايتن کي وٺ ۽ ان جي ابتدائي شين کي ڇڏي ڏي! پوءِ تون پيدا ڪرڻ ۽ سمجهائڻ کي ڏس، انهن جي صورتن ڏانهن نگاهه نه ڪر! (اهي صورتون وجود ۽ سمجهه آهن) ڇو ته تحقيق حقيقت، صورت کان ٻاهر آهي.

**خواجه صاحب جي ٻولن مان:-** شفا ۽ تندرستي فقر جو نالو آهي. مطلب ته دل جي مرض کان ڇوٽڪارو هن ۾ آهي ته درويشيءَ کان سواءِ دل ۾ ٻيو ڪجهه به نه رکي. ڇو ته درويشيءَ کان سواءِ ٻيو جيڪي آهي، سو دل لاءِ بيماري آهي جا غفلت آهي.

فقير جي عادت اها آهي ته جيڪي خدا پاڪ کيس
ڏياري ان کي رد نه ڪري ۽ جيڪي نه مليس ان لاءِ
ڪوشش نه ڪري.

اڄ (گرهوڙي رحه) چوان ٿو ته حقيقي درويشي هن جو نالو آهي
ته دل جو لاڳاپو سدائين نعمت ڪندڙ سان هجي ، نعمت
سان نه هجي. ٻيو ته جيڪڏهن ظاهري فقيري ۽ سان حقيقي
درويشي به گڏ ٿي وڃي ته اهو وڏو ڪمال آهي. اهڙي
طرح حضرت مجدد رحه جي مڪتوبات ۾ آيل آهي.

خواجه صاحب جي فرمائڻ مان :- رسالت ۽
نبوت هڪ قيد ۽ تعين آهي. (تعين جي اپٽار مقدمي ۾
گذري چڪي آهي. خواجه گل محمد)

فقير چئبو آهي (الله ڏانهن سير ڪندي) وجوب
جي قيدن کي ڇڏي ڏيڻ. انهن مرتبن کي ڇڏڻ هڪ
اهڙي شيءِ آهي جو ان کان ڪابه شيءِ وڏيڪ پڌري،
آسان، ڳجهي ۽ مشڪل نه آهي. هن جو لاڳاپو پڌري
۽ ڳجهي هجڻ ۾ رڳو دل ۽ علم سان هوندو آهي.
(مطلب ته جيڪڏهن دل ۽ علم جي قابليت هوندي ته
آسان آهي ۽ قابليت کانسواءِ اهي ٻئي اوکا آهن.

جيئن سعدي چئي ٿو:-

فهم سخن گر نکند مستمع
قوت طبع از متکلم مجوئي

ٻڌندڙ ۾ جيڪڏهن سمجهڻ جي لياقت نه آهي ته
ڳالهائيندڙ کان طبيعت جي توانائي ۽ قوت جي اميد نه رک!

خواجه صاحب ڏن فرمايو: بتن جي پوڄا ڪي
چڏڻ بابت قرآن حڪيم ۾ جيڪي احڪام آيل آهن انهن
تي جيڪڏهن بتن جو چڏڻ خدا ڪارڻ نه ٿيو ته بتن
جو اهو ڇڏڻ بت پرستيءَ وانگر آهي.

آڏون (گرهوڙي رحه) چوان ٿو ته اصول ۾ آهي ته ظاهر توڙي
باطن جي عالمن وٽ جيڪا عبادت خالص الله لاءِ نه
هجي ان ۾ ملامت بجڙائي ۽ عذاب ورتل آهي.

خواجه صاحب، مثنويءَ جو هيءُ بيت فرمايو:-

صد هزاران کيميا حق آفريد

کيميائي همچو صبر کس نديد

الله پاڪ لکين ڪيميا پيدا ڪئي، پر صبر جهڙي
ڪنهن به ڪيميا نه ڏٺي.

ڪنهن والي، پنهنجي مريد کي توجه ڪندي هيءُ
بيت پڙهيو:-

رو قناعت گزين که در عالم

کيميائي به از قناعت نيست

مطلب ته اي طالب جهان ۾ وڃ، قناعت کي اختيار
ڪر، ڇوته ساري جهان ۾ قناعت ۽ توڪل کان وڌيڪ
ڪابه ڪيميا نه آهي.

عالمن چيو آهي ته جيڪا روزي ۽ رزق خدا پاڪ
ان لاءِ مقصد ڪيو آهي ان تي راضي رهڻ قناعت آهي.

حافظ (شيرازي) چئو آهي:

ما آبروئي فقرو قناعت نمي کنيم
با بادشه بگو که روزي مقدراست

اسان درويش آهيون فقر ۽ قناعت جي عزت کي گهٽ نه ٿا ڪيون. بادشاه کي چئو ته اسان جو روزي ڏني ۽ جي گهر تي بدل آهي.

خواجه صاحب، مولوي رومي ۽ جو هي ۽ بيت پڙهيو:-

گفت گوئي عاشقان در کار رب
جوشش عشق است ني ترک ادب

مطلب ته پالڻهار جي ڪم ۾ عاشقن جو سوال ۽ جواب، عشق جي جوش کان آهي اهو ادب ڇڏڻ ڪري نه آهي.

اڌون چوان ٿو ته هي ۽ ڳالهه مشهور آهي ته سلوڪ، ڪلام سمجهڻ ۾ غور ڪرڻ جو نالو آهي ۽ شاگرد کي مرشد جي آڏو مات ڪرڻي آهي ۽ متئين بيت جو مطلب اهو وٺبو ته جيڪو حال جو صاحب نه هوندو ته ان کي مرشد جي آڏو مات ڪري وڃڻو آهي.

ابن فارض (صوفي شاعر) فرمايو آهي:-

أَدِرْ ذِكْرَ مَنْ أَهْوَى وَلَوْ بِمَلَامِ
فَإِنَّ أَحَادِيثَ الْحَبِيبِ مُدَامُ

فَلِي ذِكْرُهَا يَحْلُو عَلَى كُلِّ صِيغَةٍ
وَإِنْ نَرْجُوهُ عِزَّ الِي بِخِصَامِ

حضرت خواجه صاحب جن فرمايو:- اعليٰ مقصود عدم (نه هجڻ) ۾ آهي ۽ ماڻهو وري وجود جي گهر تا ڪن ۽ اصل ۾ بهشت ذات خداوندي آهي، تڏهن توڪي ان جا حجاب ۽ پردا ڦاڙهڻ گهرجن جنهن جي هي صورت آهي ته (اٺن صفتن: سمع، بصر، علم، قدرت، تڪلم، مريد، حيٌّ ۽ تڪوين مان) ڪنهن به صفت جو ملاحظو نه ڪر ۽ نڪي انهن جي گهر ڪر. هائو، جيڪو ليليٰ کي ياد ڪري ۾ ڪندو، ان ڪان ليليٰ جا وار ۽ ننهن مخفي ۽ اوجهل نه رهندا. (مطلب ته معشوق حقيقي الله جي ذات آهي جيڪو ان کي هٿ ڪندو ان کان سندس اٺ صفتون به ڳجهيون نه رهنديون.) خواجه گل محمد رحه.

مون (گروهڙي) چيو:- هن مطلب کي ته ذات صفت جي ملاحظي کان سواء گهرجي. هي بيت چٽو ڪري ٿو:-

حب تا مطلق بنا شد قيد تست
چون شود مطلق دو عالم صيد تست

مطلب ته محبت جيستائين مطلق نه هوندي (جنهن ۾ صفتن کان سواء رڳو ذات جو خيال نه هوندو) ته اها تولاء قيد آهي. جڏهن اها محبت مطلق ٿيندي جنهن ۾ فقط ذات جو خيال هوندو) تڏهن ٻئي جهان تولاء شڪار آهن.

حضرت خواجه صاحب جن فرمايو:- شاهد ۽ سفارش ڪندڙ ۾ وڏو فرق آهي، جو ته انهن مان هڪڙي

(سفارش ڪندڙ معاني گھرندڙ آهي ۽ بيو (شاهد) جيڪي جاڻي ٿو ان جي خبر ڏيندڙ آهي.

مون (گروهڙي) چيو:- مولوي رومي فرمايو آهي.

حق همي خواهد ڪه تو شاهد شوي

غرض رابگذاري وشاهد شوي.

خدا تعالى گھري ٿو ته تون شاهد (حاضر) ٿي، نفس جي غرض کي ڇڏي شاهد (ڏسندڙ) ٿي! برهان الفقه ڪتاب ۾ آهي ته شفيع (سفارش ڪندڙ) گنهگار کي فرمانبردار سان ڳنڍيندو آهي، مطلب ته جيئن فرمانبردار لاء ڇوٽڪارو آهي، گنهگار کي به شفاعت سان ڇوٽڪارو ملي ٿو ۽ هي ڳالهه مخفي نه آهي ته تحقيق ٻنهي ۾ فرمانبردار يا مشهور ۽ شفاعت کي ڪندڙ رسم ۽ عادت ڪري ٻن مخالفن ۽ ضدن کي گڏ ڪندڙ آهي ۽ ان ڳالهه جو سمجھڻ ان جي اهل لاء آسان آهي.

حضرت خواجه صاحب جڏهن قرائت کي پڙهندي فرمايو:- اِنَّمَا يَخْشَى اللهَ مِنْ عِبَادِهِ الْعُلَمَاءُ خدا تعالى پنهنجي ٻانهن مان رکو (ظاهر پرست) عالمن کان ڊڄندو آهي ۽ انهيءَ ڪري عارفن ظاهري علم کي وڏو حجاب جو ناهو ڏٺو آهي (ڇو ته هي خدا تعالى تي ڪوڙ گھڙيندا آهن) خواجه گل محمد رحه.

مون (گروهڙي) رحه چيو ته حضرت پير خواجه صاحب تي الله جي رحمت هجي، ان هتي آيت جي توجيه غير مشهور قرائت تي فرمائي آهي با هي ٿي

ته "الاه" کي پيش ۽ "العلماء" کي زبر ڏني وڃي (جيتوڻيڪ مشهور قراءت حفص جي آهي. ان ۾ لفظ "الله" کي زبر ۽ "العماء" کي پيش پڙهيو ويندو ان وقت معني هن طرح ٿيندي. الله کان رڳو عالم (رباني) ڊپ ڊڄندا آهن.) خواجه گل محمد رح.

انهن قراءتن جو خلاصو اهو آهي ته علم سان خوف پيدا ٿيندو آهي يا ان کان خوف ڪيو وڃي ٿو

تنهنڪري اي سالڪ تون ايمان ۾ ظلم (حد وڌڻ) کان سواءِ رهه! ڇو ته قرآن جي نص مطابق امن رڳو انهيءَ (ايمان) ۾ آهي ظلم کانسواءِ ايمان جو مطلب اهو آهي ڪو به شرڪ لڪل يا پڌرو نه ڪيو وڃي جيئن حديث نبويءَ ۾ آيو آهي. سيوطيءَ جي تفسير در منثور ۾ آيو آهي ته الله سان شرڪ ڪرڻ جو اهو مطلب آهي ته تون خدا جي غير سان محبت رکين!

حضرت خواجه صاحب جن فرمايو:- جنهن ماڻهوءَ ۾ (الله سان) محبت نه آهي ان ۾ ايمان نه آهي، جنهن ماڻهوءَ ۾ (خدا جي) پيروي نه آهي، جو ذڪر ڪنهن به ڪم جو نه آهي.

مون (گروهڙي صاحب) چيو: مولوي (رومي) فرمايو آهي:-

امر راؤ نهی را می بیــن مدام،
نی قبول اندیش نی رویءَ غلام.
امــر حق راکــی شنا بد هــر ولی،
امــر حــق رابـاز جــواز و اصلی.

مطلب ته خدا جي پيروي اها آهي جو هميشه خدا پاڪ جي امر ۽ نهيءَ کي ڏسندو رهي! ڪنهن به قبول ٿيڻ يا رد ٿيڻ جو ڪو خيال نه ڪري! پر خدا جي حڪم جو تابعدار ٿيڻ گهرجي الله جي امر کي هر ڪو ولي نه سڃاڻندو آهي. الله جي حڪم کي واصل بالله وٽ ڳولا ڪري!

حضرت خواجه صاحب جن فرمايو:- جيڪا شيءِ ڏني ۽ ڇاتي وڃي سا انڪار جي لائق آهي. جيئن مولوي رومي فرمائي ٿو:-

آنچه در اندیشه ناید آن خدا است.

جيڪا شيءِ خيال ۾ سمائجي نه سگهي سا خدا آهي. هن بيت جي پهرئين مصراع هن طرح آهي:-

هر چه اندیشه پذیرائی فنا است.

مطلب ته جيڪا شيءِ خيال ۾ اچي سا فنا ٿيندڙ آهي. نفي ۽ اثبات جي وات جو بيان جنهن کي وقوف عددي چون سو هن طرح آهي ته مراقبي ۾ ويهي دم کي دُنَ جي هيٺان بند ڪري ۽ لفظ "لا" کي دُن جي هيٺان ڇڪي مٿي جي چوٽيءَ تائين پاڪ عرش تائين پهچائي ۽ "الا الله" کي سڄي ڪلهي کان صنوبري دل جيڪا کٻي پاسي ۾ آهي ضرب هڻي. هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ ڏانهن، خيالي جي، ان ۾ بدن جي عضون کي چرپر نه ڏجي جيستائين دم روڪي سگهجي. ذڪر ڪندو رهي پر دم ۾ اڪي جو خيال رکي. هن ڪلمي جي معنيٰ ۾ شروع ۾ ائين خيال ڪري ته "مقصود الا الله" کان سواءِ

ڪابہ شيءِ موجود نہ آهي جو خيال ڪري ۽ حال جي
پڇاڙيءَ ۾ ائين چائي تہ "لا معبود الا الله" الله کان سواءِ
ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي.

جتي طالبن لاءِ نفي ضروري هوندي آهي اها
"ولايت صغريٰ" نندي ولايت آهي جيڪا عالم امر جي
لطيفن جي درجن کي پار ڪرڻ کان پوءِ هٿ ايندي
آهي، جيتوڻيڪ کي لطيفا فن ۽ بقا جي دولت کي
هٿ نہ ڪندا آهن ۽ جڏهن سالڪ طريقي جي ڪفر
واري مقام کان پار پوندو ۽ اطمينان مائيندو تہ ان کي
"ولايت ڪبريٰ" هٿ ايندي تہ ان کي نفي جي حاجت
نہ ٿيندي، پر ولايت صغريٰ کان اڳ، جيڪڏهن "سلطان
الذڪر" کان پوءِ جيڪو نالو آهي ساري بدن ۾ اها
ذڪر ڪرڻ جو، نفي ڪندو تہ ان لاءِ افضل آهي، پر
جيڪڏهن ڪنهن کي قلبي ذڪر جاءِ نہ وٺي تہ طريقت
جا مشائخ ان کي قلبي ذڪر جو حڪم ڪندا آهن.
(خواجہ گل محمد)

پوءِ جيترو "لا" جو ڪلمو گهڻو اچاربو تہ اوترو
دل جي صفائي ۽ الٰهي لقاءِ (ديدار) هٿ ايندو ڇو تہ
نفي ڪرڻ (جيڪا لفظ "لا" جي معنيٰ آهي) دل لاءِ
صيقل ۽ صاف ڪندڙ آهي. غير الله جي آلودگيس ۽ ميراڻ
کان جن کي رنگ ۽ قيد سڏيو وڃي ٿو. توڙي اهي رنگ
۽ قيد ذاتي ڇو نہ هجن پر تڏهن بہ اهي نفي سان منفي
ٿي ويندا. ڇو تہ جا بہ شيءِ تجاي ڪندي پڌري ٿيندي

ته اها هڪ پاڇو آهي. ان جو انڪار ڪيو وڃي، ڇو ته طالب جو مقصود پردن ۽ پاڇن جو انڪار ڪرڻ آهي ته جيئن نفي سان پڌرو وصول هٿ اچي ۽ اهو پڌرو وصل صفتن کي ڇڏي خدا جي ذات تائين پهچڻ آهي ۽ اهو ممڪن يلڪه وقوع ۾ ايندڙ آهي، جيئن سعدي چيو آهي ته:-

معشوق منست آنکه بنزديک تو زشت ست

منهنجو معشوق صفتن کان سواء اها ذات آهي جا (اي ڪثرت جا ڳولائو) تو وٽ خراب آهي.

خواجه صاحب فرمايو:- نفي (غير الله جي ڪٽ کان) صيقل ۽ صاف ڪندڙ آهي. جيئن جامي چيو آهي:- بيت:

تا بجاروب ''لا'' نروبي راه،

نه رسي در سراء الا الله

مطلب ته جيستائين ''لاالا'' جي ٻهاري سان دل کي غير الله جي غبار کان صاف نه ڪندين ايستائين ''الا الله'' جي سرائي ۾ (جا خالص احديت آهي) نه پهچندين.

مون (گروهڙي) چيو:- ڪشف المحجوب (١) ڪتاب ۾ آهي ته سالڪن وٽ نفي ان کي چيو وڃي ٿو جو معنيٰ کي ثابت ڪري دعويٰ جو انڪار ڪرڻ ۽ حادث (انسان) جي اختيار جو انڪار ڪري قديم (خدا تعاليٰ)

---

(١) سيد علي بن عثمان هجويري عرف داتا گنج بخش لاهوري وفات ٤٦٥هه جو تصوف ۾ ڪتاب آهي، فارسي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي.

جي اختيار کي ثابت ڪرڻ. مولوي جامي ۽ جي ڪتاب "سلسلة الذهب" (١) ۾ آهي ته دعويٰ (جنهن جو بيان اڳ آيو) جو انڪار نالو آهي انانيت (پنهنجي وهمي خوديءَ) جي انڪار جو. ڪشف ڪتاب ۾ آيو آهي: بانهي جي انانيت (۽ خودي) وهمي آهي، ۽ حق جي خودي يقيني آهي. مولوي رومي فرمايو آهي.

اين انا حاجب شده آن انا،
آن انا کي ڪشف گردد بي فنا.
عاشق و معشوق تو هم ذات تواست،
والي برونيها همه آفاق تو است

مطلب ته هيءَ انا ۽ خودي جيڪا وهمي آهي سا ان قديم خوديءَ لاءِ حجاب آهي جا الله تعاليٰ لاءِ آهي. اها خودي جا خدا پاڪ لاءِ آهي ان جو قرب هن انساني خوديءَ جي فنا کان سواءِ ڪيئن هٿ ايندو؟ عاشق ۽ معشوق ٻئي تنهنجي ذات خداوندي آهي ۽ ٻاهريون شيون سڀ تنهنجي لاءِ پردو آهن.

حديقة السنائي (٢) ڪتاب ۾ آهي: بيت

---

(١) نالو عبدالرحمان جامي ٨٩٨ هه ۾ وفات ڪيائين.

(٢) هن ڪتاب جو اصلي نالو حديقة الحقيقة ۽ سنائي جو نالو مجدود بن آدم سنائي غزنوي آهي. ولادت ٤٧٣ وفات ٥٤٥ هه.

حاضر انکه شوی کنه در جا من،
حاضر دل شوی نه حاضر تن.
دین نیابي گرت غم بدن است،
زانکه کابین دین طلاق تن است.

تون تڏهين حاضر ٿيندين جو منهنجي وصول واري جاءِ ۾ دل سان حاضر ٿيندين، بدن سان حاضر نه ٿيندين جيڪڏهن توکي بدن جو غم ۽ گهٽتي هوندي ته، تون دين کي نه لهندين ڇو ته دين جو ڪابينو بدن کي طلاق ڏيڻ (۽ فنائيت) آهي.

صائب (١) چيو آهي:-

نیست غیراز چار دیوار وجودي آدمي،
آنکه هم گنج است هم مارست هم ويرانئه

انسان چئن عنصرن کانسواءِ ڪجهه نه آهي. هو خزانو به آهي، نانگ به آهي ۽ ويرانو به آهي. نفي ۽ اثبات بابت جيڪو مٿي بيان ڪيو ويو سو ان جي شرح ۾ ڪافي آهي.

هن بيان جو خلاصو اهو آهي ته ذات خداوندي نفي ڪرڻ سان منفي نه ٿيندي آهي ۽ نڪي اثبات سان ثابت

---

(١) هن جو نالو محمدعلي ۽ صائب تخلص آهي. ١٠١٠ هه ۾ اصفهان ۾ پيدا ٿيو. وفات ١٠٨٠هه ۾ اصفهان ۾ دفن ٿيو.

ٿيندي آهي ڇو ته انهي ذات ۾ نفي ۽ اثبات جي ڪا به تميز نه آهي جيئن مڪتوبات احمدي (امام رباني) ۾ آيو آهي. هن مسڪين جو هڪ بيت آهي:-

محال است حڪم بذات اي عزيز،

مگر چون بودهي بگردد تميز.

مطلب ته اي پيارا نفي ۽ اثبات سان ذات خداوندي ۽ تي حڪم مشڪل آهي ها اهڙي نموني حڪم (ٿيندو) جو ذات، صفتن کان تميز رکندڙ هجي.

حضرت خواجه صاحب جن فرمايو:- روح لاءِ ڪا اهڙي صورت نه آهي جو ان سان گرفتار ٿئي، پر ان لاءِ سڀ صورتون آهن، هو انهن مان ڪنهن به صورت ۾ ظاهر ۽ پڌرو ٿي سگهي ٿو. هتان روح جو گهڻن بدنن ۾ تناسخ معلوم نه ٿو ٿئي پر روح جيڪو "عالم امر" جي شيءِ آهي اهو سگهه رکي ٿو جو ڪنهن به صورت ۾ جيئن گهري (متمثل) صورت وٺي سگهي ٿو جيئن پاڻ ان جو بيان ڪندا. تڏهن قبر وارن جي نماز جو انڪار نه ٿو ڪري سگهي ۽ نڪي انڪار لاءِ ڪو دليل آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي. (ترجمو) ان زمين مان اوهان کي پيدا ڪيوسين ۽ انهيءَ زمين ڏانهن اوهان کي موٽائيندا سون ۽ انهيءَ زمين مان اوهان کي ڪيڊنداسون.

جنهن اهو چيو آهي ته روح هر حالت ۾ بدن کان مجرد آهي ان تي اهو اعتراض اچي ٿو ته انسان کي

درد ۽ مصيبتون پهچنديون آهن، جيڪڏهن انسان جي روح جو بدن سان ڪو تعلق ۽ لاڳاپو نہ هجي ها تہ ان کي ايذاء ۽ تڪليف نہ پهچي ها (جيئن مرڻ کانپوءِ بدن کي ايذاء نہ ٿيندو آهي)

مون (گروهڙي رحہ) چيو تہ مڪاتيب احمدي (مڪتوبات امام رباني رحہ) ۾ آهي تہ جڏهن روح بدن کان خلاصي لهندو آهي تہ بدن جو درد ان لاءِ لذت هوندو آهي. مولوي فرمايو آهي:-

آنچہ عين لطف باشد بر عوام،
قهر شد بر عشق کيشان کرام.

جا شيءِ عام مخلوق لاءِ مزي جو ڪارڻ آهي (جيئن جي بدن سان وابستگي) سا برگزيده عاشقن لاءِ قهر جو ڪارڻ آهي. (اهي فنا سان روح جي بدن کان خلاصي گهرندا آهن. هن ڳالهہ کي سمجهڻ کپي. ڪشف ڪتاب ۾ آهي.

پر تو حق گرنبودي در وجود،
آب و گل را کي ملک کردي سجود.

مطلب تہ جيڪڏهن انسان جي وجود تي، حق تعاليٰ جو اولڙو (تجلي) نہ پئي ها تہ چڙو پاڻي ۽ مٽي جنهن مان انسان جڙيو آهي تنهن کي ملائڪ ڪيئن سجدو ۽ سلام ڪن ها.

جان بامیر ایزد آمد در وجود،
در عبارت بیش زین نتوان نمود.
عارفانرا حیرت است ازدی بسی،
زانکه نشناسند تحقیقش کسی.

روح خدا جي حڪم سان وجود ۾ آيو آهي. عبادت ۾ ان کان وڌيڪ چئي نه ٿو سگهجي. عارفن کي روح جي پيدائش کان گهڻي حيرت آهي، ڇو ته روح کي تحقيقي طور ڪنهن نه سڃاتو آهي. روح دل جي اکين کان سواءِ سڃاڻڻ ۾ اچي ٿي نه ٿو.

حضرت خواجه صاحب جن فرمايو:- مخلوقات جو جوهر انسان آهي ۽ جهان پاڻ روشن نه آهي پر انسان ڪري روشن آهي.

بيت:- نه خدا گويمت اي دوست نه حور و نه پري
اين همه بر تو حجابند تو چيزي دگري

"خدا جو لفظ جيتوڻيڪ حق تعالیٰ جو اسم آهي پر لفظ جي خيال کان حادث آهي ۽ خدا جي ذات قديم ۽ اسماء شيون ۽ اعتبار کان پاڪ آهي ان ڪري شاعر چئي ٿو ته توتي خدا جو لفظ نه ڳالهائيندس ۽ نڪي توکي حور ۽ پري چوندس. اهي سڀوئي وصفون تولاءِ حجاب آهن تون ڪا ٻي شيءِ آهين جو انهن سڀني کان پاڪ آهين. (خواجه گل محمد).

جوهر اهو آهي جو شيء کان مقصود هوندو آهي ۽ جسميت ان جوهر سان بيٺل آهي. ان ڪري جسم کي به جوهر يا ان کان وڌيڪ نه چئبو جيئن ڪن ماڻهن اهو گمان ڪيو آهي (١) ۽ انسان جي غير کي به نه آهي ڇو نه اهو انسان جو غير انسان جون موجون آهن. (جيڪي اهڙي وچن واريون شيون آهن). باقي ذات مقدس اها جوهر ۽ جسم بنهي کان ٻاهر ۽ پاڪ آهي. اها انسان جي علم ۽ ذهن ۾ اچڻ واري نه آهي. الله کي پاڻ الاه ئي سڃاڻي ٿو.

هيءَ جو خدا پاڪ کي وراء (ٻاهر) چئبو وڃي ٿو اهو ٻاهر هجڻ ويجهائي ڪري آهي، دوري ڪري نه آهي. ان کي سمجهو! ڇو ته دين ۾ (خدا پاڪ جي ويجهائي ڪري) آساني آهي (۽ سندس دوري ڪري) ان ۾ سختي ۽ مشڪل نه آهي.

مون (گروهڙي) ڇو ته مطلق دوستي (جا ڪنهن به ڪيفيت سان مقيد نه هجي) سا (ڪيفيت سان) مقيد دوستيءَ کان آسان آهي ۽ دين، دوستي مطلق جوڙي ناٿو آهي. عارف ابن فارض فرمايو آهي:-

---

(١) اهو متڪلم عالمن جو مذهب آهي ته جسم بن جوهرن يا ان کان وڌيڪ مان ٺهلو آهي. هن جي وڌيڪ تحقيق منهنجي ڪتاب مفيد الطلبه عربيءَ ۾ ڏسڻ گهرجي. غ - م - ق

مالي سوا روحي وباذل روحه،
فی حب من اهواه ليس بمسرف.

مونکي منهنجي روح کان سواءِ ڪجهه نه آهي، جنهن کي آئون دوست رکان ٿو ان جي محبت ۾ پنهنجي روح کي خرچ ڪندڙ "مسرف" (اجايو خرچ ڪندڙ) نه آهي.

جيڪڏهن تون پڇين ته روح کي خرچڻ (فدا ڪرڻ) جو مطلب ڇا آهي؟ اسان جواب ۾ چونداسين ته روح کي فدا ڪرڻ جي معنيٰ آهي نفس کي هن طرح پاڪ ڪرڻ ته پنهنجي محبوب کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي ياد نه ڪري، ڇو ته ياد ڪرڻ دوستيءَ جو فائدو آهي. پوءِ جنهن پنهنجي ذڪر کي خرچ ڪيو تنهن تحقيق پنهنجي روح کي خرچ ڪيو. الله تعاليٰ فرمايو آهي:- "واذکر ربک اذانسيت" (۱) جڏهن تون (پاڻ کي) وسارين ته پنهنجي پالڻهار کي ياد ڪر! حافظ فرمايو آهي:- بيت

نيست برلوح دلم جز الف قامت دوست،
چه ڪنم حرف دگر ياد نداد استادم.

منهنجي دل جي ڦرهيءَ تي دوست جي الف وانگر (سڌي) قد کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي. آئون ڇا

---

(۱) آيت ۲۴ سورت ڪهف.

ڪربان منهنجي (ازل واري) استاد مونکي ٻيو حرف ياد نه ڏياريو آهي.

چوندا ڳالهه ڪرڻ ۽ فڪر ڪرڻ (غير خدا کان) هٽائڻ محدثين جي هن قول جو مراد ۽ مطلب آهي ته بزرگيءَ جو مدار اميد کي ڪوتاهه رکڻ تي آهي ۽ عارفن جي هن قول جو به ساڳيو مطلب آهي: ذات (باري) تائين پهچڻ تڏهن ٿيندو جڏهن (غير خدا جي) اضافتن ۽ نسبتن کي ڪيرائبو اهوئي مطلب آهي عالمن جي هن ٻول جو ته بزرگيءَ جو بنياد حاجتن (دنيا جي ڪمن) کي گهٽائڻ تي آهي. مولوي رومي صاحب جي هن گفتار جو مطلب به دل کي روڪڻ آهي. بيت:- (١)

١- چشم را اي چاره جو در لا مکان،
هين بنه چون چشم کشته سوءِ جان.

٢- لا مکان مسکنت هر جا متن،
نزد عارف ابز بود حب الوطن.

٣- درزبان الله و در دل گاؤ خر،
اين چنين اذکار کي دارد اثر.

٤- اذکرو الله کار هر اوباش نيست،
ارجعي بر پاءِ هر قلاش نيست.

٥- از همه کار جهان پرداخته،
کو وکو ميگو بجان چون فاخته.

٦- گر گذاري انتظاري واصلي،
انتظارِ حق نہ ممکن ای ولی.

٧- از محبت تلخها شیرین شود،
از محبت مسها زرین شود.

٨- انتظار چیست محبوبت بتو،
لیک در بغداد می خواهي فتو.

٩- یک سبد نانی ترا بر فرق سر،
تو همی جوئی لب نان در بدر

١٠- غیر او جوئی ازان بینی جرح،
صبر کن الصبر مفتاح الفرح.

١١- گرز صورت بر شوید ای دوستان،
جنت است و گلستان در گلستان.

١٢- ای کمان و تیرها برساخته،
صید نزدیک تو دور انداخته.

١٣- آزمودم عقل دور اندیشه را،
بعدازان دیوانہ خوانم خویش را.

١٤- ویسه رامی- توهم ذات تست،
واین برونیها هم آفات تست.

١٥- دولت تو هم توباش ای مجتبیٰ،
تا نگردی وقت رحلت بی نوا

١- اي طالب! طلب جي اک کي لامکان ۾ رک! جيئن عشق ۾ ڪنل جي اک ساھ (معشوق حقيقي) ڏانهن هوندي آهي.

٢- تنهنجي رهڻ جي جاءِ لامڪان آهي، جيڪو تنهنجو اصلي وطن آهي. هر جاءِ ڏانهن لاڙو نہ رک! عارفن وٽ وطن سان محبت ان جو نالو آهي.

٣- زبان تي الله، الله هجي ۽ دل ۾ ڏاند ۽ ڳڌهہ جو خيال هجي، دل جي حضور کان سواءِ اهڙا ذڪر ڪهڙو فائدو ڏيندا.

٤- هيءَ جو قرآن مجيد ۾ آيو آهي تہ خدا کي ياد ڪريو! اهو هر ڪميڻي جو ڪم نہ آهي ۽ ساڳي وقت قرآن ۾ جو حڪم آهي تہ اي نفس! پنهنجي پالڻهار ڏانهن موٽ! اهو بہ سڀ ڪنهن جو ڪم نہ آهي جو ان طرح موٽ کائي.

٥- دنيا جي مڙني ڪمن کان فارغ ٿي قمري وانگر ڪٿي آهي چوندو رهہ! (مطلب تہ، ٻين ڪمن ڪارين کي ڇڏي خدا پاڪ جي طلب ڪندو رهہ!) خواجہ گل محمد.

جيڪڏهن تون انتظار ۽ اوسيئڙي کي ڇڏ ڀندين تہ تون واصل (ان وٽ پهچندڙ) آهين اي دوست! حق تعاليٰ جو انتظار ڪجي، ممڪن (غير خدا) جو انتظار نہ ڪجي.

٧- محبت ڪري ڪڙيون شيون بہ مٺيون ٿي پونديون آهن، محبت ڪري ٽامو بہ سون ٿي پوندو آهي.

٨- انتظار اهڙي شيءِ جو ڪجي جا تنهنجو حقيقي محبوب هجي، پر تون تہ شهرن يعني غير خدا ۾ ڳولا پيو ڪرين!

٩- ماڻهيءَ جو هڪ ڪارو (تنهنجو رزق) تنهنجي مٺي تي آهي، تون ورئي ٻاهر مانيءَ جو ڪپو ڳولي رهيو آهين!

١٠- تون خداتعاليٰ جي غير کي گهرين ٿو، ان ڪري توکي تڪليف پهچي رهي آهي. صبر ڪر، صبر سک جي چاٻي آهي.

١١- جيڪڏهن صورت جي قيد کان اي دوستو! ٻاهر ايندؤ ته پوءِ رکو بهشت آهي ۽ باغ ۾ باغ ٿي آهي.

١٢- اي ماڻهو! تو طلب جي تير ۽ ڪمان کي تيار رکيو آهي. شڪار تنهنجي پر ۾ آهي پر تون طلب جي تير کي پري اڇلايو آهي.

١٣- مون (معاش جي) عقل کي آزمايو آهي ته ويجهي کي ڇڏي پري جو فڪر ڪري ٿو، ان کان پوءِ آئون پاڻ کي چريو سڏيان ٿو. (جو ويجهي کي ڇڏي پري واري جي ڪڍ لڳو آهيان).

١٤- ويس (جو عاشق جو نالو آهي) ۽ رامي (جو معشوق جو نالو آهي) اهي ٻئي تنهنجي ذات جا تجلي ۽ اولڙو آهن. اهي ٻاهربون شيون جيڪي تنهنجي ذات جو غير آهن سي سڀ پنهنجون آفتون آهن.

١٥- اي ڇوتبديل! تون پنهنجو خزانو پاڻ آهين، متان هتان ڏي مهل بي سمر ٿئين!

گذريل تحقيق مان تو ڄاتي ورتو ته محبت ۽ دوستي ذات جو نالو آهي (جيڪا ذات سان محبت هجي) ۽ ڪنهن مُعيّن ۽ خاص شئي جي دوستي حقيقت ۾ زيادتي ۽ ناداني آهي. تڏهن حُبّ ۽ دوستيءَ کي دوست رکندڙ

هج! ۽ مقرر محبوب کي دوست رکندڙ نه هج! ته هين توحيد هن محبت مطلق ذات سواءِ ٻي ڪا شئي نه آهي.
مصراع:- هرڪجا مي نگرم روئي ترامي بينم. جيڏانهن تو نگاه ڪيان ته تنهنجي سونهن جو جلوو پسان ٿو. هن تحقيق جو ”ارشادالعباد الی المراد“ (ٻانهن کي سندن مراد ۽ مطلب جو ڏس ڏيڻ) نالو رکيو وڃي ته بهتر آهي.

خواجه صاحب جن، حافظ شيرازيؒ جو هي بيت پڙهيو:-

گوئي توفيق، سعادت درميان افگنده اند،
کس بميدان درنمي آمد سواران راچه شده.

سعادت ۽ سڀاڳ جي توفيق واري ڏيتي يا ٻال وچ ۾ اڇليو اٿن، ڪوبه طلب واري ميدان ۾ نه ٿو اچي سوارن (عاشقن) کي ڇا ٿيو آهي.

مون (گروهڙي) چيو:-

بيت:- هرگدائي مرد ميدان کي شود،
پشه آخر سليمان کي شود.

سڀ ڪو پينو طلب واري ميدان جو مرد ڪيئن ٿيندو؟ غير طالب جيڪو مڇر وانگر آهي سو طلب جو سليمان ڪيئن ٿيندو؟

پوءِ جيڪڏهن تو پڇين ته ميدان جي معني ڇا آهي؟ ته ان جي جواب ۾ چوندا سين ته ميدان جي معنیٰ آهي الله جي ياد ۾ ٻنهين ۽ جهانن کي وسارڻ. ڪمال ايمان جو ٻيو اهوئي مطلب آهي. حديث ۾ آيو آهي ته اوهان

مان ڪوبہ ايستائين مومن نہ ٿو ٿي جيستائين ان وٽ ماڻهو آٽ جي ليڏڻ وانگر (بي فائده شئي) نہ هجن(١) ۽ اهو ٻنهي جهانن ڪي وسارڻ ٻن لفظن ۾ اسلامي جنون آهي جيڪو حق جي پڌري ڪرڻ لاء باعث آهي. اهڙي جذبي وارو مخالفن جي ڪا پرواهہ نہ ڪندو پوء اهي ڏورا هجن يا گهڻا.

الله تعاليٰ فرمايو آهي:- ولايخافون لومة لائم(٢) ۽ اهي الله ڪارڻ (جن جي چوڻ ۾) ڪنهن بہ ملامت ڪندڙ جي ملامت جي پرواهہ نہ ڪندا آهن. ان (حق جي پڌري ڪرڻ) جو نالو صديق اڪبر رضہ جي سنت آهي. ڇوتہ تحقيق صديق اڪبر حق کي پڌرو ڪيو ۽ ماڻهن ڪان نہ ڊنو. ان ڪري حضور صلي الله عليہ وسلم جي وفات واري ڏينهن، خلق کان نہ ڊنو ۽ پڌرو اعلان فرمايائين تہ جيڪو خداتعاليٰ جي عبادت ڪندو آهي، پوء تحقيق الله جيئرو آهي اهو ڪڏهن بہ نہ مرندو ۽ جيڪو محمد صلي الله عليہ وسلم جي بندگي ۽ پوڄا ڪندو هو ان کي ڄاڻڻ کپي تہ محمد صلي الله عليہ وسلم وفات ڪري ويو. ٻنهي جهانن کي وسارڻ جو ٻيو نالو "وصل عرياني" خدا کي عبادت سان بنا ڪنهن پردي

---

(١) شيخ شهاب الدين سهروردي بہ، عوارف المعارف ڪتاب ۾ هن حديث کي آندو آهي. مترجم

(٢) سورت المائدة آيت ٥٤ اصل ڪتاب ۾ "في الله" بہ آيل آهي پر قرآن مجيد ۾ اهو لفظ نہ آهي.

جي پهچڻ آهي، جنهن جي هن طرح وضاحت ڪئي وئي آهي ته حقيقي معبود جو ڪنهن مظهر (جلوه گاهه صورت) کان سواءِ پڌرو ٿيڻ اهو وصل عرياني صحابن سڳورن کان پوءِ نهايت اڻ سڀ آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: (ترجمو رکو الله تي ڀروسو ڪريو جيڪڏهن اوهين مومن آهيو! (علامہ نسفي) تفسير مدارڪ ۾ لکيو آهي ته توڪل ڇڏڻ آهي غير الله کان لاڳاپا ٽوڙڻ ۽ ماڻهن سان چاپلوسي ڇڏي ڏيڻ ۽ توڪل جو شرط آهي ٻانهي جي نفساني غرض ۽ خيال کي ڇڏي ڏيڻ. الله تعاليٰ جي هن قول و من يتوكل علي الله فهو حسبه (١) (جيڪو الله تعاليٰ تي توڪل ڪندو ته اهو ان لاءِ بس آهي) جو تفسير هن طرح ڪيو ويو آهي. جيڪو ماڻهو پنهنجو ڪم خدا جي حوالي ڪندو جو پنهنجي لالچ ۽ تدبير ڇڏي ڏيندو ته ان لاءِ الله تعاليٰ ٻنهي جهانن ۾ ڪافي آهي.

ڪن محققن چيو آهي ته توڪل جي معنيٰ آهي ته الله تعاليٰ کي وٺڻ ۽ خلق کان پنهنجو ناتو ڪپڻ. توڪل بابت جيڪي بيان ٿيو ان مان مولانا جاميءَ جي هنن بيتن جي معنيٰ سمجهه ۾ اچي ٿي.

ابيات: شيوهٔ فقر و فنا پرده دري
کسب اسباب بود پرده گري

درويشي ۽ فنا جي رسم بدن ۾ هڪ حجاب کي ٽوڙڻ آهي. دنيا جي اسباب کي گڏ ڪرڻ پردو بنائڻ آهي.

---

(١) سورت الطلاق آيت ٣

(٢) مردمي كن همہ رايكسو نہ
وزنہ از فقر و فنا زن تو دم

جوان مردي كر غير جي سيني پردن كي بري كر ۽ جي تون پڙدا نہ تو ڪٿي سگهين تہ فقيري ۽ فنا ڪانن توبہ كر! . .

بيت: (٣) داري هوائي ميكده ترک سبب بگو۔
زاد طريق اهل ارادت توكل است۔

جيڪڏهن (وحدت جي) شراب خاني جي سڌ رکين ٿو تہ (دنيا جي) سببن کي (دل مان كڍي) ڇڏ. ارادتمندن جي وات جو سمر الله تي ڀروسو ڪرڻ آهي۔

توكل بابت مٿين تحقيق مان مولوي (رومي) جي هنن بيتن جي معنيٰ بہ پڌري ٿي پئي:-

ابيات:- (١) بند هستي نيست هر او صادق است۔
عشق نان بي نان غذائي عاشق است۔

جيڪو (عشق جي ڳولا ۾) سچو آهي اهو هستي جي قيد ۾ گرفتار نہ آهي۔ مقصد واري مانيءَ جي محبت جيڪا کائڻ واري ماني نہ آهي سا عاشق جي خوراڪ آهي۔

(٢) جملہ قرآن هست در قطع سبب
عز درويشي هلاک بو لهب۔

سارو قرآن دنيا جي اسباب جي ڪپڻ جي بيان ۾ آهي- سبب جي ڪپڻ جو نالو درويشي آهي ۽ ابا ابو لهب (ڪافرن) کي هلاڪ ڪندڙ آهي۔

(٣) اي حيات عاشقان در مردگي
دل نيابي جز کہ در دل بردگي

عشق جي زندگي فنا في الله تيڻ ۾ آهي، تون ايستائين ڪنهن دل کي هٿ نه ڪندي جيستائين دل فنا ۾ نه ويندي.

(۴) جمله عالم زين غلط ڪردند راه
ڪز عدم ترسندهٔ آن آمد پناه

سموري جهان وارن هن ڪري واٽ وڃائي آهي جو اهي عدم کان ڊڄن ٿا ھوڏانهن عدم سندن پناه آهي

(۵) من نيم فرعون ڪه آيم سوئي نيل
سوئي آتش ميروم همچون خليل

آئون فرعون (ڪافر) نه آهيان جو نيل (دنيا ڏانهن رخ ڪان. آئون ته خليلؑ وانگر (عشق جي) باهه ڏانهن وڃان ٿو.

(٦) چون زدرويشي گريز انند خلق ـ
لقمهٔ حرص و امل زانند خلق

جڏهن ته ماڻهو فقيريءَ کان ڀڄن ٿا، ان ڪري اهي هيچ ۽ اميد جو گرهه بڻيا آهن.

اهو اسباب جو ڇڏڻ توڪل، زهد، قناعت، (تبتل) ماڻهن کان پاسيرو ٿيڻ ۽ مجرد رهڻ آهي. صحابين سڀورن کان سواءِ ان درجي تي بيو ڪو گهٽ پهچي سگهي ٿو، جيئن حضرت مجدد، جو وڏو بزرگ آهي ۽ بيا ڪي ڪامل هن بيان جو خلاصو آهي. اصل ڪي سمجهڻ لاءِ اميد ڪي گهٽ ۽ ڪوتاهه رکڻ.

مصراع:- تکيه بر هستي مکن، بر نيستي مردانه باش
مطلب تہ غير خدا جي هستيءَ تي ڀروسو نہ ڪر
عدم ۽ نيستيءَ تي مردانو هج! هن بحث جو نالو:
"افضل الاقوال في افضل الاحوال" سڀ کان ڀلا ٻول
بهترين زماني ۾ رکيو وڃي.

**خواجہ صاحب فرمايو:-** تحقيق صديق رضي الله
عنه جڏهن پنهنجو سارو مال الله ڪارڻ خرچ ڪيو ۽
هڪ ٻئي صحابي (حضرت عمر رضہ) اڌ مال، ڪنهن ٻئي
ڪان ڪجهہ گهٽ يا وڌ خرچ ڪيو تہ رسول الله ﷺ
جن فرمايو تہ جيڪڏهن آئون پنهنجي رب کان سواءِ
ڪنهن ٻئي کي خليل (دوست) ڪري وٺان ها تہ ابابڪر
رضہ کي خليل ڪري وٺان ها.

مون (گروهڙي) چيو: پوءِ جيڪو صديقي طريقي جي طلب
ڪري جيڪو حضرت صديق اڪبر رضہ ڏانهن منسوب
آهي تہ ان جي وات اهو ترڪ (ساري مال جو خرچ
ڪرڻ) آهي. ڪن عارفن ڪهڙو تہ چڱو چيو آهي:-
خرچ ڪرڻ جا اندازا محبت جون تارازيون آهن. مطلب
تہ ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪنهن پاسي ڏانهن محبت وڌيڪ
هوندي آهي تہ ان طرف خرچ بہ وڌيڪ ڪندو آهي.
سعودي فرمايو آهي:- مجردرواز خانہ پرواز باش مطلب تہ
لاڳاپي کان سواءِ پوچ ۽ گهر کي خالي ڪر. خلاصو اهو
تہ مال روح حيوانيءَ جو دوست آهي. ان مال کي خدا
لاءِ اهوئي ماڻهو خرچ ڪندو آهي جيڪو دوستيءَ ۾

سچو ھوندو آھي. پوءِ جيڪو مال جي ايثار ۾ ڪامل ھوندو تہ اھوئي سچو آھي، ان ڪري صدقي (خدا جي راھ ۾ مال خرچ ڪرڻ) کي صدقو (سچ جي نشاني) نالو رکيو ويو آھي. ڇو تہ اھو صدقو الله جي محبت ۾ صدقي ڏيندڙ جي سچ جي خبر ڏئي رھيو آھي- ۽ ھن ڪري جو صدقو سچ تي ڏس ڏئي ٿو امام غزالي ڪتاب احياء العلوم ۾ فرمايو آھي: ٽي سئو خصلتون اھڙيون آھن جو ڪو ماڻھو انھن مان ھڪ خصلت پاڻ ۾ پيدا ڪندو تہ اھو بھشت ۾ داخل ٿيندو- انھن خصلتن مان سڀ کان پھرين جود ۽ سخا آھي- سخا ڇئبو آھي مال کي ڪنھن دنيا جي غرض کان سواءِ خدا ڪارڻ خرچ ڪرڻ ۾ لذت محسوس ڪرڻ. مولوي (رومي) فرمايو آھي:-

بيت:- ترڪ لذتھا و شھوتھا سخا است
عروة الوثقي اين ترڪ ھوا است؟

دنيا جي لذتن ۽ خواھشن جو ڇڏڻ سخا آھي، ھن جي مضبوط ڪڙي دنيا جي خيالن جو ڇڏڻ آھي.

سعدي فرمايو آھي:-

بہ ايثار مـردان سبق بـرده انـد
نہ شب زنده داران کہ دل مرده اند

ايثار ۽ سخا سان ماڻھن اڳرائي ڪئي آھي- انھن آڳرائي نہ ڪئي آھي جيڪي رات جو سجاڳ تہ آھن پر سندن دل مئل (غافل) آھي.

مڪتوبات احمدي (ربانيءَ) ۾ هن مضمون جو هڪ بيت آهي:-

بيت:- شيوه اهل ڪرم ايثاراست-
هرڪراڪرم نيست بيماراست.

سخي ماڻهن جي عادت سخا ڪرڻ آهي- جنهن کي سخا نه آهي اهو (دل جو) بيمار آهي.

خواجه صاحب فرمايو - نڪاح ۾ ٻن طبيعتن جي وچ ۾ موافقت ضروري آهي- مون (گروهڙي) چيو هن جو اصل الله تعاليٰ جو هي قول آهي: (ترجمو) اوهين رکو ان تي ايمان (ويساهه) آڻيو جيڪو اوهان جي دين جو پوئلڳ ٿئي. حافظ (شيرازي) چيو آهي:-

مصراع:- روح را صحبت نا جنس عذاب است اليم-

روح کي موافق نه ايندڙ ماڻهوءَ جي صحبت (مجلس) دردناڪ عذاب آهي.

(هن جي پهرئين مصراع هن طرح آهي:-
چاک خواهم زدن اين دلق رياء چه ڪنم-
چاڪيان ڏيکاء جي گودڙيءَ کي ڦاڙڻ گهران ٿو.
صائب چيو آهي:-

بيت:- من بدوزخ مي روم زاهد اگر در جنت است.
دوزخ- ارباب معني صحبت بي نسبت است.

جيڪڏهن زاهد بهشت ۾ آهي ته آئون دوزخ ڏانهن وڃان ٿو- اهو دوزخ ۾ وڃڻ هن ڪري آهي ته حقيقت وارن وٽ دوزخ نالو آهي ناموافق ماڻهوءَ جي صحبت اختيار ڪرڻ.

فقهه جي ڪتابن ۾ آهي جيئن جامع الرموز وغيره ۾ ته اخلاق ۽ عادتن جي اختلاف وقت طلاق ڏيڻ مستحب آهي. احياء العلوم ۾ آهي ته عارفن وٽ مستحب جو ڇڏڻ ڪبيرو گناهه آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:-** انسان خيال تي ٻيٺل آهي، جي خيال هليو ويو ته ماڻهو به هليو ويو مون (گروهڙي) چيو: طريقت وارو موت (جيڪو فنا في الله آهي) ڇٽو آهي خيال کان لنگهي خدا سان ٻيهڻ (۽ خدا جي حڪم تي هلڻ) حافظ چيو آهي:-

بيت:- من هما نروز زفرهاد طمع ببريدم —
که عنان دل شيدا بکف شيرين داد

مان ان ڏينهن فرهاد عاشق کان اميد کي ڪپي ڇڏيو جو ان پنهنجي پريشان دل جي واڳ کي شيرين جي هٿ ۾ جا سندس محبوبه هئي ڏئي ڇڏيو.

**خواجه صاحب فرمايو:-** نبي ﷺ، دنيا جي شين مان عورتن، خوشبوء ۽ نماز کي دوست رکندا هئا. مون (گروهڙي) چيو: مولانا روميءَ جي هن بيت ۾ ان ڳالهه ڏانهن عمدو اشارو آهي:-

بيت:- جز نماز و بوئي خوش خوشروئ زن.
چيست محبوب نبي دراين چمن.

نماز، خوشبوء ۽ سهڻي عورت کان سواء، نبيءَ جو محبوب هن باغ (دنيا) ۾ ٻيو ڇا آهي؟

**خواجه صاحب فرمايو:-** زالون، سرڪش شيطان جون رسيون آهن.

مون (گروهڙي) چيو: حضرت پير جو اهو فرمودو
حديث جا لفظ آهن ۽ مرشد (خواجه محمد زمان صاحب)
جي اها راءِ هوندي هئي ته مبتدي (طريقت جي نئين
سيکڙاٽ) لاءِ نڪاح ڪرڻ گناه آهي، ڇو ته ان حالت
۾ هو الله جي مشغوليءَ کان ويسلو رهي گهر ٻار جي
رزق ۽ روزيءَ جي فڪر ۾ رهندو.

(مطلب ته مبتدي (نئون سيکڙاٽ) جيڪڏهن پرڻبو
ته دنيا جي ڏنڊن ۾ ڦاسي طريقت کان هٽ ڪٽي ڇڏيندو.
خواجه گل محمد). باڪ ڪن وارن کان منقول آهي ته
طريقت جي مبتديءَ کي شادي ڪرڻ وڏو گناهه آهي.
سعدي فرمايو آهي:-

غم فرزند و نان جامئه قوت۔ بازت آرد ز سيرت ملکوت

اولاد، ماني، ڪپڙي ۽ گذران جو فڪر، توکي
ملڪوتي عادت کان روڪيندو.

خواجه محمد زمان صاحب جن جڏهن شاديءَ بابت
اهو فرمايو تڏهن هڪ احمق (اسماعيل ميمڻ) کانئن اهو
پڇيو ته اوهان ڇو شادي ڪئي آهي؟ ان جي جواب ۾
خواجه صاحب فرمايو ته آءٌ هن ڪري پرڻيو آهيان ته
زال وٽ پنهنجو سامان سرڙو ۽ لٽو، ڪپڙو رکان. مطلب
ته طريقت جو نئون طالب ڪونري وانگر آهي جنهن ۾
معرفت جو پاڻي گهٽ ماپندو آهي، اهو ٿوري پاڻيءَ
پوڻ سان پليت ٿي پوندو آهي، بيو ته دنيا جي ڪمن
جيئن شادي وغيره ڏانهن ٿوري به ڌيان ڏيڻ ڪري

غفلت ۾ پئجي ويندو آهي ۽ طريقت ۾ نهايت کي پهچندڙ درياء وانگر آهي جو ٿوري يا گهڻي پليتي ٻوڻ ڪري پليت نه ٿيندو آهي، اهڙي طرح ڪمال واري انسان جي دل دنيا جي ڪمن جهڙوڪ شادي وغيره ڏانهن واجهائڻ ڪري ويسلي نه ٿيندي آهي، جيئن مولوي رومي فرمائي ٿو:-

بيت:- نيست دون القلتين و حوض خورد
ڪش تواند قطرهٔ از ڪار برد
آتش ابراهيم را نبود زيان
هر ڪه نمرود است ڪو بترس زان

ين متڪن ڪان گهٽ پاڻي يا ننڍو حوض اهڙو آهي جو ان کي پليتيءَ جو هڪ ڦڙو به بيڪار بنائي ڇڏي حضرت ابراهيم؏ جي باهه ڪو به نقصان نه ڪندي- جيڪو نمرود آهي ان کان پؤ رکڻ گهرجي. رسول الله ﷺ فرمايو آهي ته "منهنجون گهر واريون مون کي عبادت ڪرڻ تي مددگار رهنديون آهن. گفتار جو خلاصو مولوي رومي جو قول آهي:-

بيت:- تا تو نمرودي در آتش مرو-
گر تو خواهي اول ابراهيم؏ شو

جيستائين تون نمرود (وانگر ڪافر) آهين ته (غير الله واري) باهه جي ويجهو نه وڃ (ڇوته ان سان پڙدو پوندو) جيڪڏهن تون (غير واري) باهه ۾ وڃڻ گهرين ته ته اگ ۾ ابراهيم؏ ٿئي جنهن اني وجهت وجهي للذي

فطرالسماوات (١) مون پنهنجو منهن ان ذاتهن ڪير جنهن آسمانن کي پيدا ڪيو آهي نعرو هنيو هو. تڏهن حضرت مرشد جي ڪلام ۾ حبائل (رسين) جي شيطان ذاتهن نسبت نفعي لاءِ آهي يا نقصان لاءِ پهرئين صورت تي ان جملي جو مطلب هن طرح ٿيندو ته زالون اهڙيون رسيون آهن جو ڪامل انسان انهن سان شيطان کي بند ڪندا آهن، نقصان واري احتمال تي معنيٰ هن طرح ٿيندي ته مبتدين ۽ طريقت جي نون طالبن لاءِ زالون اهي رسيون آهن جو انهن سان شيطان سيڪڙاتن کي قيد ڪندو آهي. ٻنهي صورتون طالب لاءِ فائدي واريون آهن، جيڪڏهن هو ڪامل هوندو يا طالب لاءِ جان جو وبال ٿينديون جيڪڏهن اهو ناقص هوندو. جيئن مولوي رومي فرمائي ٿو:-

بيت:- چونکہ بي يسکن اليهاش آخريد—

ڪي تواند آدم از حوا بريد

جيئن قرآن حڪيم ۾ آهي ته آدم مان حوا کي پيدا ڪيوسين ته آدم ان سان آرام وٺي (٢) ان حالت ۾ آدم ان کان جدائي ڪيئن ڪري سگهندو.

الله تعاليٰ فرمايو! يفرقون به بين المرء وزوجه (٣) اهي جادوگر هاروت ۽ ماروت کان اهڙي شئي کي سکن

---

(١) سورت الانعام آيت ٧٩

(٢) اصل آيت هن طرح آهي:- وجعل منها زوجها ليسكن اليها. سورت الاعراف آيت ١٨٩

(٣) سورت البقره آيت ١٠٢

۽ جنهن سان مرد ۽ ان جي زال جي وچ تي جدائي ٿئي. تڏهن جدائي، دشمن جي خواهش آهي. جيئن مولوي رومي فرمائي ٿو:- تا تواني پا منه اندر فراق- جيستائين تون طاقت رکين ٿو ته جدائي ۾ پير نه رک! (جدائي جي طلب نه ڪر) جهڙي حديث ۾ آيو آهي ته حلال شين مان سڀ کان مڪروه ۽ بڇڙي شئي طلاق آهي (جنهن سان جدائي ٿئي ٿي.

جنهن ماڻهو اهو سمجهيو ته شريعت ۽ حقيقت ٻئي ڌار آهن جيئن مڪتوبات احمدي (مڪتوبات امام رباني ؒ) ۾ آيو آهي ته ان کي هتي يا هن جهڙي موقعن تي ونڊڪ تقرير جي ڪا حاجت نه آهي.

خواجه صاحب فرمايو:- سهڻي عورت کي ڏسڻ نظر کي وڌائيندڙ آهي.

مون (گروهڙيءَ) چيو ته اهو اهڙي عورت لاءِ آهي جيڪا ڏسندڙ کي نڪاح ڪري حلال آهي ۽ سهڻي زال مان سهڻي ڪعبي جي حقيقت ڏانهن اشارو آهي- انهيءَ متولي جون ٻيون به تاويلون آهن جيئن ٻهرئين جلد ۾ آهن پر انهن جي بيان ڪرڻ ۾ طوالت ٿيندي- ان ڪلام ڪري ناقص ۽ ناپخته ماڻهن جون ڪيتريون جماعتون ترڪي ويون. هن بيان ۾ ڪن عارفن جو شعر به آهي::

بيت:- زنان آئينه نور قديم انــد ـــ

دران آئينه حق پيدا کردمند

زالون نور خداوندىءَ جي سڃاڻڻ جو جلوه گاه آهن.
زالن جي آئيني ۾ حق کي ڏسندڙ ڪريم ماڻهو هوندا آهن.

**خواجه صاحب فرمايو:** ولي لاءِ پنهنجي ولايت کي ڍڪڻ واجب آهي، ان حالت کان سواءِ جڏهن الله سندس ولايت کي پڌرو ڪري. جيڪو (اڳ) پنهنجي ولايت کي پڌرو ڪندو سو ناقص آهي، جيئن ڪو چور جنهن چوريءَ جي قانونن جي تربيت ئي نه ورتي هجي. پوءِ تون خدا تعاليٰ جي مشاهدي ۾ ڌارين (دشمن) کان ڳجهو هج!

مون (گروهڙي) چيو: ڪن (سالڪن) چيو آهي: آئون اوير ڏانهن منهن ڪري روئان ٿو هوڏانهن منهنجي دوست جي جاءِ اوله ۾ آهي ۽ هو هن ڪري آهي جو جيئن پاڙيسرين کي پتو نه پوي ته تنهنجو محبوب ڪٿي آهي. جيئن خاقاني چئي ٿو:

بيت: من تر ازانسو جهان جويان.
تو بدين سو زمن گرفته كنار

آئون توکي جهان جي هن پاسي ڳولهيان ٿو تون وري ٻئي پاسي مون کان ڪنارو ڪيو آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** نقشبندي طريقت کان سواءِ ٻيا سڀ طريقا منتجي ويندا هن طرح جو اهي فيض کان خالي ٿي ويندا. چوته جيڪو طريقو فيض نه پهچائي سو ميٽيل جاڻڻ گهرجي.

**خواجه صاحب فرمايو:** دل جي سلامتي اها

ٿي جو دل ۾ ڪوبہ اهڙو وسوسو نہ اچي جيڪو ان
جي حضور ۽ جمعيت کي نقصان پهچائي، پر جيڪو
خيال دل جي حضور کي نقصان نہ پهچائيندو از ڪي
مسافر سڏبو، اهو سرڪش نہ آهي، ان بابت بہ ٽڙتي
لازم آهي تہ اهڙي وقتي خيال ۽ خطري کي بہ زور يا
صلح سان رهڻ نہ ڏي، ڇو تہ دل ۾ خطري جي رهڻ
ڪري بادشاه دل تي ان جي بغاوت ۽ سرڪشيءَ جو
ڊپ آهي. خطري کان نفس جي سلامتي هن ۾ آهي جو
اهو رڳو خدا پاڪ جي گهر جو ارادو ڪري ۽ مثل
وانگر رهي جنهن کي پنهنجو اختيار نہ هوندو آهي.

مون (گروهڙي) ڇيو تہ مڪتوبات (ربانيءَ) ۾ آيو آهي
تہ شريعت ۾ ڪوڙ، ڪوڙي ڳالهہ کي ئي چئبو آهي
طريقت ۽ حقيقت ۾ ڪوڙ نالو آهي ڪوڙي وسوسي
جو. طريقت ۽ حقيقت ۾ فرق اهو آهي تہ خطري کي
نفي ڪرڻ ۽ تڙي ڪيڻ طريقت آهي ۽ دل مان بنا
ڪنهن ڪوشش جي خطري جو گم ٿي وڃڻ حقيقت
آهي ۽ دين جي جاين مان هر جاءِ تي طريقت ۽ حقيقت
۾ اهوئي تفاوت آهي جيئن ذڪر. تڏهن ياد ڪرڻ کي
طريقت چئبو ۽ ياد ٿيڻ حقيقت آهي. ياد ڪرڻ ۽ ياد
ٿيڻ جي اپٽار ڪتاب جي مقدمي ۾ مذڪور ٿي آهي.

**خواجہ صاحب فرمايو:-** خطري کي دل ۾ اندر
اچڻ کان جواب ڏيندڙ اهو الهي اسم آهي ۽ هر رسم
ذات الاهيءَ ڏانهن موڙي ٿي ڇو تہ اها ان سان وابستہ

آهي ته ان جو عين آهي. ڪن عارفن چيو آهي :-

بيت :- بهر نقش که مي بيني هويدا –
ظهوري بست اسمي را زاسما

جنهن به نقش کي تون ظاهر ڏسين ٿو، اهو الله جي نالن مان هڪ نالو آهي. ڪن ماڻهن جيڪو گمان ڪيو آهي ته هر خطري لاءِ علمي جواب هوندو آهي، سو ٺيڪ نه آهي ڇوته جهڳڙو (سوال، جواب) سرڪش شيطان کي نه هٽائيندو آهي. حافظ چيو آهي :-

بيت :- من از بيگانگان هرگز ننالم –
که بامن هرچه کرد آن آشنا کرد

آئون ڌارين کان ڪڏهن به فرياد نه ٿو ڪيان مون سان جيڪي ڪيو (دل ۾ خطري وجهڻ کان سر ننس) دوست ڪيو آهي.

**خواجه صاحب فرمايو :-** ڳالهه ڪندا آهن ته تحقيق بايزيد بسطامي هڪ ماڻهوءَ جي ڪوڙي ڏٺي جنهن جي پيشانيءَ تي هي لکيل هو :- ان جي دنيا ۽ آخرت برباد ٿي، تڏهن بايزيد جي نوڪر چيو ته اها ڪافر جي ڪوڙي آهي جنهن جا ٻيئي جهان خراب ٿيا. اهو ٻڌي بايزيد فرمايو ته ايئن نه آهي هي صوفيءَ جو مٿو آهي، جنهن ٻنهيءَ جهانن کي جهان ناهيندڙ (خدا) لاءِ خرچ ڪيو.

**خواجه صاحب فرمايو :-** جڏهن فقير کي ”حق“ سڏيو وڃي جيئن منصور پاڻ لاءِ انا الحق چيو هو ته

ان جا به مطلب آهن. جيڪڏهن ان مان اهو ڄاتو وڃي ته تحقيق اهو سالڪ نابود ۽ نيست آهن موجود ۽ هست رڳو الله آهي ته سالڪ جو اهو سخن صحيح آهي ڇو ته ممڪنات جون حقيقتون پنهنجي ذات ڪري معدوم (ڪجهه به نه) آهن. انهن کي اهڙي شئي ڌاران ڏٺو وڃي ٿو جيڪا آسمانن ۽ زمين جو نور آهي (اهو خدا تعاليٰ آهي) جيڪڏهن انا الحق انهيءَ معنيٰ ۾ نه ورتو ويندو ته آئون معصوم (ڪجهه به نه) آهيان ۽ خدا موجود آهي بلڪ پاڻ کي خدا ڄاڻندو ته سندس اهو چوڻ درست نه آهي ڇو ته خدا کان سواءِ ٻي شيءِ جو وجود ائين آهي جيئن دالان جو وجود گهر ۽ مسجد جي هوندي بيڪار آهي، تيئن مخلوقات جو وجود خدا جي هستي ۽ وجود آڏو ڪجهه به نه آهي، پوءِ جنهن ان کي حق ڄاتو ته اها سندس غلطي آهي.

موٽ (گروهڙيءَ) ڇيو: مڪتوبات احمدي (ربانيءَ) ۾ به ائين آيو آهي ۽ ان مڪتوبات ۾ سالڪن جي هن سخن! اذا تم النقر و هو الله جڏهن فقر نهايت کي پهتو ته اتي خدا آهي، جي معنيٰ هن طرح بيان ڪئي وئي آهي ته تحقيق فقير معدوم (ڪجهه به نه) آهي ۽ موجود رڳو الله آهي. هن تحقيق مان اها ڳالهه پڌري ٿي ته ممڪن جو وجود ۽ ان کي ڏسڻ رڳو خداوندي نور سان ٿيندو آهي ۽ مٿيون سخن هن لاءِ ڪافي آهي جو نفس جو سڃاڻڻ رب جي معرفت ۽ سڃاڻڻ لاءِ ٿيندو

آهي. هن شعر جي چوندڙ کي خدا خير عطا ڪندو (اهو قصيده برده جو مصنف آهي):

مصراع :- ان له من قلبه نسبة مبروة القسم.

بيشڪ ڪامل انسان لاءِ پنهنجي دل کان هڪ نسبت آهي خداوندي قسمت کي قبول ڪندڙ.

بيت:- جمله اکوان چو ماه باماهي—

ما محمد رسول ره و راهي

ساري ڪائنات چنڊ کان وٺي (جو مٿي آهي) مڇيءَ تائين (جا پاڻيءَ ۾ آهي) ان ساري ڪائنات کان محمد رسول الله اسان کي واٽ ڏيکاريندڙ آهي.

خواجه صاحب فرمائيندا :- ڪنهن به محڪوم کي اهو حق نٿو پهچي ته حاڪم وارو ڪم پاڻ ڪري ڇو ته اهو به (حاڪم خدا جي راضپي کان باهر ڪم ڪرڻ) نٿو آهي ۽ اهو ائين آهي جو ڪو ماڻهو حاڪم جي موڪل کان سواءِ زنا ۽ قتل جي حد جاري ڪري يا ڪنهن کي تعزير ڏي ۽ ڪيس حاڪم پاران اهڙي موڪل نه هجي. (مطلب ته جيئن ظاهري حاڪم جي حڪومت ۾ دست اندازي ڪرڻ ظاهري فتني جو ڪارڻ آهي تيئن خدا پاڪ جي تقدير ۾ دخل ڏيڻ باطني فتني جو ڪارڻ آهي. خواجه گل محمد)

مون (گروهڙي) چيو: جيئن قرآن مجيد ۾ آيو آهي. من لم يحكم بما انزل الله فا ولئك هم الظالمون جيڪو ان سان فيصلو نه ڏيندو جنهن کي الله (جيڪو حاڪمن جو

حاڪم آهي) لائق آهي ته اهي ظالم آهن. تنهن ڪري انهي تي پاڻهپ ۽ بندگي لازم آهي.

مصراع: بندگي ڪن ترا بحڪم چه ڪار.

اي انسان تون (خدا جي) بندگي ڪر توکي حڪومت هلائڻ سان ڪهڙو ڪم؟

امام غزاليءَ جي ڪتاب "اربعين" ۾ آهي: ڪنهن کي نصيحت ڪرڻ ۽ حق ڏانهن سڏڻ رکڻ لاءِ جائز آهي جيڪو زاهد (دنيا کي ڇڏيندڙ) ۽ قابي فصاحت جو مالڪ هجي ۽ ان زاهد کان سندس زماني ۾ علم شريعت جو ڪو وڏو ڄاڻو نه هجي پورو ٿيو ڪلام غزالي رحه جو.

اها ڳالهه مخفي نه آهي ته جيڪو امام زمان کان مجاز آهي اهو انهن شرطن جو محتاج نه آهي ڇو ته ان جا ڪم الله جي مراد ۽ رضا جي موافق هوندا آهن، ڇو ڪري حو هو وقت جي امام جو پوئلڳ آهي ان جا ڪم خدا جي راضپي هيٺ هوندا آهن ان جو حڪم به خدا جي راضپي کان ٻاهر نه هوندو.

**خواجه صاحب فرمايو:** (نئين سيکڙات لاءِ) سڀ کان بهتر واٽ رابطو (مرشد کي دل ۾ ياد رکڻ) آهي، (باقي مرشد جي صورت کي دل ۾ ڪيئن آڻجي ان جو بيان مٿي گذري چڪو آهي)، ٻين واٽن کان رابطو هن ڪري بهتر آهي جو خدا جو چونڊيل ٻانهون ان جي

---

(١) حديث جا الفاظ هن طرح آهن: وانما لکل امرء مانوي- بخاري.

صورت جو دل ۾ لحاظ ڪرڻ ذات خداونديءَ جي لحاظ
جو عين آهي، جو ته جيڪو مرشد جي صورت جو لحاظ
دل ۾ رکي ڪنهن به معنيٰ لاءِ ان کي عنوان ۽ ذريعو
بنائيندو ته اها معنيٰ ان کي هٿ ايندي، جو ته حديث
۾ آيو آهي ته ڪو ماڻهو جيڪا نيت رکي ٿو اهائي
ان لاءِ آهي، جيئن هڪ عجمي (غير عرب) ماڻهو عربي
ٻوليءَ ۾ گار جي لفظ ۾ اهو خيال ڪري پڙهيائين ته
اهو قرآن آهي، ان تي نيت جي درستيءَ ڪري قرآن
پاڪ جي حقيقت منڪشف ٿي پوندي.

خواجه صاحب فرمايو: هيءَ جو مشائخن فرمايو
آهي ته منتهيءَ کي علم نه هوندو آهي ان جي اها معنيٰ
آهي ته منتهي کي تفصيلي علم نه هوندو آهي، نه ته
ان لاءِ علم مجمل جو هجڻ ضروري آهي ۽ اهو مجمل
علم مفصل علم کان افضل آهي، پر مناسب آهي ته منتهيءَ
علمن مجمل ۽ مفصل جي طلب ڪجي.

خواجه صاحب فرمايو: جنهن علم نجوم (آسمانن
جي چالن واري علم) کي مطالعو ڪيو ۽ پوءِ چون لڳو
ته الله لاءِ پاڪائي آهي جو آئون هن علم جي ذريعي
جيڪا شيءِ آسمان ۾ آهي ان تي واقف ٿيس ته اهو
شخص بيوقوف آهي جو ته علم اهو آهي جنهن کي دل
سان چکيو وڃي، جنهن دل سان نه چکيو ته ان نه ڄاتو.

خواجه صاحب فرمايو: مال کي فقيرن جي پٺت
ڪڻ (انهن تي خرچ ڪرڻ) ان لاءِ سٺي (جيت) کان

خراب ٿيڻ ۽ برباد ٿيڻ کان بچائيندڙ آهي.

خواجه صاحب فرمايو:- دل جو تهه ۽ جدائي خوفناڪ ڳالهه آهي جو ته دل جڏهن تهي وڃي ۽ نفرت ڪري ته ان جي موٽڻ ۾ پڪ نه آهي موٽي الائي نه موٽي،

مان (ڳروهڙي) چيو ته دل جي نفرت جو مطلب آهي دل جي قلبي ايمان کان مخالفت، جو ته ايمان رکڻ حق جو حڪم ڪندڙ آهي، پوءِ جنهن پنهنجي دل جي بيفرماني ڪئي تنهن تحقيق پنهنجي پالڻهار جي نافرماني ڪئي. حديث ۾ آيو آهي ته دين رکو نصيحت آهي ۽ خدا کان ڊيڄاريندڙ ۽ نصيحت ڪندڙ هر ايماندار جي دل ۾ موجود آهي ۽ مومن اهو آهي جو پنهنجي پاڻ لاءِ ان شيءِ کي پسند ڪري جنهن کي پاڻ لاءِ پسند ڪري ٿو، مولوي فرمايو آهي:-

مصراع:- هيچ قلبي پيش حق مردود نيست

ڪابه دل الله وٽ رد ڪيل نه آهي

فقهه جي ڪتابن ۾ آيو آهي: عقل بالغ تي ڪابه بندش نه آهي جو ته ان وقت سندس نظر ۽ سوچ نيڪ نه آهي جو ته ان وقت سندس نظر ۽ سوچ نيڪ هوندي آهي ۽ جيڪو بي وارث آهي ان جو وارث بادشاهه آهي، الله تعاليٰ فرمايو:- وفيكم رسوله هن آيت جو ماقبل هن طرح آهي: وكيف تكفرون و انتم تتلي عليكم. آيات الله وفيكم رسوله. (١) ۽ اوهان (الله جو) ڪيئن انڪار ڪريو ٿا هوڏانهن اوهان تي الله جون آيتون پڙهيون

---

(١) آيت ١٠١ سورت آل عمران

وچن تهون ۽ اوهان ۾ ان جو رسول آهي، ۽ بڻ قرآن ۾ آهي: النبي اولى بالمؤمنين من انفسهم (١) نبي ۴ مومنن کي سندن جانين کان بهتر آهي. مکتوبات احمدي (رباني) ۾ آيو آهي ته هر بانهي لاءِ هڪ حقيقت آهي، جا حقيقت الحقائق (حقيقتن جي حقيقت) خدا سان ڳنڍيل آهي.

خواجه صاحب فرمايو:- تون هر ڳالهه ۾ الله تي توڪل ۽ ڀروسو ڪر! توڙي قرض جي ادائگي ۽ پاڻان ڀين خرچڻ ۾ چوته قرآن پاڪ جون جمڪي آيتون الله تي توڪل ۽ ڀروسي رکڻ جو حڪم ڪن ٿيون سي سڀ مطلق آهي اهي ڪنهن وقت ۽ ڪم سان مقيد نه آهن.

مون (گروهڙي) چيو: سيني ڪمن ۾ توڪل ڪرڻ بابت، عقلي دليل اهو آهي ته قرض جي ادائگي ۽ ٻيا خرچ به تنهنجي دنيا جي حاجتن مان آهن ۽ متوڪل اهو آهي جيڪو پنهنجا سڀ ڪم (ظاهري ۽ باطني حقيقي) دوست جي حوالي ڪري.

خواجه صاحب فرمايو:- پاڻيءَ ۾ مئل مڇي جنهن جو پيٽ مٿي هجي هن ڪري حرام ڪئي وئي آهي جو مڇيءَ جي تڪبير ۽ حلال ٿيڻ ڪنهن معلوم سبب ڪري ان جو مرڻ آهي.

مون (گروهڙي) چيو ته ڪنهن سبب کان سواءِ مرڻ

---

(١) آيت ٦ سورت احزاب

بڇائي ٿئو ته اها جاءِ ردي ۽ خراب آهي ۽ اها قرب ۽ محبت کان ٻاهر آهي. حديث ۾ آيو ته تحقيق الله تعاليٰ طيب ۽ پاڪ شيءِ کي ئي قبول ڪندو آهي ۽ روح الله جي صفتن سان مانوس آهي ڇو ته اهو الله جي امر مان پيدا ٿيو آهي، ابليس وانگر الله جي نهي مان پيدا نه ٿيو آهي.

خواجه صاحب فرمايو: طالب جو ڪاڏو اهو هوندو آهي جيڪو ان جي (ٻڪ واري) حاجت کي پورو ڪري

مون (گروهڙي) چيو: حضرت مرشد اهو ان وقت فرمايو جڏهن مون ڪاڏئن سوال ڪيو ته ڇا ڪاڏجي؟ ۽ فقه جي ڪتابن ۾ آيو آهي ته حاجت، ڪاڏي جي مباح هجڻ جو دليل آهي.

خواجه صاحب فرمايو:- ته جيڪي به اذڪار ۽ عبادتون آهن انهن لاءِ مقرر وقت، موسم ۽ مخصوص حالت هوندي آهي (جيئن نفي جا اذڪار ولايت ڪبريٰ جي حالت ۾ بهتر آهن ان کان پوءِ ممنوع آهن. (خواجه گل محمد) جيئن تشهد جي حالت ۾ فاتح پڙهڻ درست نه آهي هوڏانهن فاتح کي افضليت ڪري ام الڪتاب سڏيو ويو آهي. اذڪار ۽ پين مشغولين لاءِ وقت جو مقرر هجڻ طريقت جي مبتدي لاءِ آهي ڇو ته اهو وقت جو تابع ۽ ان جو پٽ آهي. باقي جيڪو وقت جو پيءُ ۽ وقت تي حڪومت ڪندڙ آهي ان کي سڀ ڪجھ اختيار آهي. اهو وقت جو پابند نه آهي.

خواجه صاحب فرمايو :- ارادو مريد جي وصف آهي، مرشد جي وصف نه آهي. تڏهن مريد مرشد جي رد ڪرڻ سان رد نه ٿيندو آهي. جيستائين اهو پاڻ ارادي کان نه نڪري.

مون (گروهڙيءَ) چيو: هن ڳالهه جو شاهد ته مريد رد ڪرڻ سان رد نه ٿيندو آهي حضرت ڪعب رضي الله عنه جو واقعو آهي جنهن وقت رسول الله صلي الله عليه وسلم ان کي غزوه تبوڪ ۾ حاضر نه ٿيڻ واري قصور ڪري پاڻ کان پري ڪري ڇڏيو. ۽ اصحابن سڳورن کي ان سان سلام ڪلام ڪرڻ کان به روڪي ڇڏيو. هوڏانهن حضرت ڪعب ارادي مان هن بيت جو عربي ۾ مضمون پڙهندو رهيو:-

بيت:- گر وصال تو بنا شد بفراق تو خوشم۔
هم فراق تو مرا به ز وصال دگران

جيڪڏهن تنهنجو وصال هٿ نه آهي ته آءٌ تنهنجي فراق سان به خوش آهيان. تنهنجو فراق مونکي ٻين جي وصال کان ڀلو آهي.

خواجه صاحب فرمايو :- طريقت جي تعليم رڳو اهڙي ماڻهوءَ کي ڏني وڃي جنهن جي سڪ لاءِ ان جي احتياجي ۽ مرشد آڏو خوار رهڻ پڌرو ٿئي ۽ هو ان بيمار وانگر هجي جيڪو طبيب ڏانهن محتاج هوندو آهي. ۽ پاڻ کي ان جي حوالي ڪري ڇڏيندو آهي.

مون (گروهڙي) چيو :- مولانا رومي فرمايو آهي :-

بيت: (۱) آب ڪم جو تشنگي آور بدست۔
تا بجو شد آب از بالائي پست

(وصول جي) پاڻيءَ ڪي گهٽ گهُر طلب جي اڄ ڪي هٿ ڪر ته جيئن (وصول جو) پاڻي هر طرف مٿاهين هيٺاهين کان جوش ڪائي.

(۲) لذت از جوع است نـي از نانها۔
وصل از شوق است نـه از ترهانها

لذت بک کان آهي، مانيءَ کان نه آهي (مقصد ڪي) پهچڻ عشق کان آهي، دليل کان نه آهي.

(۳) تانگريد ڪودڪي حلوايِ فروش۔
بحر بخشائش ڪجا آيد بجوش

جيستائين حلوو وڪڻندڙ ڇوڪرو نٿو روئي ابستائين ان جي بخشش جو درياء ڪيئن جوش ڪائيندو.

هن پوئين بيت ۾ شيخ احمد خضرويہ جي ڪرامت ڏانهن اشارو آهي. ڳالهه هن طرح آهي ته شيخ احمد چار سؤ دينار ماڻهن کان وٺي فقراء تي خرچ ڪيا هئا. شيخ احمد جي وفات وقت قرضدار قرض جي وصوليءَ لاءِ شيخ وٽ آيا، پر شيخ جي گهر ۾ ته ڪا شيءِ نه لڌائون اتفاق اهڙو ٿيو جو هڪ ڇوڪرو حلوو وڪڻندڙ اتان اچي لنگهيو شيخ احمد جي نوڪر شيخ جي حڪم سان ان جو حلوو اڌ دينار ۾ خريد ڪيو ۽ شيخ جي چوڻ تي اهو حلوو درويشن ۽ قرضدارن ۾ ورهائي ڇڏيو پر شيخ جي سڄائي ڪري حلوي جي بها ڇوڪري ڪي نه ملي، ڏانهن قرضدارن

توڪڻ شروع ڪيءِ ته اسان جا پئسا به کڻي ويو ۽ مرڻ مهل ڇوڪري جو حلوو به ظالم سان کائي ويو. ڇوڪري کي جو پئسا نه مليا تنهن وٺي روئڻ شروع ڪيو. شيخ احمد کي ان تي ترس آيو. اوچتو هڪ ماڻهو چار سؤ ۽ اڌ دينار سو ڪڙي طور شيخ جي آڏو آڻي رکيا جنهن مان شيخ قرضدارن جو قرض لاٿو ۽ ڇوڪري کي به حلوي جي رقم ڏني.

**خواجه صاحب فرمايو :-** اي ماڻهو ڇائي وٺو ته اوهين سياڻي ڪونه هوندؤ ۽ نڪي اوهان جا دنيوي اسباب هوندا. جيڪڏهن دنيا جون نعمتون ڪنهن سان باقي رهن ها ته انهن کي ڇڏي رسول الله ﷺ رحلت نه فرمائن ها.

بيت:- لو كانت الدنيا دام نعيمها
لكان رسول الله فيها مخلدا

جيڪڏهن دنيا جون نعمتون باقي رهن ها ته تحقيق پيغمبر عليه السلام هميشه دنيا ۾ رهي ها. جيڪر هڪ ڏينهن برابر رهيو ۽ ترقي نه ڪيائين ته اهو ماڻهو نقصانڪار آهي.

**خواجه صاحب فرمايو :-** تو لاءِ اي انسان رکيو بدن آهي تڏهن تون بدن جي سک ۽ ان جي نقصان ۽ ٻئي کي نقصان پهچائڻ کان بچائڻ جي ڪوشش ڪر! الله تعاليٰ فرمايو آهي :- ”عليكم انفسكم“ (١) پنهنجن

(١) اصل آيت هن طرح آهي: عليكم انفسكم لايضركم من ضل اذا اهتديتم آيت ١٠٥ سورت مائده

نفسن کي پناهہ ۾ رکو! ايمان جي طلب بہ رکو نفس
جي اطمينان لاءِ هوندي آهي. حديث ۾ آيو آهي:- بيشڪ
تنهنجو نفس تو لاءِ سواري آهي پوءِ تون ان سان نرمي
ڪر! نرمي ان کي نہ ڇڏيو جو تون نفس کي بکيو
رکين ۽ ان کي ايذاء پهچائين. نظر جي روشني وڌائڻ
۽ پنبڙين جي وارن ڦٽائڻ لاءِ ڪاري سرمي پائڻ جو
حڪم آيو آهي ۽ ساڳي وقت اهو بہ شريعت جو حڪم
آهي تہ هڪ ساهي پاڻي نہ پيئجي پر (ٽي ڀيرا) ساهہ ڪڍجي
ڇو تہ ائين پاڻي پيئڻ طبيعت لاءِ وڌيڪ مناسب ۽ خوشگوار
آهي. اهي سڀ ڳالهيون جيڪي مذڪور ٿيون آساني ۽
بدن جي تندرستي لاءِ آهن.

خواجہ صاحب فرمايو:- پنهنجي مزاج کان واقف
انسان طبيب جي رکو ان وقت پيروي ڪندو آهي جڏهن
طبيب جو فڪر سندس فڪر جي موافق هوندو آهي.
مون (گروهڙي) ڇيو تہ جنهن بيماريءَ ۾ حضرت
مرشد (خواجہ محمد زمان) هن دنيا کان لاڏاڻو ڪيو ان
۾ طبيبن جي علاج معالجي کي قبول نہ ڪرڻ جو اهو
ئي ڪارڻ هو. اها سندن وفات ڇنڇر ڏينهن تاريخ چوٿين
مهيني ذوالقعده ٨٨ ١ھ يارهن سؤ اناسيءَ ۾ ٿي.

خواجہ گل محمد صاحب فرمائي ٿو تہ حضرت پير
(سندن والد بزرگوار) جو رحلت وارن ڏينهن ۾ طبيبن
جي دوا کي قبول نہ ڪرڻ بہ سبب ڪري آهي. پهريون

سبب هي آهي ته و نحن اقرب اليه من حبل الوريد (۱) آيت ڪري الله تعالیٰ جو قرب ۽ ويجهڙائي ثابت آهي جيئن ڪامل مشائخن تي هن جهان ۾ واضح ٿيو آهي پر جيستائين روح بدن ۾ آهي ته اوليءَ جي آميزش به ٿي سگهي ٿي ان ڪري پاڻ (خواجه صاحب) اها سڌ رکيائون ته اوليءَ جي آميزش ۽ بدن جي حجاب کان سواءِ خالص ذات جو وصل حاصل ٿئي جيئن مولانا رومي فرمائي ٿو:-

بيت:- من شوم عريان زتن او از خيال-

تا خرامم در نهايات الوصال

آئون بدن کان الڳ ٿيان ۽ هر خيال کان- ته جيئن آئون وصال جي آخري ميدان ۾ ٽلندو رهان.

علاج قبول نه ڪرڻ جو ٻيو سبب اهو آهي ته سندن حياتي ۽ صحت خدا جي راضپي ڪري هئي ته سندن ارادو به زندگي ۽ بدن جي تندرستيءَ لاءِ دوائن جي طلب هئي ۽ جڏهن خدا پاڪ ديدار جو ارادو ڪيو ته خواجه صاحب به هن حديث مطابق ان جي ديدار جو ارادو ڪيو:- جيڪو الله جي ديدار ۽ ملاقات کي درست رکي ٿو ته الله به ان جي ملاقات کي درست رکي ٿو جيئن حافظ چئي ٿو:-

مصراع:- ترک کام خود گرفتم تا بر آيد کام دوست-

---

(۱) ۽ اسان انسان کي ان جي ساه واري رڳ کان به ويجها آهيون. آيت ١٦- سورت ق

مون پنهنجي ڪم ڪي هن ڪري ڇڏيو ته دوست جي مراد پوري ٿئي. پورو ٿيو ڪلام خواجه گل محمد صاحب جو، انهيءَ سبب ڪري پاڻ دوا ڪي قبول نه ڪيائون نه ته پاڻ طب جا معتقد هوندا هئا ڪڏهن ڪڏهن پنهنجو ۽ ٻين جو علاج به ڪندا هئا. (جيئن هن درويش (خواجه گل محمد) جون به پاڻ دوائون ڪيون هئائون) پنهنجو علاج خاص طرح جعفر سان ڪندا هئا، پاڻ علاج جا منڪر نه هئا جيئن ڪن ماڻهن جو گمان آهي ۽ مونکي (گروهڙي) صاحب زاده ميان گل محمد الله سندس علم ۽ حلم کي وڌائي ٻڌو ته پاڻ کين ڏنو ته جعفر سان ماڻي کائي رهيا هئا، جعفر کي ڪني ڇاڻي ملڪيءَ سان گڏايو ويو هو. اها دوا پاڻ اقره جي مرض دوران کائيندا هئا جو کين اهو مرض لاحق ٿيو هو.

خواجه صاحب فرمايو:- علامت ۽ نشاني جنهن لاءِ نشاني هوندي آهي ان جو غير هوندي آهي.

مون (گروهڙي) چيو:- ان ڪري مولوي رومي فرمايو آهي:

مصراع: اي بسا ابليس آدم روئي هست

گهڻا ماڻهو اهڙا هوندا آهن جو شيطان جي صفت ۾ ماڻهوءَ جي شڪل ۾ هوندا آهن. تڏهن سندن ظاهري علامت، اندر واري علامت جي موافق نه ٿي.

خواجه صاحب فرمايو:- ڪامل انسان جي اها وصف آهي جو اهو حقيقي بادشاه جي سواري هوندو آهي.

مون (گروهڙي) چيو: پوءِ غير ڪامل انسان جي وصف اها آهي جو اهو ملڪ جو گهوڙو هوندو جيڪڏهن نيڪيءَ جو طالب هوندو يا شيطان جي سواري هوندو جيڪڏهن بڇڙائي جو طالب هوندو.

بيت:- حيف بود آدم صورت ترا-
معنيٰ شيطان شده همدم ترا

توکي حيف هجي جو تنهنجي صورت ته آدم واري هجي پر حقيقت ۾ شيطان تنهنجو همنشين ۽ ساٿي هجي.

مولانا رومي چئي ٿو:-

بيت:- گر بصورت آدمي انسان بودي-
احمدو بوجهل خود يڪسان بودي

جيڪڏهن ظاهري صورت ڪري آدمي کي انسان چئجي ها ته احمد ﷺ ۽ ابو جهل هڪ جهڙا هجن ها.

هيءَ ڳالهه پڌري آهي ته سرڪش گهوڙي کي بادشاه جي سواريءَ لاءِ اڳ ۾ رياضت ڪرائبي آهي الله تعاليٰ فرمايو: ان اقاموا الصلواة و آتوا الزکوة فخلوا سبيلهم جيڪڏهن اهي نماز کي قائم ڪن ۽ زڪواة ڏين ته پوءِ سندن وات کي ڇڏي ڏيو ڇو ته فرمانبردار سان نرمي ڪئي ويندي آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:-** جيڪو ماڻهو ڪمن تي اڪيلي وڏن مهل طبيعت جي موافقت نه ٿو ڏسي ته اهو گهڻو ڪري پشيماني پسندو (مطلب ته جيڪو سوچ کان سواءِ ڪم ڪندو ته اهو پيشمان ٿيندو).

خواجہ صاحب فرمايو:- سيني شين کان بهتر اها آهي جيڪا اعتدال جي وچهو هجي، ان ڪري پير جي وڻ کي سيني وڻن جو سردار سڏيو ويو آهي (هتي پير جي وڻ مان مراد سدرة المنتهيٰ آهي جيڪا ستين آسمان يا ڪرسيءَ مٿان پڌائي وئي آهي ۽ اها عالم خلق ۽ عالم امر جي وچ تي آهي.)

مون (گروهڙي) چيو: حديث ۾ آيو آهي سيني ڪمن کان بهتر وچٿرو ڪم آهي ۽ عارف چئو آهي ته دل جو صاحب اهو آهي جيڪو صفت ملڪي ۽ بهيمي ٻنهيءَ جي وچ تي هجي. ان جي ڪسوٽي شريعت جا احڪام آهن چوته اهي ملڪي ۽ حيواني ٻنهيءَ قوتن کي گڏ ڪن ٿا.

خواجہ صاحب فرمايو:- مومن ويڪري گهر کي دوست رکندو آهي (اها دل جي ويڪرائي يا هن جهان جي ويڪرائي آهي خواجہ گل محمد) منافق جي ابتڙ جو جيس وسعت قلبي ۽ آخرت جي ڪشادگي نصيب نه آهي.

مون (گروهڙي) چيو: مومن مائو آهي مٿي شيءِ کي پسند ڪري ٿو. مولانا رومي فرمائي ٿو:-

بيت:- انبيا را تنگ آمد اين جهان۔
چون شهان رفتند اندر لامكان

نبين تي هي جهان تنگ آيو بادشاهن وانگر لامڪان ۾ (جيڪو ڪون کان ويڪرو آهي) ويا.

خواجہ صاحب فرمايو:- سگهارو ماڻهو اهڙي

شيءِ ڪٿي سگهي ٿو جنهن ڪي ڪمزور نه ڪٿي سگهندو
آهي ان ڪري ضعيف ماڻهوءَ کي مرشد جي صحبت مان
جلد فائدو پهچندو آهي ۽ سگهارو ائين نه هوندو هي.
(جيئن ڳالهه ڪندا آهن ته خواجه شمس تبريز مولوي رومي
کان پڇيو ته اسان جو پيغمبر ﷺ بهتر آهي يا بايزيد
هن چيو ته بايزيد کي حضرت ﷺ سان برابري ڪرڻ
جي ڪهڙي طاقت آهي. تڏهن ان وري پڇيو بايزيد چيو
سبحاني ما اعظم شاني جو دم هنيو ۽ حضور جن اهڙو جملو
نه فرمايو. اهو ٻڌي ان جواب ڏنو ته بايزيد ڪوزي
وانگر هو جو ٿوري پاڻيءَ سان وهي هليو ۽ آنحضرت
محيط سمونڊ هو جو درياهن جي فيض سان ڪنهن کي
نقصان نه پهتو جو سبحاني جي لاف هڻي خواجه گل محمد)
حديث ۾ آيو آهي ته قوت وارو ايماندار الله کي
ڪمزور کان وڌيڪ پيارو هوندو آهي.

بيت: موسيٰ زهوش رفت بيڪ پرتو صفات.
تو عين ذات مي نگري در تبسمي

حضرت موسيٰ هڪ صفاتي تجلي کان مدهوش ٿي
ويو جيڪا طور سينائي تي هئي. تون اي پيغمبر عين ذات
الله جي ڏسي رهيو آهين پوءِ به مرڪي رهيو آهين!

خواجه صاحب فرمايو:- عارف ڪابه اهڙي ڳالهه
نه چوندو آهي جيڪا ائين دين جي مخالف هجي
پر ان جو عمل گهڻو ڪري عادت جي خلاف هوندو
آهي ۽ هو ماڻهن جي انهيءَ مخالفت ۾ رند هوندو آهي

جيڪو ظاهر ڪري ته خراب لڳندو آهي پر باطن ڪري
چڱو هوندو آهي ۽ احمق نه هوندو آهي جيڪو ظاهر،
باطن ٻنهي ۽ ڪري خراب هوندو آهي. الله تعاليٰ فرمايو
آهي: "مصدقالمابين يديه (١)" مطلب ته حضرت موسيٰ
سچو ڄاڻندڙ آهي ان کي جو وٽس موجود هو تورات
جو حضرت موسيٰ تي لٿو هو. طبقات شعرانيه ڪتاب ۾
آهي ته ولي ڪا نئين شريعت نه آڻيندو آهي پر نئون
فهم ۽ سمجهه آڻيندو آهي.

خواجه صاحب فرمايو:- جڏهن ڪنهن کي اسلام
۾ آندو ويو ۽ ان جو اسلام ۾ اچڻ جو ارادو نه هو ته
ان کي اسلام ۾ آڻڻ واري تي ڪهڙو گناه؟

مون .(گروهڙي) چيو: الله تعاليٰ فرمايو آهي: الله
لاءِ انهن اسلام آندو جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهن دل
جي خواهش ۽ زور سان ۽ حديث ۾ آيو آهي لڙائي
هڪ بازي آهي ۽ ٻي حديث ۾ آهي مومن اهو آهي
جيڪو پنهنجي پاڻ لاءِ ان شئي کي دوست رکي جنهن
کي پاڻ لاءِ دوست رکي ٿو. اهي سڀ دليل اڪراه
(زور پرڻ) جي جواز لاءِ هئا، انهن دليلن هوندي به زور
پرڻ جي ڪا ضرورت نه آهي ڇو ته جنهن ماڻهوءَ کي
دل جي صحيح سوچ هوندي ته ان لاءِ هر شئي ۾ عبرت
موجود آهي، جنهن مان هدايت هٿ ڪري سگهي ٿو.
خواجه صاحب فرمايو:- سگهڙئي مٿاهين زمين

(١) آيت ٤٦ سورت مائده.

سگهي ويندي جڏهن پاڻيءَ زور جي منڊ گذري ويندي پوءِ تون اڄ (وحدت حي) درياءَ ڏانهن موٽ ڪاءِ!

**خواجه صاحب فرمايو:-** حنفي ۽ غير حنفيءَ کي کپي ته فقه ۽ حديث ۾ هن طرح جمع ڪري جو هو ڪنهن تي عمل ڪري ته جيئن ظاهر حديث ۽ باطن حديث تي عمل ڪرڻ سان ڪاميابي حاصل ڪري.

**خواجه صاحب فرمايو:-** طلب لاءِ ٽن شين جو هجڻ ضروري آهي. مريد طرفان محبت، ۽ پاڻ کي مرشد جي حوالي ڪرڻ ۽ مرشد پاران مريد تي رحم ڪرڻ.

**خواجه صاحب فرمايو:-** عالمن کي پاڻ ۾ اختلاف نه ڪرڻ گهرجي.

مون (گروهڙي) چيو: حديث ۾ آيو آهي ته اوهان کان اڳيان ماڻهو رکيو هن ڪري هلاڪ ٿيا جو انهن پنهنجن پيغمبرن جي مخالفت ڪئي ۽ جنهن پنهنجي مراد ۽ مقصد کي ڇڏيو هو ڏانهن اهو حق ٿي به مو ان لاءِ جنت ۾ ماهون گهر بنايو ويندو.

**خواجه صاحب فرمايو:-** قدسي حديث ۾ آهي فرمايو الله تعاليٰ ته مون وٽ منهنجي دوستن لاءِ اهڙو شراب آهي جو جڏهن ان کي پيئندا ته بيهوش ٿي ويندا ۽ جڏهن بيهوش ٿيندا ته خوش ٿيندا پوءِ انهن گهر ڪئي پوءِ ان کي لذائون ۽ ان سان متصل ٿيا تڏهن منهنجي ۽ انهن جي وچ ۾ ڪا جدائي نه آهي. تڏهن مهربان پيارا بندا ڪان هيڪو گهربو وڃي ٿو سو اهوئي شراب

آهي جنهن سان پرائين هڏين کي ڄاريو ويندو. جيڪو عارفن جي ڪلام کي جيئن حافظ ۽ ٻين جي ڪلام ۾ آيل شراب کي فاني شراب تي حمل ڪري تو ته ان کي سندن مشرب ۽ مذهب جي سڌ نه آهي ڇو ته سندن ڪلام ۾ آيل شراب جو لفظ ان معنيٰ تي آهي جا قدسي حديث ۾ آئي آهي. انهن ظاهر بين حافظن ۽ ٻين عارفن جي علم کي بصيرت جي نگاهه سان نه ڏٺو آهي.

خواجه صاحب فرمايو:- جڏهن فقر (قلبي فنا سان) پورو ٿيو ته الله (حاصل) آهي. مون (گروهڙي) چيو ته اها حقيقي معبود جي تعريف آهي. حافظ چيو آهي:

بيت:- بندهٔ پير خرابا تم که درويشان او
گنج را از بي نيازي خاک برسرمي کنند

آئون انهيءَ مرشد فاني في الله جو غلام آهيان جنهن جا فقير دنيا جي خزاني کي دل جي بي رغبتيءَ کان بيسود ڄاڻندا آهن.

عارفن فرمايو آهي:- مرد اهو آهي جو، جيڪا شيءِ رکي هئائين ان جي گم ٿيڻ مهل ڏک نه ڪري ۽ اهو مرد نه آهي جو جنهن کي گهري تو ان کي لهي هوڏانهن ان اها شيءِ نه رکي هئي.

مڪتوبات احمدي (ربانيءَ) ۾ آهي: مقصود نالو آهي دنيا جي شين جي محبت جو تنهنجي دل کان نڪرڻ ۽ انهن شين جي علم ۽ ڄاڻ جو وڃڻ انهن شين جي محبت جي محبت جي لاءِ ويساءِ آهي ...ءِ ...جهڙن پهرئين

شيءِ دنيا جي شين جي محبت جو گم ٿيڻ بي شيءِ (انهن جي علم جو زوال) کانسواءِ حاصل نٿي ٿي. ۽ اهو صحابين سڳورن جو طريقو آهي. جو ته انهن نبي ﷺ جي صحبت جي برڪت ڪري اصل سان لاڳاپو رکيو جيتوڻيڪ ڪيس شين جي ڄاڻ پڻ هئي. بورو ٿيو ڪلام حضرت مجدد الف ثاني جو.

هن گفتار جو خلاصو الله تعاليٰ جو هيءُ قول آهي: "الله الغني وانتم الفقرآء" (۱) خدا تعاليٰ بي نياز آهي (شين جي محبت کان) ۽ اوهان (شين ذاتهن). محتاج آهيو. پوءِ جڏهن بندي کان شين جي محتاجي هلي ويندي ته هو غنا ۽ بيپرواهيءَ کي پهچندو ۽ پانهي جي فقر جو اهو گم ٿيڻ الله بي نياز کي پهچڻ آهي. ان ڪري مولوي رومي فرمايو آهي:. جڏهن تون شين هي نٿي ۽ انڪار ڪندين ته اهو خدا آهي ۽ جنهن سيني شين جو انڪار نه ڪيو ته ان خدا کي نه سڃاتو.

هن مسڪين (شيخ عبدالرحيم) هن مطلب جي چٽائي ۾ چيو "اذا حصل الفراغ فهو الله". جڏهن (دل کي شين جي محبت کان) فراغت ملي ته اهو خدا آهي ۽ پر ڄاڻ ڪپي ته هتي مراد آهي ڄاتل شين کان دل جو پالهو ٿيڻ جيئن زمين يا آسمان يا عرش يا لوح جنهن تي مخلوق جا عمل لکيا آهن، يا قلم يا جن يا ملڪ يا بهشت يا دوزخ يا حور يا قصور (ماڙيون) يا انسان يا شيطان. اما

---

(۱) آيت ۳۸ سورت محمد.

فراغت هن طرح آهي جو دل کي انهن شين سان ڪو لاڳاپو نه رهي يا انهن مان ڪنهن هڪ سان. اهو طريقت ۾ مرڻ آهي جنهن کي فنا نالو ڏيندا آهن، ان کي "نفي ڪلي" به سڏيو ويندو آهي - جنهن ۾ سڀني شين جو انڪار ڪجي ٿو. مولوي رومي فرمايو آهي.

بيت:- در نوا آرم بنفي اين ساز را
چون بميرم مرگ گويد راز را

نفي سان آواز ۾ آڻيان هن (وحدت جي) ساز کي جڏهن آئون مران ته فنا وحدت جو راز چئي.

تا نميري نيست جان کندن تمام
بي کمال نردبان نيائي ببام

جيستائين تون فنا نه ٿيندين ته جان جي پوري فنا هٿ نه ايندي (فنا جي) پوري ڏاڪڻ کانسواءِ (وحدت جي) ڇت تي نه ايندين.

مطلب ته الله ڏانهن عروج نالو آهي سالڪ جو ڇاتل شين جي محبت کان نڪرڻ ۽ شين جو محبت جي درجي کان بنهه ڪري پوڻ. جيئن ته هڪ رڍ جي سنڀال ۽ چارڻ ٻن سون رڍن جي سنڀال وانگر آهي تڏهن هڪ شيءِ جي دل ۾ محبت الله جي عرفان کان ائين روڪي ٿي جيئن ٻن سون شين جي محبت روڪيندي آهي. حديث ۾ آيو آهي الترڪ راحة شين جو ڇڏڻ آرام آهي. مطلب ته فصل (شين کان جدائي) وصل (الله کي پهچڻ) آهي ۽ شين جي نفي الله جو اثبات آهي.

باقي اها دوستي جنهنجو لاڳاپو نامعلوم شيءِ سان هجي سا جدا نه ٿيندي آهي ۽ شين جي لاڳاپي کانسواءِ واري دوستيءَ جو نالو "حب ذات احديه" هڪ ذات خدا سان دوستي رکيو وڃو آهي جيئن جامي فرمائي ٿو:-

بيت:- زعنقا هست نامي پيش مردم
زمرغ من بود آن نام هم گم

ماڻهن وٽ سيمرغ جو رڳو نالو رهيل آهي- منهنجي پکيءَ (معشوق بيمثال) جو نالو به معلوم نه آهي- حديث ۾ آيو آهي ته شيءِ (بيمثال) سان محبت ڪرڻ (طالب کي شين جي محبت کان) انڌو ۽ گونگو بنائيندي آهي.

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ مغني (ڳائيندڙ) هڪ بدوي جي دروازي تي اچي هن طرح چوڻ لڳو:-

آئون ملائڪ کي دوست نه ٿو رکان، نه حور کي نه بهشت کي ۽ نه دوزخ کي اهو ٻڌي گهر جو مالڪ بدوي اٿيو ۽ ڪيس مارڻ جو خيال رکي چوڻ لڳو ته اي فقير تون پنهنجو مقصد چو نه ٿو بيان ڪرين ته ته جيئن تون اجائي ڪوشش ۽ تڪليف کان ڇٽي پوين. اي مطرب! تو کو اهڙو عقل وارو ماڻهو ڏٺو آهي جنهن جو مقصد ماني گهرڻ هجي ۽ چئي ته مونکي زيد نه کپي، نکي عمرو کپي، نه سج کپي، نه چنڊ کپي نه پاڻي، نه ٻاه کپي پر عقل وارو انسان سڌو اها گهر ڪندو ته آئون ماني ٿو گهران، اهو ٻڌي ڳائڻوچوڻ لڳو ته آئون ان کي دوست رکان ٿو جو اهو ماني وانگر

نہ آھي جو ان جو نالو کڻن پر اھا اھڙي شيءِ آھي جو ان کي ماسوا جي نفي کانسواءِ سڃاڻي نٿو سگھجي.

بيت:- چہ گويم باتو از مرغ نشانہ
کہ بـا عنقا بود ھم آشيانہ

آئون توکي اھڙي پکيءِ (معشوق) جو کھڙو اھڃاڻ ٻڌايان جنھنجو آيرو (وطن) سيمرغ (عنقا) سان گڏ ھجي. مطلب تہ جيئن عنقا پڌري نہ آھي تيئن منھنجو محبوب بہ ناپيد آھي.

اڃان عنقا جو تہ کو نالو آھي ۽ ان جي رفيق جو کو نالو ئي نہ آھي ڇو تہ ھو بيمثال آھي ان جو پورو نالو ڪيئن صحيح ٿيندو، سندس نالو رڳو ماڻھن وٽ آھي جو ڪنھن نالي سان ان کي سڏين ٿا.

مڪتوبات امام رباني ۾ آيو آھي تہ الله جي ذات جو ڪنھن بہ لفظ سان بيان نہ ٿيندو ۽ نکي ذات تي نفي کانسواءِ کو حڪم ئي ڪري سگھبو ڇو تہ ذات ۾ کو تعين نہ آھي توکي ذات ۾ رڳو اھوئي ثابت ۽ قصد ڪرڻو آھي. ذات خدا کانسواءِ ھرشيءِ جي نفي واجب آھي. تڏھن اھا اسانجي نبي محمد ﷺ جي ڏنل نہ ھجي ڇو تہ جيڪا شيءِ بي ڪيف ۽ بيمثال آھي تنھن کي ڪيف نہ ٿي سمائي سگھي ۽ جنھن شيءِ کي بشر ڏسندو سا ڪيف آھي ان کي بيمثال نہ چئبو. تڏھن فقر جي تمام ھجت جي معنيٰ اھا آھي تہ ڇاتل شين جي نفي ڪرڻ جن کي ان دوست ٿي رکيو. محبوب کان سواءِ

دوستيءَ جو بناءُ معلوم آهي ۽ ميت کانسواءِ روئڻ جو حصول بہ معلوم آهي. حديث ۾ آيو آهي جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن ٻانهي کي دوست رکندو آهي تہ ان جي دل ۾ لاڳيتو روئڻ رکندو آهي. پوءِ جڻ تہ هن طرح چيو ويو: جڏهن محبت تعين وچولي ۽ امڪاني ڪان خالي ٿيندي تہ اهو اصلي وطن کي پهچڻ آهي. ڇو تہ حقيقتن جي حقيقت اهائي محبت آهي ۽ مطابق محبت جي نشاني مرتبي رضا جو حصول آهي ۽ خداوندي تقدير لاءِ سيني جي ڪشادگي ۽ شرعي احڪامن کي لذيذ ڄاڻڻ ۽ جيڪو متس روئي ان ڪان نراس، ٿيڻ ۽ انهيءَ محروميءَ سان اطمينان لهڻ. ان جو نالو پڌرو وصل آهي.

مصراع:- نظر کردن نامرادي لخويش راجام وصال

پنهنجي نراسائي تي نگاهہ ڪرڻ وصال جو پيالو آهي.

خواجہ صاحب فرمايو:- جڏهن تون ڪابہ شيءِ نہ لهين تہ تو مقصد کي لڌو. ايستائين ڪيس مقصد هٿ نہ ايندو جيستائين هو ڪنهن بہ شيءِ کي نہ لهندو. ان وقت هو خدا کي لهندو. جيئن سعدي چئي ٿو:-

معشوق من است آنکہ بنزديک تو زشت است

منهنجو معشوق (نہ لهڻ شيءِ ۾) آهي جو تو وٽ بڇڙو آهي.

مون (گروهڙي) چيو: مولوي فرمايو آهي:-

بيت:- علت تنگي ترکيب و عدد
جانب ترکيب جسمهامي کشد

تنگ تر آمد سیاست از خیال
زانکہ دروي بدرمي گردد هلال.

ترڪيب جي تنگيءَ جو ڪارڻ بہ شيون ۽ حساب آهن، جيڪي انسان جي جسم جي ترڪيب ڏانهن ڇڪن ٿيون ۽ اهي ڏهہ آهن جن مان پنج ظاهري حواس آهن جيئن باصره (ڏسندڙقوت) ذائقہ (چکندڙقوت) سامعہ (ٻڌندڙ) شامہ (سنگهندڙ) ۽ لامسہ (ڇهندڙ) پنج باطني حواس آهن حس مشترڪہ، خيال، وهم، متصرفہ ۽ حافظہ پر خيال کان سواءِ ٻيا سمورا حواس قناعت پذير آهن، خيال ڪري اهي ڏاڍو تنگ آهن، ڇو تہ خيال ۾ چوڏهن تاريخ جو چنڊ بہ پهرئين تاريخ وارو چنڊ ٿي پوندو آهي. حديث ۾ آيو آهي تہ "آساني ڪريو ۽ ڏکيائي نہ ڪريو" مطلب تہ جيڪڏهن روئو نہ تا تہ روئڻ جهڙو منهن ڪريو.

**خواجہ صاحب فرمايو:-** معلوم خبرداريءَ لاءِ (جو خدا آهي) موهوم (غيرخدا) کي فنا ڪرڻ جو نالو حقيقت آهي.

مون (گروهڙي) چيو: حقيقت ثابتہ سڀني حقيقتن جي جامع آهي ۽ ٻيون حقيقتون جيڪي وجوبي حقيقت سان مشابهت رکن ٿيون الوهيت سميت سڀ عکس ۽ اولڙا آهن جي نيستي جي آرسي ۽ آئيني ۾ پيا آهن (مطلب تہ اهي سڀ تعينات آهن جن جو بيان ڪتاب جي مقدمي ۾ گذري چڪو آهي) انهن شين لاءِ ريو گمان ڪيو وڃي ٿو تہ اهي موجود شيون آهن [illegible]

موجود رڳو اصل مخفي ڪلي (جامع) آهي جا الله جي ذات آهي ۽ هي پاڇولا وهم ۾ موجود آهن ۽ حقيقت ۾ وجود ڪونه اٿن، جيئن سج جو اولڙو پاڻيءَ ۾ ڏٺو ويندو آهي جنهن کي آسمان ۾ ڪو وجود نه آهي اُتي رڳو هن جو اصل آهي جنهن جو مثال پاڻيءَ ۾ پڌرو ٿيو آهي ۽ سج پاڻ پنهنجي ذات يا وجود ڪري پاڻيءَ تي نه آهي. اها تحقيق بعض اولياء جي خلاف آهي، ڇو ته انهن وٽ سج جو اصل پاڻيءَ ۾ ڏٺو وڃي ٿو اهي اولڙن کي جن عدم جي آرسيءَ ۾ جلوو ڪيو آهي خدا جي ذات ڄاڻندا آهن جيئن چيو اٿن:-

بيت: چشم بکشاکه جلوهٔ دلدار
متجلي است بر درو ديوار

اک کول ته دلدار جو جلوو هر دروازي، پٽ تي تو کي نظر ايندو

هو ڏانهن انهن اوليائن جو ٻه هن ڳالهه ۾ اتفاق آهي ته حقيقي سعادت عظمت جي آسمان تي سونهن جي سج جو پسڻ آهي ۽ فنا سان وروهه رکڻ ۽ بدبختي نالو آهي پاڻيءَ واري سج سان لاڳاپو رکڻ ۽ ظاهري شين سان وزوهه وٺڻ. اهو عارف ائين نه آهي جيڪو حقيقت ثابته سان باقي آهي اهو ان جي مثالن ۽ اولڙن سان محبت به رکي ٿو ته حقيقت ثابته جي ڪري، انهن اولڙن جي ذات ڪري نه ٿو رکي مطلب ته مظهر سان ظاهر ڪري محبت رکي ٿو جا الله جي ذات آهي. ظاهر اهوئي باطن

آهي جنهن ۾ ڪو تعين نه آهي. مجنون قيس چيو آهي
ته آئون ڪارن ڪتن کي ليليٰ سان ڪاري رنگ ۾
مشابهت ڪري دوست رکان ٿو. پوءِ جهڪو ماڻهو
حقيقت ثابته جو قصد ڪري ته ان تي لازم آهي ته
ٻين سڀني شين جو انڪار ڪري رڳو هڪ موجود ذات
تي اڪتفا ڪري جيڪا وجود ۽ عدم ٻنهي کان بلند
آهي ۽ هر تعين ۽ حڪم کان به پاڪ آهي.

سالڪ کي ڪلي نفي ڪرڻ کپي يا اٿين نه ٿي
سگهي ته پوءِ شرعي حڪم کي اڳتي رکي ته جيئن سنلس
علم ۽ ڄاڻ راسخ ٿئي هن طرح ته هن حڪم شرعي سان
علم ۽ عمل ڪري لذت هٿ ڪري. ڇو ته شرعي
احڪامن تي عمل ڪرڻ به وصول جي وات آهي، هن
ڪري جو هر شرعي حڪم الله جي ذات ثابته تائين
پهچائي ٿو جيئن مڪتوبات احمديه (رباني) ۾ آيو آهي.

بحرالفقه ڪتاب ۾ آهي ته جيڪو ماڻهو ڪنهن
علم کي محفوظ ۽ محڪم ڪري ٿو ته اهو ٻين علمن
ڏانهن کيس رهنمائي ڪري ٿو جنهن جي اها صورت
آهي ته مثال طور فقه جا مسئلا نحو يا صرف جي
مسئلن سان معلوم ڪري. (مثلا هن ڪري چيو ويو ته
فقهي مسئلن کي نحو ۽ صرف ۾ بند نه ٿو ڪري سگهجي
(خواجه گل محمد) هي مٿيون فائدو نادر آهي جنهن جو
ياد رکڻ ۽ استعمال ڪرڻ واجب آهي مولوي رومي
فرمايو آهي.

بيت:- گفت پيغمبر که جنت از اله
گر همي خواهي زکس چيزي مخواه

پيغمبر عليه الصلواة والسلام فرمايو ته جيڪڏهن تون الله کان بهشت گهرين ٿو ته ڪنهن به ماڻهو کان ڪنهن شئي جو سوال نه ڪر.

خواجه صاحب فرمايو:- معرفت ۾ چئن اها آهي ته تون اهو چاهين ته چنڊ جو نور سج کان ورتل آهي ۽ آدم سندس (خدا تعاليٰ جي) صورت تي پيدا ڪيو ويو آهي (اهي حديث جا لفظ آهن جنهن جي وضاحت هي آهي ته حق تعاليٰ بي مثل آهي، دنيا ۾ سندس مثال انسان جي صورت آهي جيڪا سڀني صورتن جي جامع آهي.

بيت:- معرفت فاني شدن دروي بود
هر که فاني نيست عارف کي بود

معرفت ۾ سڃاڻ حق تعاليٰ ۾ فنا ٿيڻ اندر آهي، جيڪو خدا ۾ فاني نه آهي سو عارف ڪيئن ٿيندو.

مون (گروهڙيءَ) چيو: رومي فرمايو آهي:-

بيت: (١) معني لااله الاهو اينست اي پناه
که اي نمايد مه ترا ديگ سياه

(٢) گر شود پر نور روزن يا سرا
تو مدان روشن مگر خورشيد را

(٣) صد جها مستحق را کي کنند
ايک ... پندار گمره مي شوند

(٣) گوز چاهي تڪڪس ماهي را نمود
مادح ماه است هرکه آنراستود

(١) لااله الاهو جي معني اها آهي ته چنڊ (پنهنجي حسن ۽ خوبي هوندي به) توکي ڪاري ديگ وانگر نظر اچي. طلب ته غير الله جي نفي اثمن ڪجي جو مخلوق چنڊ ۽ سج توڙيڪ ڏاڍا حسين آهن پر بي رغبت هجن.

(٢) جيتوڻيڪ دريون ۽ گهر نور سان ڀريل هجن پر اي انسان تون رڳو سج (حقيقي) کي روشن ڄاڻ.

(٣) مدح جي حقدارڪان سواءِ ٻئي جي مدح ڪيئن ڪندا. پر آهي پاڻئي ڪري گمراه ٿين ٿا.

(٤) جيڪو دنيا جي کوه کان حقيقي چنڊ جو جاوو پسندو سواولڙي جي ساراه سان به حقيقي چنڊ جو ساراهيندڙ آهي.

خواجه صاحب فرمايو:- (وصول جو) آرام (طالب جي) بي آرامي ۾ آهي ۽ (دل جي) راحت (عشق جي) زخم ۾ آهي ۽ (طلب جي) موافقت (عشق جي باهه اندر) سڙڻ ۾ آهي ۽ لااباهو (خالق کان) جدائي ۾ آهي.

بيت:- غرض از عشق تو ام چاشني درد و غم است
ورنه زير فلک اسباب تنعم چه کم است

(اي حقيقي دوست) تنهنجي عشق ۽ محبت کان غرض درد ۽ غم کان منهنجو لذت وٺڻ آهي نه ته آسمان هيٺان نعمت جا سبب گهٽ نه آهن.

سون (گروڙي) ڇمو: جيڪي بہ تنهنجي دل ۾ اچي تہ الله تعاليٰ ان کان ٻاهر آهي، پر ڪنهن وجد ڪري اهو ائين آهي (مطلب تہ دل واري خيال ذريعي ان جي معرفت ڪري سگهجي).

مصراع:- تو از يک قطره بہ بيني دجلہ را

تون تجليءَ جي هڪ ڦڙي کان حا تنهنجي دل تي پئي ٿي ذات جي درياءَ کي ڏسي وٺندين. جيئن ڇنو ائين تہ آن جي هڪ مٽ مان خرار جو نمونو معلوم ٿي ويندو آهي تہ آن چڱو آهي يا خراب.

حافظ چيو آهي:- گر مريدي راه عشقي فکر بدنامي مکن-
شيخ صنعان خرقہ رهن خانہ خمار داشت

جيڪڏهن تون عشق جي وات جو قصد رکين ٿو تہ ماڻهن جي بدناميءَ کان نہ ڊڄ جيئن شيخ صنعان گودڙيءَ کي شراب وڪڻندڙ وٽ گهہ رکيو. شيخ صنعان جو قصو هن طرح آهي تہ شيخ خدا جي ارادي سان حرمين کان روم ڏانهن روانو ٿيو اتي هڪ عيسائي عورت تي عاشق ٿي پيو. ان سان شادي ڪرڻ لاءِ ظاهر ۾ سندن ديول ۾ رهڻ لڳو ان جي ڪابيني جي عوض سندن سؤر چارڻ لڳو ان ڪري سندس مريد ڦري ويا جڏهن اهي پنهنجي گهرن ۾ پهتا تہ اتي جيڪو هڪ فقير ڇڏيو هئائون تنهن سڀني کي تنبيهہ ڪئي تہ اوهان کي پنهنجي مرشد جي دين وٺڻ کپندو هو. شيخ جيتوڻيڪ ان جو اندر اسلام تي برقرار هو پر ظاهر ۾ شاديءَ کان پوءِ پاڻ

۽ سندس زال جنهن نه اسلام لکيل هو پنهنجي اسلام
آندو. خواجه گل محمد).

ڪشف ڪتاب ۾ آهي ته خراباتي (مشغن جو هڪ
قسم) جي وصف ۾ سچائي اها آهي ته اهو ڪنهن به شيءِ
کي رنگ الله کان جڙيندو آهي ۽ الله سان قائم ۽ ان
ذاتي موٽندڙ ڏسندو آهي جيئن ڪاشن راز ڪتاب ۾ آهي.

بيت:- خراباتي شدن ازخود رهائي است-
خودي ڪفراست گر خود پارسائي است
خراباتي صوفي پڻ پاڻ کان ڇٽڻ آهي
خودي ڪفر آهي توڙي پاڻ پارسائي آهي

جو ته تحقيق ڪنهن شئي جي غير خدا ڏانهن نسبت
ڪرڻ ڪفر آهي ۽ حق کي غير حق ۾ ڏيکڻ آهي.
خواجه صاحب فرمايو:- جهالت ۽ ناداني جي
وات تي هلڻ ڪشف ۽ شهود جي راهه تي هلڻ کان
بهتر آهي.

مون (گروهڙي) چيو: اها جهالت واري سير جي
پلاڻي هن ڪري آهي جو ان جي صاحب کي منزلن ۾
بند رهڻ جو ڪو ڏپ نه آهي، پر خواجه محمد ذڪيءَ
جي مڪتوبات ۾ آهي ته بهتر سيراهو آهي جو شروع ۾
علم ۽ ڄاڻ رکي ۽ پوءِ ناداني سان سير ڪري جيستائين
مقصد کي پهچي. انهن نه ٿي جو شروع ۾ پڄاڻي بيهوشيءَ
سان ڪري.

خواجه صاحب فرمايو ته حديث ۾ آهي ته ڪيترا قاري اهڙا آهن جو قرآن پڙهندا آهن هوڏانهن قرآن انهن تي لعنت ڪري ٿو.

مون (گروهڙي رحه) چيو: مڪتوبات احمدي (رباني) ۾ آهي ته جيڪا به عبادت نفي ڪان اڳ آهي ساوبال آهي جيئن لذيذ کاڌو کائڻ ان حالت ۾ نقصانڪار آهي جڏهن فاسد مادي جو نيڪال نه ڪيو وڃي، جيئن مولانا رومي رحه فرمائي ٿو:

بيت هرچه گيرد علتي علت شود

بيمار جنهن به شيءِ کي کائيندو ته اها بيماري وڌائيندي. جڏهن نفي هٿ ايندي ته اهڙي ماڻهوءَ جو ڪفر به دين آهي، جيئن مولانا رومي رحه فرمائي ٿو: ڪفر گيرد ڪاملي ملت شود. جيڪڏهن ڪو ڪامل ڪفر کي اختيار ڪندو ته اهو به دين ٿي پوندو، ڪامل کي هن ڪري نقصان نه ٿو پهچي جو نفي جي هٿ اچڻ ڪان پوءِ هو هر شيءِ کي خدا ڏي نسبت ڪندو آهي، الله تعاليٰ فرمايو: ترجمو) الله اوهان کي دوست رکي ٿو ۽ اوهان کي بخشيندو، تڏهن مقصود رکيو امانتن کي انهن جي اصلي ڏانهن واپس ڪرڻو آهي.

خواجه صاحب فرمايو: امانتن کي انهن جي مالڪن ڏانهن موٽائڻ جو مطلب اهو آهي ته تون پاڻ

---

(١) اصل آيت هن طرح آهي: يحببكم الله ويغفر ، آيت ٣١ سورت آل عمران.

لاءِ ڪنهن نه ڀتيءَ کي، نه لٺين نه ڏنڊي کي نه چانئٺ کي، نه وجود (بدن) کي ۽ جڏانهن مٽين ڦيرائين ته اتي خدا کي لهين. ان جو ناءُ فنا آهي ۽ وجود کان انهن نڪرڻ آهي جيئن داڻو ڪل کان نڪرندو آهي.

مون (گروهڙي رحه) چيو: شيخ محي الدين عربي رحه فرمايو آهي ته جنهن لاءِ هر شيءِ ۾ حق جو جلوو ظاهر ٿيو ته تحقيق سندس مقصد حاصل ٿيو، جيئان ۾ نڪي آدم آهي نه ابليس، نڪي حضرت سليمان جو ملڪ، نه بلقيس جو ملڪ اهي سڀ تو ڏانهن اشارو آهن ۽ تون معنيٰ آهين اي اها ذات جيڪا دلين جي مقناطيس آهي، ڪن محققن چيو آهي ته اها شيءِ جنهن سان دلين کي گرفتار ڪيو ويندو آهي سا ان جو غير آهي جيڪو جمال جي دعويٰ ڪري ٿو ۽ آئون نه ٿو ڄاڻان ته اها ڪهڙي شيءِ آهي جيڪا دلين کي ڦاسائي ٿي؟ مولوي روميءَ جو بيت آهي:-

صورت ظاهر فنا گردد بدان
عالم معنيٰ بماند جاودان

ظاهري صورت فنا ٿي ويندي عالم معنيٰ جو هميشه رهندو. مطلب ته مجي هڪ حقيقت آهي جا پنهنجيءَ ۾ ثابت رهي ٿي ۽ ان جون صورتون موجود ٿين ٿيون ۽ فنا ٿين ٿيون.

خواجه گل محمد صاحب رحه هن جي وضاحت ڪندي فرمائي ٿو ته ڪڻڪ جي مثين تي اداڪاري ڪندا آهن.

هڪ افراد جيڪي خارج ۾ موجود آهن جيئن مڇي، جو
پاڻيءَ جو حيوان آهي ڀيواهڙي ڪاي جو ان جو تصور
شرڪت کان روڪيندڙ نه هجي تيئن ان جا افراد
موجود نه هجن پهرئين قسم کي ڪاي عرفي چوندا آهن،
ٻئي کي ڪلي منطقي سڏيندا آهن، هن ڪلام جو مطلب
هيءُ آهي ته اها شيءِ جيڪا عاشقن جي دلين کي ڪسي
ٿي خدا ڪلي آهي جيئن مڇي جو ڪلي منطقي آهي
جيڪا پاڻيءَ ۾ ثابت آهي ۽ ظاهري معشوق جيڪي
حقيقي معشوق جون صورتون ۽ نمونو آهن سي مڇيءَ
جي افراد وانگر آهن جا ڪلي عرفي آهي. اهي افراد موجود
ٿيندا رهندا آهن ۽ فنا ٿيندا آهن.

خواجه صاحب فرمايو:- انهيءَ اسم اهوئي وجوبي
تعين امڪاني جيڪو سيراني الله کان اگ هوندي آهي-
۽ ذات الاهيءَ جي وچ تي هڪ دروازي وانگر آهي.
مون (گروهڙيءَ) زره چيو:- ڪشف ڪتاب ۾
آهي: بيت

بيت: - اسم دريـاؤ تعين مـوج او،
ايـن ڪسي داند ڪه اواز مالـود،
(٢) اسـم اعظم جـامـع اسما بـود،
صـورت او معني اسـمـا بـود.

(١) مطلب ته اسم درياءُ آهي ۽ امڪاني تعين ۽
وجوبي تعين ان جي موج اها ڳالهه اهو سمجهندو جيڪو
۾ جي حال ۾ ساس مان هوندو.

(۲) اسم اعظم (الله) سڀني اسمن جو جامع آهي، ان اسم اعظم جي صورت سڀني اسمن جي معنيٰ آهي.

بيت:- عارفان که عالم ما دانند

صفت و ذات را اسم خو انند

اهي عارف جيڪي اسان جو علم ڄاڻن ٿا سي خدا جي صفت ۽ ذات کي اسم چوندا آهن.

جلال الدين دراني چيو آهي:-

گر آدمی فهم کني اسمارا

معلوم کني حقيقت اشيارا

جيڪڏهن تون انسان آهين ته الله جي اسمن کي سمجهندين ان سان تون شين جي حقيقتن کي ڄاڻي وٺندين.

اهل سنت مان علم ڪلام وارن عالمن چيو آهي ته اسم مسميٰ جو غير نه آهي ۽ متڪلم عالمن چيو آهي ته اسم مان اسان جي مراد آهي ته نالو رکڻ ان جي خبر ڏيڻ مطلب ته لفظ ڪري اسم جو ذڪر ڪرڻ ان مسميٰ جو ڏس ڏيڻ.

شيخ عبدالحق دهلوي چيو آهي.

بيت:- در اسماء حقيقي شد مسمي عين هر اسمي-

عجب مشکل حديث است اين بگوش هوش اصغا کن

مطلب ته حقيقي نالن ۾ هرهڪ اسم مسميٰ جو عين آهي اها ڳالهه ڏاڍي مشڪل آهي هوش جي ڪَن سان ان کي ٻڌ!

تحقيق جو خلاصو اهو آهي ته هر متعين اهڙي شئي

جو نالو آهي جنهن کي پنهنجي ذات ڪري ڪا ت
نه آهي ۽ سيني اسمن ۾ وڏو اسم اهو متعين آهي جيڪ
گڏ ڪندڙ آهي ۽ اسم اعظم جي صورت کي رڳو انسان
اڪبر اچاري سگهي ٿو (جنهن جي ترڪيب ڏهن لطيفن
مان ٿي آهي جن مان پنج لطيفا عالم امر جا آهن: قلب،
روح، سر، خفي، اخفيٰ ۽ پنج عالم خلق مان آهن: نفس
۽ چار عناصر يا انسان اصغر ان کي حڪايت ڪري
سگهي ٿو جيڪڏهن اسم نه هجي ها ته مسمىٰ ايجاد ۽
اظهار ڏانهن متوجه ٿي نه ٿئي ها.)
پوءِ اسم (جو هر شخص جو تعين آهي) جو هن
جهان ۾ صالحن ۽ فاجرن جي رنگن سان رنگيل آهي
۽ آخرت ۾ اهو اسم باهه، جنت، حور ۽ نهرن جي صورت
۾ پڌرو ٿيندو.

خواجه صاحب فرمايو: مثال جو جهان، خيال
جي جهان کان عبارت آهي.

مون (گروهڙي) چيو: امام غزاليءَ جي تاليف ڪتاب
احياء ۾ آيو آهي: انسان ۾ خيال رحمان جي لوح محفوظ
جو نمونو آهي، ان ۾ شيون اٿين آهن جيئن حافظ جي
خيال ۾ قرآن جا حرف ۽ اعمال تنهنجي قرهيءَ جي
خيال تي لکيل آهن. پورو ٿيو ڪلام احياء جو.

مڪتوبات احمدي (ربانيءَ) ۾ آيو آهي ته ممڪنات
جا جهان ۾ ٽي قسم آهن ١- جسم ٢- مثال ٣- ارواح
۽ وارو جهان جيڪو عالم مثال آهي اهو احوالن جي

عالم ۽ جاڳ تي به ڳالهايو ويندو آهي. ۽ ان جا ٻه طرف عالم اجساد ۽ عالم ارواح، اعيان (شين جي عين) تي ڳالهايا ويندا آهن. صائب چيو آهي:-

بيت:- در عالم خيال بهار است چار فصل-

بلبل بچتر گل ندهد زير بال را

خيال واري جهان ۾ هڪ بهار ۽ چارمو سمون آهن. ان جو بهار ايڏو وسيع آهي جو بلبل پنهنجي کنڀن هيٺان گل کي لڪائي نه ٿي سگهي- مطلب ته خيال جو عالم ايڏو ويڪرو آهي جو ڪابه شيء ان کي گهيرو ڪري نه ٿي سگهي.

خيال جي سلامتيءَ جو اهڃاڻ احوال جو اصلي نموني بيان آهي - حال جي بيان ۾ ڪوبه تفاوت ۽ خلل نه اچي جڏهن خيال نهايت کي پهچي ٿو ته اهو وصال آهي. مولوي رومي فرمايو آهي.

من زتن بيرون شدم و از خيال-

ميخرامم در نهايات الوصال

آئون پنهنجي بدن کان ٻاهر (منفي) ٿيو آهيان ۽ خيال کان به ٻاهر ٿيو آهيان ان ڪري وصال جي نهايتن ۾ ٽنندو رهان ٿو.

پاڇولا رکو خيال ۾ ظاهر ٿيندا آهن. پوء تو تحقيق جاڻي ورتو ته خيال کي هتائڻ نادر شئي آهي، ان ڪري بزرگن فرمايو آهي ته (آفاقي ۽ انفسي) خطرن کان نڪرڻ توڙي هڪ ساعت چونه هجي هڪ نعمت آهي. حافظ چيو آهي.

بيت:-   وصالِ دوست گرت دست مي دهد يکدم
برو که هرچه مرا دست درجهان داري.

(حقيقي) دوست جو وصال (خطري کان سواءِ) هڪ گهڙي به هٿ اچي ته تون وڃ ترڪي پنهي جهانن جي جيڪا مراد آهي سا ملي وڃي.

هن تحقيق سان سالڪن جي هن سخن جو مطلب پڌرو ٿي پيو ته علم (الله کان سواءِ ڪنهن بي شئي جو) خدا کان حجاب ۽ پردو آهي ۽ گهٽي مختصر وات اها آهي جو (غير الله جي) نسبت کي ڪيرائي ڇڏجي مولانا جاميءَ جو قول آهي:-

از دست جمله بدو نيک، نيک.

مطلب ته جيڪي بد ۽ خراب آهي سي هن ڪري خراب آهي جو اسان کان آهي، باقي جڏهن اهو خيال ڪيو ويندو ته اها خدا پاڪ طرفان آهي ته پوءِ ڪا خرابي نه آهي. تڏهن خدا تعاليٰ کان حجاب ٿيڻ نه آهي پر انهن جو علم ۽ ڄاڻ حجاب آهي، پاڪ ٿيڻ جي علم جو نه رهڻ مقصود آهي. علم صحيح اجمالي طرح اهو آهي جيڪو سڀ گندي چڱو ۽ تفصيل سان علم اهو آهي جيڪو نفي ڪرڻ سان نفي نه ٿئي بوءِ اهڙو علم پورو يقين آهي. ڪي عارف، الله جي ذات جي طلب کان ڊنا آهن ۽ ان جي صفتن جي طلب ڪان ڪين ڊپ نه ٿيو آهي. اهڙي عارف فرمايو آهي: جنهن ان جي صورت کي حق جي آئيني ۾ ڏٺو ته تحقيق ان جو سير ڪرڻ پورو ٿيو چو ته آئيني ۾ جيڪا تجلي

ٿي ان ڪانسواءِ رکيو الله سبحانه جو علم ۽ ڄاڻ رهجي وڃي ٿي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: ويحذرکم الله نفسه.(۱) الله اوهان کي پنهنجي نفس کان ڊيڄاري ٿو (جيڪو پنهنجي وجوب ڪري سڀ کان بلند آهي.)

خواجه صاحب جن بعض عارفن جي جواب ۾ فرمايو ته آئون نه ٿو ڄاڻان ته ذات جي طلب کان ڊپ ڪرڻ ڪي ڪهڙي شئي مٿن واجب ڪيو آهي ۽ ڪين ذات جي طلب کان ڪهڙي شئي روڪي ٿي. حافظ چيو آهي:-

مصراع: گيرد ازو صاحب و دربان براين درگاه نيست

الله تعاليٰ جي ذات جي طلب واري درگاه تي ڪو به ڪڍڻ ۽ روڪيندڙ نه آهي. ذات جي طلب کان اهو مٿيون ڊيڄارڻ منع لاءِ ڪو به قرآني دليل نه آهي، هوڏانهن ذات خدا جي طلب ۽ توجه لاءِ قرآني نص وارد ٿي آهي جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي: ففروا الي الله پوءِ الله جي ذات ڏانهن موٽو.

خواجه صاحب فرمايو:- روح بدنن جي تبديلي نه ڪندو آهي، جيئن هندن جو عقيدو آهي الله تعاليٰ فرمايو آهي: هن ڌرتيءَ مان اوهان کي پيدا ڪيو سين ۽ انهيءَ ڌرتيءَ ۾ مرڻ کان پوءِ اوهان کي موٽائيندا سون ۽ (قيامت جي ڏينهن) انهيءَ ڌرتيءَ مان اوهان کي

(۱) آيت ۲۸ سورت آل عمران.

نيپاهر آڻيندا سون. (۱)

سون (گروهڙي) چيو ته روح جو تناسخ (جوڻ) اهو آهي جو روح هڪ بدن کي ڇڏي ٻئي بدن ۾ داخل ٿيندو آهي.

چاڻ گهرجي ته جيڪي ماڻهو تناسخ ياجوڻ جا قائل آهن سي متشين آيت مان دليل وٺندا آهن. حضرت مرشد (سلطان الاولياء) آيت جو مراد ۽ مطلب اهڙي نموني بيان ڪيو جو انهن کي جواب ملي ويو باقي انهن هن حديث مان به پنهنجي قول لاء دليل ورتو آهي ته الله "ي هڪ لک آدم کي پيدا ڪيو آهي ۽ ٻيو شيخ محي الدين ابن عربي ۽ جو ڪلام به دليل ۾ آڻيندا آهن. ان جو جواب اهو آهي ته جو شيخ مجددالف ثاني فرمايو آهي ته الله تعاليٰ ڪن ڪاملن جي لطيفن ۽ صفتن کي اها قوت عطا فرمائي آهي ته جو عنصري بدن جي پيدا ٿيڻ کان اڳ ٿي بدن مثالي ۽ جو رنگ وٺن انهن کان ڪيترييون ڪرامتون ۽ شطحيات صدر ٿيا آهن. اهڙي طرح هن جهان مان ڪوچ ڪرڻ کان پوء انهن کان ڪيتريون ڪرامتون ظاهر ٿيون آهن. خواجه گل محمد)

خواجه صاحب جن فرمايو: مرشد (ادب ۾) رسول وانگر آهي، بلڪ مرشد اهوئي آهي جو ته مرشد جو رسول سان لاڳاپو هوندو آهي تڏهن مرشد جو ادب، محبت، فرمانبرداري ۽ دعا به ائين ٿي رسول جي ادب

---

(۱) آيت دد سورت طه.

وغيره وانگر آهي ان ڪري طالب کي مرشد جي ڪاوڙ
۽ ڪراهت کان پاسو ڪرڻ گهرجي ۽ مريد کي گهرجي
ته مرشد جي راضپي ۾ فنا ٿي وڃي مرشد کي ايذاءِ
ڏيڻ بدبختي جو بنياد آهي- مرشد کي ايذاءَ ڏيڻ
کانسواءِ ٻيو هر نقصان جو ازالو ٿي سگهي ٿو- نهايت
اهم ڳالهين مان مرشد جو ادب سکڻ مريد تي ضروري
آهي، جيئن سيني پاسن کان منهن موڙي رڳو مرشد ڏانهن
رجوع ڪري ٻيو ته هر فيض کي مرشد کان ڄاڻي توڙي
ظاهر ۾ ڪنهن ٻئي کان هجي ۽ مرشد کي ان کان غائب
هجڻ جي حالت ۾ به غائب نه ڄاڻي، جيئن مولانا رومي
فرمائي ٿو:-

دست پير از غائبان ڪوتاه نيست،
دست او جز قبضه الله نيست.

مرشد (جي قدرت) جو هٿ پري وارن کان ڪوتاه
نه آهي، ان جو هٿ رڳو الله جي قبضي ۾ آهي، مرشد
جو اهو به ادب ڪري جو ان ڏانهن پير ڊگها نه ڪري
۽ نڪي ان ڏانهن ٿڪ اڇلائي- اهي ٻيئي ڪم مرشد
جي غائب هجڻ ۽ حاضر رهڻ ٻنهي حالتن ۾ نه ڪري
۽ جيڪي ڪم مرشد جي سامهون نه ڪندو آهي سي
ان جي پر پٺ به نه ڪري، ڳالهه جو خلاصو اهو ته
اي مريد تون پنهنجي راضپي کي مرشد جي راضپي
تي ڇڏي ڏي.

مون (گروهڙي) ڇيو:- مولانا جامي ڇيو آهي:- اي
بابا! ٻانڊ کي ادب سيکاريو عشق ۽ محبت جي ذات

ساري آداب آهي، مولانا رومي فرمايو آهي:-

(١) آن شهي در بندگي پنهان شده-
بهر جاسوسي بدنيا آمده

اهو (حقيقي) بادشاهه (پنهنجي) ٻانهي ۾ (جيڪو مرشد آهي) ڳجهو ٿيو آهي، اهو (طالبن جي) جاسوسي ۽ ڳولا لاءِ دنيا ۾ آيو آهي.

(٢) کم کسي زابدال حق آگاه شد-
جمله عالم زين سبب گمراه شد

(خدا جي طالبن مان) ٿورا ماڻهو (مرشد جي لباس ۾ ان جي اچڻ کان) واقف ٿيا ان (مخفي رهڻ ڪري) ڪري سارو جهان گمراهه ٿيو.

(٣) همسري با انبيا برداشتند-
اوليارا همچو خود پنداشتند.

انهن نبين سان (وجود ۾) شرڪت ڪئي. ولين کي پاڻ وانگر (خدا کان پري) ڄاتائون.

(٤) از محقق تا مقلد فرقها است-
آنچو دائود است وارين ديگر صدا است.

محقق کان مقلد تائين (خدا جي قرب ۾) گهڻو فرق آهي آهي. تحقيق وارو حضرت دائود وانگر آهي ۽ هئي مقلد (ٻئي جي ٻوليان لڳندڙ آهي

(٥) حق پديد است درميان ديگران-
همچو مه اندر ميان اختران.

عام ماڻهن ۾ حق ڪامل مرد جي لباس ۾ پڌرو آهي، جيئن چند تارن ۾ ظاهر آهي.

(٦) رحمت ڪلي بود مر تام را
رحمت جزوي بود مر خام را

رحمت جي ساري صفت پوري معرفت واري ماڻهوءَ لاءِ آهي، ٿوري رحمت، ڪچي ماڻهو لاءِ آهي.

(٧) مرد دانا رحمت العالمين
اين نشاني علم باشد اي قرين

جيڪو ماڻهو خدا جي اسرارن جو ڄاڻو آهي اهو جهان وارن لاءِ رحمت آهي اي ساٿي! اهو انسان علم جي نشاني آهي.

(٨) متحد جا نها است شيران خدا
جان گرگان وسگان هريک جدا

جيڪي ماڻهو الله جا شينهن آهن تن جو ساهه خدا جي طلب ۾ هڪ آهي، جيڪي ماڻهو وصف ۾ بگهڙن ڪتن جهڙا آهن تن جو ساهه هڪ ٻئي کان جدا آهي. سالڪن جو اهو اتحاد هن ڪري آهي جو انهن کي جيڪا معني حاصل آهي سا هڪ آهي ۽ صورتون گهڻيون آهن.

ڪتاب عين العلم (١) ۽ ان جي ملا قاري جي

---

(١) ڪتاب جو نالو عين العلم و زين الحلم آهي. هن جي مصنف لاءِ ڪن ان کي برصغير جو رهاڪو ڄاڻايو آهي ۽ ڪن محمد بن عثمان بلخيءَ کي ان جو مصنف ڄاڻايو آهي. ملا علي قاري وفات ١٠١٤ هه ان جي شرح لکي آهي- قاسمي.

شرح ۾ آهي ته (باطن جو) اتحاد هٿ اچڻ ته اراب
ڪجهي ويندا. ڇو ته (طلب مان) مقصود دل جي صفائي
آهي ۽ آداب ان جو ظاهري پتو آهن. پر جڏهن اصل
جي ڄاڻ اچي ويندي ته آداب جي پٺي ۽ عنوان ڏانهن
ڪا حاجت نه آهي.

خواجہ صاحب فرمايو:- جنهن حق کي سڃاتو
ته باطل ان تي ڳجهو نه رهندو. تڏهن اهو هر فاسد مذهب
۽ ان جي فساد جي دليل جي ڄاڻ رکندڙ هوندو. اهڙي
طرح اهو هر فرع کي ڄاڻندو جيڪا پنهنجي اصل جي
موافق هجي يا موافق نه هجي ۽ اهو عارف هن ڳالهه
کي به ڄاڻندو ته باهمي اختلاف رکندڙ قومن جي اختلاف
جو ڪارڻ انهن جي خواهشن جو اختلاف آهي نه ته
حق هڪ آهي (ان ۾ ڪو به اختلاف نه آهي).

خواجہ صاحب فرمايو:- محبوب (اهڙو سالڪ
جيڪو محبوبيت جي صفت رکي ٿو) هن ڪري بخشيل
آهي جو اهو صبر ڪندڙ ۽ شڪر ڪندڙ آهي.

خواجہ صاحب فرمايو:-جيڪو عين ذات خداوندي
کي پهتل آهي سو ٻن حڪمن (نفي ۽ اثبات) کان ماٺ
هوندو آهي.

مون (گروهڙي) چيو:- اهو ذات جي تعين تائين
پهچڻ هڪ اهڙو مقام آهي جو ان ۾ ٻن حڪمن نفي
۽ اثبات کي گڏ ڪيو ويندو آهي. حديث ۾ آيو آهي:
جيڪو (ولايت ڪبريا) ڪري ذات جي پهچڻ سان)
ماٺ ٿيو ته ان (نفي، اثبات) کان نجات لڌي.

خواجه صاحب فرمايو :- اهو قول جنهن تي عمل نه ٿيڻ هجي سو ضعيف ۽ ڪمزور آهي.

مون (گروهڙي) چيو ته اهو ضعيف هجڻ حرج ۽ مشڪل جي هٽائڻ لاءِ آهي. هن جو اصل الله جو ڪلام آهي:- وامر بالعرف (١) اي پيغمبر! چڱي شيءِ جو حڪم فرماءِ ۽ ان جو نظير بلاغت وارن وٽ لفظ غريب ۽ نادر جو استعمال آهي جو تعريفات ۾ جائز نه آهي.

مڪتوبات احمدي (رباني) ۾ آهي ته ماڻهن جو ڪنهن مسئلي تي عمل ڪرڻ ان جي جائز هجڻ لاءِ دليل نه آهي. هائو اهو ان وقت حجت ٿئي سگهي ٿو جڏهن سيني شهرن وارا ان تي عمل ڪن تڏهن اهو عملي اجماع ٿي پوندو يا نبي ﷺ جي زماني ۾ ان تي عمل ڪيو وڃي تڏهن ان کي تقديري حجت چئبو. مڪتوبات رباني ۾ هي به آيو آهي ته جڏهن مصيبت عام ٿئي ۽ گهڻا ماڻهو مشڪل ۾ اچن ته پوءِ سڀ کان آسان مسئلي جي فتويٰ ڏجي. توڙي ڪ اهو مسئلو اسان جي امام جو مذهب نه هجي. جيئن ڪا زال هجي جنهن جو مڙس گم ٿي وڃي ته امام اعظم جي مذهب تي اها نوي سال انتظار ڪندي، پر جڏهن ته اها ڳالهه مشڪل ٿي پئي ته امام شافعي جي مذهب تي جو انتظار جي مدت چار سال آهي ان تي فتويٰ ڏيڻ گهرجي.

---

(١) آيت هن طرح آهي:- خذالعفو و أمر بالعرف واعرض عن الجاهلين. آيت ١٩٩ سورت اعراف.

كتاب اشباه نظائر (١) ۾ آهي ته مذهب جو قول اهو آهي ته عرف خاص کي اعتبار نه آهي مطلب ته كنهن شهر يا كنهن قوم وٽ كنهن مسئلي تي حكم ڏنو وڃي ٿو ته ان تي عمل نه كيو وڃي. نص (دليل قرآني) عرف عام ۽ خاص كي كيرائي ٿي ڇڏي. كتاب فتح القدير ۽ ٻين كتابن ۾ ايئن آيو آهي.

خواجه صاحب فرمايو: ته دل جي فيض كانسواءِ ٻئي كنهن به شئي جي پيروي نه كئي وڃي- مون (گروهڙي) ڇيو ته ان جو مضمون هنن ٻن بيتن ۾ آيو آهي:-

بيت: ابعدوا الزوائد سفيه بفن
اريدوا الفرائد فقيه يقنن
خذو مايمدكم وتركه يضلل
بعيد حرام منيه محلل

مطلب ته اجائن ڳالهين كي ختم كريو ته بيعقلي ٿيندي ، نفعي ڏيندڙ شين كي گهرو ته علم وارو يقين كندو

اهڙي شئي كي وٺو جا اوهان كي (قرب ۾) وڌائي ۽ ان جي ڇڏڻ ۾ گمراهي هجي هلاك كندڙ شئي حرام آهي، فائدو پهچائيندڙ حلال آهي،

مون سنڌجي قاضي مان ميان محمد نقشبندي (وينل

---

(١) هي كتاب اصول فقه ۾ وڏو معتبر كتاب آهي جو علامه ابن نجيم بحر الرائق جي صاحب جو لكيل آهي

نصرپور، جنهن جو مرشد حضرت مرزا جان جانان دهلوي آهي)
جو وعظ ٻڌو ته تن ٻهرن جي نماز کان پوءِ مراقبي ۾ ويهڻ
وٽن بزرگن وٽ ساري ڏينهن جي روزي وانگر آهي.
هن قاضي جي پاءُ عبدالله کان کانئس نقل ڪندي هي
مصراع ٻڌم.

مصراع: آنچه مادر کار دارم اکثر درکار نيست

مطلب ته جيڪا شيءِ اسان جي ڪم جي آهي
سا گهڻو بيڪار آهي، منهنجي خيال ۾ هن اُئين به چيو
ته اها مصراع مجدد احمد (امام رباني) ڏانهن منسوب
آهي. قانون قناعت ۾ اها مصراع ڪافي آهي.

خواجه صاحب فرمايو ته مجتهد اهو آهي جو
ذات خدا تعاليٰ وٽ پهتل هجي.

مزن (گروهڙي) مجتهد جي بيان ۾ هي بيت چيا.

مجتهد کيست آنکه به دعوي خويش آرد دليل قابل را
مجتهد کيست آنکه اي داناء ظاهر وباطن حديث پنهان

مجتهد ڪير آهي؟ مجتهد اهو آهي جو پنهنجي
دعوىٰ لاءِ قابل دليل ڪي آڻي.

مجتهد اهو آهي جو حديث جي ظاهر ۽ باطن کي
ڄاڻندڙ هجي.

مجتهد آنکه او خبير و بصير
با مناط الامر و نهي قدير
علم را سج بضدش درج اينست
علم حجت مدار تمکين است.

هرچه صادق نمود صدق بدان
لامعارض لصدق جز بهتان

مجتهد اهو آهي جو خدا پاڪ جي امر ۽ نهي جي مدار ۽ علت جي خبر رکندڙ ۽ بصيرت وارو هجي.

علم جيڪو سچ ڏانهن ميلان رکي اهو پنهنجي ضد سان گڏيل آهي جو ناجائز آهي.

لغت ۾ آيو آهي ته اجتهاد مقصد جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش جي خرچ ڪرڻ جو نالو آهي ۽ اصول ۾ آهي ته مجتهد اهو آهي ته اهو صواب، ڪي دليل سان ڄاڻي، ڪنهن ٻئي جي تقليد نه ڪري.

امام رافعي وجيز ڪتاب جي شرح ۾ فرمايو آهي ۽ ان ڪتاب الوصول ۾ هڪ شعر به جيئو آهي:-

اقمنا على باب الكريم اقيما
ولا تهنا في ذكره فتهيما
هو الرب من يقرع على الصدق بابه
يجده رؤفا بالعباد و رحيما

ڪريم جي دروازي تي ويٺو ۽ ان ڪي ياد ڪرڻ ۾ سستي نه ڪريو پوءِ طلب ڪان سمهي پئو، اهو پالڻهار آهي جيڪو سندس دروازي کي سچائي سان کڙڪائيندو ته اهو ان کي ٻانهن تي مهربان ۽ نهايت رحم وارو لهندو.

ڪشف اللغات ڪتاب ۾ آهي ته مجتهد جو شرط قرآن حديث جي ڄاڻ هجڻ ۽ علم اصول ۾ وڏي قابليت ۽ مهارت جو هجڻ آهي ۽ مون وٽ ان جو شرط عقل ۽ بلوغ آهي، ڇو ته جيڪو ائين نه هوندو ۽ شرع جو

خطاب ئي نہ سمجھندو تہ ان کي شريعت جي تڪليف نہ ڏني ويندي آهي ۽ مجتهد جي هن ڪن سواءِ بي معني نہ آهي تہ اهو شريعت جي خطاب کي ڄاڻي ۽ اجتهاد جو مختصر خطاب نتيهان ڏيندڙ شئي کي ڄاڻڻ ۽ ننعو پهچائيندڙ کي وٺڻ آهي.

ڄاڻڻ گهرجي تہ اجتهاد بند نہ آهي ۽ اجتهاد جو دروازو اڄ تائين بند نہ آهي. تڏهن هر الله جي ٻانهي کي اجتهاد جي آهر اجر ۽ ثواب ملندو هن تحقيق کي ملا علي قاري نخبہ جي شرح ۾ بيان ڪيو آهي. هن جو جيڪو انڪار ڪندو ان تي حديث تجديد سان حجت پيش ڪئي ويندي.

خواجہ گل محمد صاحب رحہ "حديث تجديد" کي هن طرح بيان ڪيو آهي جو ان مان نئين حديث مراد ورتي اٿن مطلب تہ هر نئين حديث جيڪا پاڻ فرمائيندا هئا سا اڳئين حديث جي تقليد نہ هئي پر اجتهاد هو. پوري تي تحقيق خواجہ گل محمد صاحب جي (۱)

---

(۱) احقر مترجم جي خيال ۾ گروهڙي صاحب جو حديث تجديد مان مطلب آهي اها حديث جنهن ۾ هر صدي ۾ مجدد جي اچڻ جو بيان آهي جيڪو دين جي تجديد ڪندو. جي اجتهاد کي بند ڇئبو تہ پوءِ ڪهڙي تجديد ٿيندي. شاه ولي الله صاحب محدث دهلوي بہ اجتهاد کي جاري رکڻ جو قائل آهي. والله اعلم.

خواجہ صاحب فرمايو :- بليغ اهو آهي جو اهڙو
ڪلام نہ ڳالهائي جنهن ڪي رد ڪيو وڃي.
مون (ڳروهڙي) چيو: بليغ اهو آهي جنهن جو ناٽو
فضيلت ماٿ زڪيو وينٽو آهي الله تعاليٰ فرمايو: (ترجمو)
جڏهن اهي ڪنهن ناپسنديده شيءِ ڪان لنگهندا آهن تہ
بردبار ٿي لنگهندا آهن. ڪنهن ماڻهوءَ جي ڪلام جي
مقبوليت بلند مرتبو آهي.

خواجہ صاحب فرمايو :- مرشد جي وصف اها آهي
تہ سندس سخن باطني بيمارين لاءِ دوا آهي ۽ سندس نظر
۽ ڏسڻ بہ تندرستي بخشيندڙ آهي اندر جي بيمارين ڪان.
مون (ڳرهڙي) چيو: جيڪو پنهنجي قول سان وعظ
۽ نصيحت ڪري تہ سندس چوڻ اجايو آهي ۽ جيڪو
پنهنجي فعل سان وعظ ڪري (عمل ڪري ڏيکاري تہ
ان جو تير نہ گسندڙ آهي. مطلب تہ اهڙو وعظ نفعو ڏيندو
۽ واعظ اهو آهي جيڪو دلين ۾ چرپر پيدا ڪري ۽
انهن کي الله ڏانهن شوق ڏياري، جنهن جي اها صورت
آهي جو بيچارڻ سان دلين ۾ قبض ۽ تنگي پيدا ٿئي ۽
خوشخبريءَ سان دليون کلي پوڻ. حديث ۾ آيو آهي
الله جي وڏيڪ پيارن ٻانهن مان اهي آهن جن کي آئون
دوست رکان ٿو.

خواجہ صاحب فرمايو:- تحقيق ڪنهن چوندڙ
کي ايستائين وٺي نہ ٿو سگهجي جيستائين اهو ان تي
عمل نہ ٿو ڪري. پوءِ جيڪڏهن سندس عمل چوڻ ڪاري

جو ايمان آهي نه اهو ماڻهو آن موافق ڪاڻهه ڪان ڇوٽڪارو لهندڙ آهي.

مون (ڳروهڙي) چيو- فقهه ۾ آيو آهي ته نماز ادا ڪرڻ افعال آهن ۽ ان جون ڳالهيون نماز لاءِ زينت آهن.

خواجه صاحب فرمايو! حبيب ڪريم ﷺ هن طرح هوندا هئا جو جڏهن ڪو ماڻهو ڪين ڪا شيءِ ڏيندو هو، ته پاڻ ان کي پهنجي هٿ مان ائين وٺندا هئا جو ڄڻ ان شيءِ جي ڪين ڳرج آهي.

مون (ڳروهڙي) چيو: حديث ۾ آيو آهي ته جنهن ماڻهن جو شڪر ادا نه ڪيو تنهن الله جو شڪر ادا نه ڪيو. جو ڪو ڪنهن اهڙي شيءِ کي واپس ڪري ته جيا ڪيس خدا تعاليٰ ماڻهن ڪان نياري رهيو آهي ته اهو ان ڏانهن محتاج ٿيندو هو ڏانهن ان کي نه لهندو.

خواجه صاحب فرمايو: آفت دوستن لاءِ ائين فائدي واري آهي جيئن ٻاهه سون لاءِ.

مون (ڳروهڙي) چيو ته هتي بلا ۽ آفت ڪان مراد اها قضاء ۽ ڪم جو نفس لاءِ ڪڙو آهي، تڏهن بلا ۽ آفت جي اها تعريف ان جي اصطلاحي معنيٰ ڪان عام آهي جا آهي تمام گهڻي ٿيوستي جو اها قضا جو هڪ فرد آهي جيئن مڪتوبات احمدي (امام رباني) ۾ آيو آهي.

بيت: ليتڪ تحلو والحياة مريرة ــ

ليتڪ ترضي و الانام غضبان

هاءِ! اي الله توهان منهو هجين ۽ بندن جي زندگي ڪڙي هجي.

هاءِ! اي الله تون راضي هجين ۽ ماڻهو ڪاوڙيل هجن.

مولوي فرمايو آهي:

ما التصوف غير وجدان الفرح ـ في الفواد عندا تيان الترح

تصوف ۽ سلوڪ رڳو دل ۾ فرحتن جو اچڻ آهي ڏکن اچڻ مهل

بنده هستی نیست هر که او صادق است

عشق نان بي نان غذائي عاشق است.

جيڪو طلب ۾ سچو آهي سو هستيءَ جو بندو نه آهي، مانيءَ جي طلب کان سواءِ مانيءَ جي محبت عاشقن جي خوراڪ آهي. اوليائن جو چوڻ آهي ته بکيون ڪيڻ مريدن لاءِ عيدون آهن(١). ڪشف ڪتاب ۾ "ترح"(٢)ـ لفظ جي معنيٰ "اندوهناک شدن" ڀڌائي وئي آهي.

خواجه صاحب فرمايو: جيڪو ڪنهن درجي جو طالب آهي ان کي فتي لاءِ تيار تيڻ گهرجي.

(اهو هن ڪري جو مولٰي جي طلب کي ڇڏي درجي جي آرزو رکي ٿو. حافظ فرمائي ٿو:

---

(١) اصل مقولو هن طرح آهي: الفاقات اعياد المريدين هن جي فارسي ترجمي ۾ "اعياد" لفظ جي معنيٰ بيمار پرسي ڪئي وئي آهي جا صحيح نه آهي. اعياد عيد لاءِ جمع آهي. مترجم.

(٢) اهو لفظ مٿئين عربي بيت ۾ آيو آهي.

مصرع :- فکر معقول بفرما گل بي خار کجا است.

توڻ چڱي طرح فکر کر ته کنڊي کان سواء گل ڪٿي آهي. (خواجہ گل محمد)

**خواجہ صاحب فرمايو :** اصل مقصد چوڪارو آهي. ٻوءِ اهو کهڙي به واٽ سان هٿ اچي. (نقشبندي هجي يا قادري - خواجہ گل محمد) پوءِ توڻ رڳو ان چوڪاري کي ڌيان ۾ ملاحظو ڪر.

بيت : ڪل علم ليس نيجي في المعاد -
فاغسلوا يا قوم عن لوح الفواد

جيڪو علم آخرت ۾ نه ڇڏائي - اي قوم! ان کي دل جي ڦرهي تان ڌوئي ڇڏيو.

**خواجہ صاحب فرمايو :** ڪي شهر اهڙا آهن جو آتي ڏکڻ لاءِ مٽيءَ کانسواءِ ڪوبه گاهه نه آهي.

مون (گروهڙي) چيو : نظامي جو هڪ شعر آهي:
سبزه چريدن زير خاک بس - نيشکر سبز تو افلاک بس.

مٽيءَ تي گاهه ڪاڻڻ بهتر آهي - سائو ڪمند تنهنجو آسمان بس آهن.

مصراع : يا رضائي دوست بايد يا هوائي خويشتن.

يا ته دوست جو راضپو گهرجي يا پنهجي حرص کي قبول ڪجي.

**خواجہ صاحب فرمايو :**

بيت - يا بهائي اتخذ قلبا سواه - فهوما معبوده الا هواه

اي بهاءالدين آملي (جو پاڻ کي خطاب ٿو ڪري)
جنهن پنهنجي دل کي خدا تعاليٰ کان سواءِ ورتو ته ان جو
معبود ان جي حرص ۽ خواهش کان سواءِ بيو ڪو نه آهي.

خواجه صاحب فرمايو: ڪيترن جو حسن ظاهر
آهي اصل ۾ مقبول ڪو بيو حسن آهي جو دل جي صفائي
آهي.

مون (ڪروڙي) چيو: مولوي رومي فرمايو آهي:

بيت :- روز مرگ اين حسن تن باطل شود –
حسن جان باشد ڪه يار دل شود

موت جي ڏينهن بدن جو هي حسن بيڪار ٿيندو
ساهه جو حسن هجي جو دل جو دوست ٿئي.

خواجه صاحب فرمايو: حال جو صاحب ڪنهن
به ماڻهوءَ جو ڳالهائڻ پورو نه ٻڌندو آهي پر ايترو ٻڌندو
آهي جو ان سان مقصد کي سمجهي وڃي. (مطلب ته
بي فائدي ڳالهه ڏانهن ڪن نه ڏيندو آهي، هو رڳو حاجت
جي لائق ڳالهه ٻڌندو آهي.)

مون (ڪروڙي) چيو: مڪتوبات احمدي (امام
رباني ؒ) ۾ آهي آهي انجمن ۾ خلوت جي وضاحت هيءَ
آهي ته پنهنجي روح سان ڪنهن به ماڻهوءَ ڏانهن نه
واجهائي ۽ ڪنهن ڏانهن به التفات نه ڪري جيتوڻيڪ
انهن ۾ ويٺو هجي، انجمن ۾ خلوت هن جو ناءُ نه آهي
ته اک بند رکي ۽ تڪليف سان ٻين حواسن کي بيڪار

بلڪ چيو ته انهيءَ خلوت ۾ نقشبندي طريقت جي منافي
۽ مخالف آهي.

خواجه صاحب فرمايو: ذڪر ٿالو آهي خدا جي
طاعت ۽ فرمانبرداريءَ جو.

خواجه صاحب فرمايو: ڪنهن فقير فرمايو
جڏهن ان پنهنجي گهر ۾ انگور جو ڇڳو ڏٺو (فقير
اهو ان وقت فرمايو جڏهن سندس دل جي تنگيءَ بابت
پڇا ڳاڇا ڪئي وئي) فقير کي دل جو آرام ڪيئن ٿي
ايندو جڏهن ان جو گهر سبزي فروشن وانگر شين سان
ڀريل هوندو.

بيت: شادي امروز (بي) انديشهء فردا خوش است
فڪر شب تلخ دارد جمعهء اطفال را

اڄ جي خوشي سڀاڻي جي فڪر کان سواءِ ڀلي آهي
(يعني آخرت جي فڪر کان سواءِ هن دنيا جي خوشي)
ڇنڇر جي ڏينهن پڙهڻ جو فڪر ٻارن جي جمعي واري
موڪل کي ڪڙو بڻائيندو آهي. ان ڪري حاجت کان
وڌيڪ مال ۽ دولت کي گهر ۾ رکڻ مناسب نه آهي.

سوال (گروهڙي) چيو: اها نبوي سنت آهي.
آنحضرت ﷺ پاڻ لاءِ ڪنهن به شيءِ کي سڀاڻي لاءِ
ذخيرو ڪري نه رکندا هئا ۽ حضور فرمايو آهي ته
جيڪڏهن احد جبل جيترو سون هجي ته آئون رات
گذرڻ کان اڳ ان کي (غريبن ۾) خرچي ڇڏيان ۽
ڪن روايتن ۾ آيو آهي ته ڏينهن گذرڻ کان اڳ خرچي

ڇڏيائن قرض ڪانسواءِ جو ان جي ادائي لاءِ مال رکندس.
ڪنهن شاعر ڪهڙو نه چڱو چيو آهي خدا ڪيس خير
جي جزا ڏئي:

لايالف الدرهم المضروب صرتنا۔ لكن يمر عليها وهو منطلق

درهم جو سڪو اسان جي هميانيءَ ۾ قرار نه وٺندو
آهي، پر ان تي هلندي لنگهي ويندو آهي.

مصراع:- قرار بر كف آزادگان نگيرد مال

آزاد ماڻهن جي ترڻيءَ تي مال ۽ دولت قرار نه
وٺندو آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** تعين (امڪاني ۽ وجوبي
هن ڪري حقيقت تي زائد آهن جو اهي الله جي اسمن
جا پاڇولا آهن. ٻيو اها حقيقت صورت جو غير آهي
جا امڪاني تعينات مان آهي، شيوني جو به غير آهي
جو امڪان وجوبي آهي.

مون (گروهڙي) چيو ته ڪن بزرگن چيو آهي ته
تعين حقيقت جو عين آهي، ڪن وري ان کي عدمي
شيءِ چيو آهي. محصول ڪتاب ۾ آهي ته تعين جي
معنيٰ غير ندا جو انڪار ۽ نفي آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** ته سيني عبادتن ۽ انڪار
مان مقصد آهي ته عابد ۽ ذاڪر (عبادت ڪندڙ ۽ ذڪر
ڪندڙ) کي گم ۽ نابود ڪرڻ تڏهن عابد ۽ معبود
هڪ شيءِ ٿي ويندي (ڇوته عابد رهيو ئي ڪونه). هن
بابت شاهد الله جو هي قول آهي:

حبّب اليكم الايمان و كره لكم الكفر و الفسوق و العصيان اولئك هم الراشدون ۽ دوست رکيو خدا تعاليٰ اوهان ڏانهن ايمان کي ۽ مکروهه رکيائين اوهان ڏانهن کفر، کوڙ ڳالهائڻ ۽ بي فرمانيءَ کي اهي ماڻهو (جيڪي خدا جي راضپي لاءِ ڪم ڪن ٿا سي) واٽ لهندڙ آهن. پوءِ ڪهڙي شيءِ واٽ لهندڙن لاءِ ثابت ٿي. (مطلب ته انهن کي پاڻ کي نابود ڪرڻ آهي). جيئن جامي چئي ٿو.

بيت :- من وتو درميان کاري نداريم —
بجز بيهود پنداري نداريم

مطلب ته مان ۽ تون ڇوڻ ڪانسواءِ ڪو ڪم نه ٿا رکون. اجائي پائڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه نه ٿا رکون.

خواجه صاحب فرمايو : جيڪو دلين جي ظاهر کي ڏسندو اهو هميشه (دل جي معرفت واري) موت سان گرفتار ٿيندو ۽ جيڪو دلين جي اندر کي ڏسندو ته اهو خضر عليه السلام وانگر هميشه واري زندگي ماڻيندو (مطلب ته انهن جي دل هميشه يادداشت ۾ هوندي.) ڇو ته دلين جو ظاهر زهر آهي ۽ سندن اندر آب حيات آهي.

بيت :- طبع نافه آهو مست اين قوم را —
از برون خون و از درون شان شکها

هن قوم (دلين) جي مزاج هرڻ جي پيڙي وانگر آهي. ٻاهر کان رت ۽ انهن جي اندر ۾ مشڪ آهي.

خواجه صاحب فرمايو ته الله جي ذڪر لاءِ مرشد جي اجازت سڀني عبادتن ۽ نيڪين جي ٻين مو ڪل آهي ۽ هن کي سمجهيو وڃي.

خواجه صاحب فرمايو: ذڪر جي پيڙهي (الله جي امر ۽ نهي جي) هميشه واقفيت جو نالو آهي، هتي ان کان سواءِ ٻيو ڪوبه شرط نه آهي.

مون (گروهڙي) چيو: مقصد رکيو هميشه چاڻ آهي ۽ ان جي نشاني الله جي امر جو خيال رکڻ ۽ سڀني جي ويڪراڻي آهي. هميشه چاڻ ۽ واقفيت جو خيمو ادراڪ ۽ عقل واري قوت جو ڪنهن به ڪيفيت کانسواءِ هميشه ڪيف ٿيڻ آهي ان کي ڪن عارفن هن طرح پنهنجي قول سان بيان ڪيو آهي ته جڏهن توهان خدا کي چاهيندين ته ٻيهڻ کانسواءِ تو کي ڏٺو ٿي ويندو.

خواجه صاحب فرمايو: الله تعاليٰ فرمايو ته آتيناه من لدنا علما (١) اسان ان کي پنهنجي طرفان علم ڏنو. خدا تعاليٰ فرمائي ٿو ته ٻيو جيڪو اسان وٽان نه ويندو اهو قياس ۽ ڪوڙ کانسواءِ ڪجهڙي شيءِ ڏئي موٽندو. ٻيو اهو علم جنهن کي ٻندو سيکاري ٿو سو جهل آهي ۽ علم اهو آهي جو الله پاڻهي کي سيکاريو.

مون (گروهڙي) چيو ته مولوي رومي فرمايو آهي ته علم ڪان نبود زهو بي واسطه - آن نپايد همچو رنگ ماشطه

---

(١) قرآن حڪيم ۾ هن طرح آيل آهي: آتيناه رحمة من عندنا وعلمناه من لدنا علما. سورة الڪهف آيت ٦٥

جيڪو علم خدا کان سنون سڌو نه ٿو اچي. اهو پائيدار نه آهي جيئن دائي جو رنگ، جيڪو ڪنوار کي ڏيندي آهي پڌار نه هوندو آهي.

ٻچو موسيٰ علم کي بايد زحبيب - سخره استاد وشاگرد ڪئيب

حضرت موسيٰ وانگر دامن مان علم ڪير لهندو - جيڪو استاد ۽ غمگين شاگرد لاءِ مذاق آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** مقصود جي موتيءَ کي هٿ ۾ ڪرڻ، ٿالو آهي الله تعاليٰ جي هن قول جي تحقيق! لَهُمْ مَا يَشَاؤُنَ فِيهَا وَلَدَيْنَا مَزِيْدٌ. (١) انهن (طالبن) لاءِ ان (واٽ) ۾ اهو آهي جيڪي اهي گهرن ۽ اسان وٽ (سندن خواهش کان) وڌيڪ آهي.

مون (گرهوڙي) چيو جڏهن حرص فنا ٿي ويندو ته پاڻهون جنهن به شيءِ کي گهرندو ته اها ان وٽ علم جي صورت وٺندي هن طرح جو ان کي لذت ۽ مزو ايندو يا ظاهر ۾ اها کيس محسوس نظر ايندي. توڙيڪ ان فاني شخص کانسواءِ ان کي ڪنهن ٻئي ماڻهو نه ڏٺو هوندو اهو ذوق پيرڻين (بنا ذوق جي لذت) کان درجي کري بلند آهي، جيئن ڪتاب احياء ۾ آيو آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** (الله جي ذات کي) پهچڻ جي نشاني اخلاق جو حسن ۽ چڱائي آهي جيڪڏهن

---

(١) سورة ق آيت ٣٥. اصل ڪتاب ۾ "فيها" "لهم" کان پوءِ لاڳيتو لکيل آهي جو صحيح نه آهي.

کو ڪنهن زبان يا فعل سان ايذاء پهچائي ته ان کان تنگ نه ٿئي ڇو ته الله تعاليٰ جهان وارن کان بيپرواه آهي (ان ڪري انهن جو ايذاء پهچائڻ تنگيءَ جو سبب نه ٿئي). فقر جي معنيٰ رکو جهان وارن کان خدا جي بيپرواهي ڪري بيپرواه هجڻ آهي.

خواجه صاحب فرمايو: (فقيرن جي) صحبت طالب لاءِ شيطان کان پناه آهي. ڇو ته وات کان رکو ان کي ڦيڙيندو آهي جيڪو اڪيلو هوندو آهي.

مون (گرهوڙي) چيو: درويشن سان صحبت جو شرط اهو آهي جو انهن سان وروهه وٺي ۽ متن فدا ٿئي، جيئن مڪتوبات احمدي (امام ربانيءَ) ۾ آهي.

خواجه صاحب فرمايو: جيڪو الله کي پهچڻ ڪري بي نياز ٿيو اهو علوم ۽ اعمال کان مفلس ٿيو. جيئن حافظ فرمايو آهي:

بيت: زراه ميکده ياران عنان بگردانيد —
چرا که حافظ زين راه رفت مفلس شد

اي دوستو (حقيقي) شراب خاني جي وات کان واڳ ڦيريو ڇو ته حافظ ان وات کان ويو ته سڃو ٿيو.

خواجه صاحب فرمايو: فقيرن جي علم ذاتهن حافظ جو بيت اشارو ڪري ٿو:

بيت: چه دوزخي چه بهشتي آدمي چه ملک —
بمذهب هم کفر طريقت امساک

دوزخين بهشتين، ماڻهن ۽ ملڪن انهن سڀني فرقن وٽ پاڻ کي امساک پاڻ کي (روڪڻ) ڪفر آهي.

مون (گروهوڙي) چيو: اسماءَ جي معنيٰ اها آهي
جا ابن عربيءَ جي مرشد ابو مدين مغربي فرمائي آهي:
جڏهن تون پنهنجيءَ جهان کان فارغ ٿيندين ته تنهنجي
اها فراغت رحمان جو مشاهدو آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** الله تعاليٰ فرمايو آهي:
اِذا حللتم فاصطادوا جڏهن اوهين حلال ٿيو (حرام کان
فنا جي طلب ۽ بقا جي ڪعبي تائين پهچڻ سان) ته
پوءِ شڪار ڪريو (حق جي طالبن کي، جو ته طالبن
جي دلين کي شڪار ڪرڻ انساني لاڳاپن مان نڪرڻ
کان اڳ چڱو نه آهي جو ته جيستائين فنا ۽ بقا کي
نه پهتو آهي ايستائين پنهنجي نفس ڪري حلال نه ٿيو
آهي پوءِ ڪيئن ٻيو ان لاءِ حلال ٿيندو.

**خواجه صاحب فرمايو:** اخلاق محمديءَ جي جاڻڻ
۾ سڀ کان عمدو ۽ بليغ بيت آهي.

بيت: له همم لامنتهيٰ لڪبارها
وهمته الصغريٰ اجلّ من الدهر

آنحضرت ﷺ لاءِ همتون آهن جو انهن مان وڏين
همتن جي ڪا نهايت ئي نه آهي ۽ سندن سڀ کان
ننڍي همت به زماني کان وڏي آهي.

مون (گروهوڙي) چيو: ته سندن (خواجه صاحب جي)
وڏي ڪوشش طالب کي قوت ۽ همت ڏيارڻ ۾ هوندي
هئي تا ڪو به مريد الله جي ذڪر کان سواءِ ٻيو ڪجهه
نه گهري ۽ هن بابت (مرشد) مون کي هن بيت جي
تلقين ڪئي هئي:

بيت: همت بلند بايد عشاق مست مئي را ـ
مرد خسيس همت در عاشقان نگنجد

شراب (ازليءَ) جي عاشقن کي بلند همت گهرجي. پست همت وارو (الله جي) عاشقن ۾ ماپي نه ٿو سگهي. منهنجي مرشد (خواجه صاحب) مون کي مقصود حقيقت تي قصيده برده جي صاحب جي هن قول سان تنبيهه فرمائي: کالبدر في شرف و الزهرفي ترف والبحر في کرم و الدهرفي همم.

اها حقيقت چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر آهي بزرگيءَ ۾، تازگيءَ ۾ گل جي مکڙيءَ وانگر آهي. سخا ۾ درياءَ وانگر آهي ۽ زماني وانگر آهي.

هن ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته هيءَ تلقين طلب جي وات ۾ ڪافي آهي. مولانا رومي فرمايو آهي.

شد اشارات محمد المراد ـ کل کشاد اندر کشاد اند کشاد

مراد جي هٿ اچڻ ۾ پيغمبر عليه السلام جو اشارو ٿيو آهي، ساري ڪشادگي، ڪشادگيءَ ۾ ڪشادگيءَ تي آهي.

گرز مشرق برزند خورشيد سر ـ عين خورشيد است ني چيز دگر

سج جيڪڏهن اوڀر کان ڪني ڪڍي ته اها ڪا ٻي شيءِ نه آهي پر عين سج آهي.

در گذر از نام بنگر در صفات ـ تاصفاتت ره نمايد سوئي ذات

نالي کان لنگهي صفتن ۾ ڏس ـ ته صفتون تو کي

ذات ذاتين ذات ڏيکاريندا ٿيون. شيخ سعديءَ چيو آهي.

ندارد خرد مند از فقر عار — که باشد نبي راز فقر افتخار

عقل واري کي سچائي کان عار نه آهي چوته نبي عليه السلام کي درويشيءَ تي فخر آهي جيئن حديث ۾ آيو آهي: الفقر فخري. مسڪيني منهنجو فخر آهي. عارفن فرمايو آهي:

الفاقات اعياد المريدين (١) مطلب ته بکون فقيرن لاءِ عيدون آهن.

**خواجه صاحب فرمايو:** جيڪو مرڻ کان اڳ مري ويو (مطلب ته فنا في الله کي پهتو) ته شيطان کي ان تي ڪا واٽ نه آهي ان جي بدن جي خيالن سان ان جو روح نه داخل آهي، نه خارج آهي، نه ڳنڍيل آهي ۽ نه جدا آهي. پوءِ اهڙو روح فنا واري صاحب سان لاڳاپي ۾ ائين آهي جيئن خدا جو جهان سان هوندو آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** هر ڪنهن ماڻهوءَ کي سندن زماني جي صاحب (قطب ارشاد) کان نصيب ملندو آهي

---

(١) خواجه گل محمد صاحب هن عربي مقولي جو ترجمو فارسيءَ ۾ هن طرح ڪيو ويو آهي: هر وقت طعام نرسيدن بيمار پرسي مريدان است اهو مقولو اڳ به گذري آيو، آهي جنهن جو ترجمو به ساڳي طرح ڪيو ويو آهي. جو صحيح نه آهي. اعياد عيد جي جمع آهي. عيادت (طبع پرسيءَ) مان ورتل نه آهي.

هنن ماڻهن کانسواءِ هڪ ٻيو آهي جيڪو ان جو منڪر هوندو آهي پيو اهو جنهن جي پاران ارشاد جي قطب جي دل تي بار هوندو آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** والدين ۽ ٻين جي مرڻ تي ڏک نه ڪريو ڇو ته سڀني جو وارث (خدا) نه مئو آهي (اهو هميشه جيئرو آهي.)

مون (گروهڙي) چيو: اهو مرشد جو فرمائڻ حضرت صديق رضي الله عنه جي قول وانگر آهي جو حضور ﷺ جي وفات وقت فرمايو هو ته جيڪو الله جي پوڄا ڪري ٿو الله جيئرو آهي ڪڏهن نه ٿو مري ۽ جيڪو محمد ﷺ جي عبادت ڪري ٿو ته تحقيق محمد عليه الصلواة والسلام وفات ڪئي.

**خواجه صاحب فرمايو:** ته جنهن خدا کي هن طرح سڃاتو ته تحقيق اهو نور آهي جيئن پياري پٽ ميان گل محمد چيو هو ته ان ۾ اهو خطاڪار نه آهي (ميان گل محمد هن ڪتاب جو فارسي شارح آهي، ننڍي عمر ۾ ائين چيو هئائين) ڇو ته الله تعاليٰ جو فرمودو آهي (ترجمون) الله آسمانن ۽ زمين جو نور آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** ته ڪلمه طيبه لااله الاالله جو نقش اسان (نقشبندي مشائخن) وٽ دل جي اندر ۾ آهي ٻاهر نه آهي جيئن ڪي سالڪ (ذاتيان ذڪر) ڪندا آهن.

مون (گروهڙي) چيو ته انسان کي تصوير جي قوت ٻن طرحن سان خيالي ۽ حسي هوندي آهي. خيالي هن

طرح جيئن نقشبندي مشائخ خدا کي دل ۾ ياد ڪندا آهن، تصور جي طريقي سان قدرت تصور جي ظاهر حس ڪري جو مثال جيئن بين سلسلن جا مشائخ ڏاڍيان ذڪر ڪندا آهن. مولانا رومي فرمايو آهي:

مصراع: همچو بت گر از حجر نار تراش

مطلب ته بت ٺاهيندڙ وانگر پٿر مان يار جي صورت کي دل ۾ مضبوط ڪر (يعني خدا کي ائين ياد ڪجي جو دل ۾ ڪري ائين هجي جيئن پٿر تي نقش هوندو آهي. مڪتوبات احمدي (امام رباني) ۾ آيو آهي ته طالب کي گهرجي ته خدا کي غيب ڪانسواءِ اثبات نه ڪن ڇو ته درويشي ڪانسواءِ بيو سڀ مرض آهي. حافظ شيرازي چيو آهي:

بيت: عشق مي ورزم اميد که اين فن شريف
چو هنرهائي دگر موجب حرمان نشود

عشق بازي ڪيان ٿو ۽ اها اميد رکان ٿو ته اها صنعت ٻين هنرن وانگر محرومي جو ڪارڻ نه ٿيندي

**خواجه صاحب فرمايو:** ته جيڪڏهن بزرگي جو مدار ظاهري صحبت تي هجي ته امهات المؤمنين (مومنن جون مائرون نبي جون گهر واريون) ٻين صحابين کان پليون هجن (ڇو ته کين گهڻي صحبت نصيب ٿي آهي).

مون (گروهڙي) چيو ته محدثن فرمايو آهي ته صحبت سان ڪوبه عمل برابري نه ٿو ڪري سگهي. ۽ مڪتوبات احمدي (امام رباني) ۾ آيو آهي ته پلائي ۽ فضيلت

قرب الٰهي ڪري آهي. غزالي احياء ۾ فرمايو آهي ته تحقيق فضيلت ۽ ڀلائي دنيوي مشغولين کان فراغت جي اندازي تي آهي. مولانا رومي فرمايو آهي:

مصراع: فقر خواهي آن بصحبت قائم است.

جيڪڏهن تون فقيري گهرين تو ته اها صحبت تي ٻڌل آهي.

خواجه صاحب فرمايو: مون طريقت کي (نقشبندي) کي (حقائق ۽ معارف کان واقف حاجي الحرمين) شيخ محمد کان ورتو.

خواجه گل محمد صاحب طريقت جي وٺڻ جي حڪايت کي هن طرح بيان فرمايو آهي ته حضرت پير (خواجه محمدزمان) ظاهري علم جي طلب لاءِ شهر ٺٽي ۾ پهچي عالمن ۽ فاضلن جي اڳواڻ شيخ محمد صادق وٽ، جيڪو سيادت ۽ شرافت پناهه درويشن جي برگزيده سيد عبداللطيف ٺٽائي جو مريد هو عربي علوم پڙهڻ لڳا جڏهن علم جي تحصيل مان ڪجهه رهيل هو ته اتفاق سان حضرت قطب الاقطاب، غوث الاحباب فنا في الله ۽ تعالى الله، انه جي اخلاق سان سينگاريل حاجي الحرمين شيخ محمد سان جيڪي ان ئي شهر ۾ رهندڙ هئا ملاقات ڪيائون. حضرت مرشد جي مرشد (حاجي محمد) پير (خواجه صاحب) کي پنهنجي مريدي لاءِ چيو پر حضرت مرشد (خواجه صاحب) جواب ۾ فرمايو ته ظاهري علم جي پوري تحصيل ڪانپوءِ طريقت عاليه ۾ شغل رکندس. نيث علم جي تحصيل ڪانپوءِ پوري

شرف مان حضرت مرشد المرشد (حاجي صاحب) جي خدمت ۾ پهتا ۽ مريد ٿي ذڪر فڪر ۾ لڳي ويا. پورن ڇهن مهينن کانپوءِ طريقت جي تعليم جي ڪين ھن طرح اجازت ڏنائون جو پنهنجي سر مبارڪ تان دستار لاهي حضرت (خواجہ صاحب) جي مٿي تي رکيائون، ڪين پنهنجي مسند تي ويهاري پنهنجي مريدن کي حضرت (خواجہ صاحب) جي مريد ٿيڻ لاءِ هٿ تي بيعت جو حڪم فرمايائون جيئن حضرت مرشد (خواجہ صاحب) کان منقول آهي تہ اڳين مشائخن مان ڪنهن بہ هڪ اڄ تائين انهيءَ نموني جي ڪنهن کي بہ اجازت نہ ڏني آهي جو پنهنجي زندگيءَ ۾ مريد کي مسند تي ويهاريو هجي ۽ مريدن کي ان جي هٿ تي بيعت جو حڪم فرمايو هجي. ايستائين جو سندن مريدن مان دست بيعت کان انڪار ڪندو تہ اهو حضرت مرشد جي مرشد (حاجي صاحب) جي مريدن ۾ بہ داخل نہ آهي. جيڪڏهن ڪو مريد حاجي صاحب کان توجہ جو طالب ٿيندو هو تہ ان کي حضرت پير (خواجہ محمد زمان صاحب) جي حوالي ڪندا هئا. ڪجهہ مدت کانپوءِ حضرت مرشد المرشد (حاجي صاحب) حرمين شريفن جي زيارت لاءِ ويا ۽ حضرت پير (خواجہ صاحب) کي پنهنجي خانگاهہ ۾ ويهاريائون. حج ڪري موٽڻ کانپوءِ وري واپس شهر ٺٽي ۾ پهتا ۽ حضرت پير (خواجہ محمد زمان) سان ڪجهہ ڏن جون ڳالهيون بيان ڪري فرمايائون تہ رکو انهن ڳالهين لاءِ وطن ڏانهن موٽيو آهيان ڇو تہ اهي لکڻ ۾

نه ٿي اچي سگهيون. اڌ مهيني گذرڻ کانپوءِ عيال سميت حرمين جي زيارت لاءِ راهي ٿيا جڏهن لاهري بندر وٽ پهتا ته حاجي صاحب، حضرت پير (خواجه صاحب) کي گهرائڻ لاءِ هڪ قاصد موڪليو پر حضرت مرشد (خواجه محمد زمان) قاصد جي پهچڻ کان اڳ ئي متئين بندر ڏانهن روانا ٿي ويا، ان ٿي مرشد جي مرشد (حاجي صاحب) گهڻو پسند فرمايو- پاڻ ۾ الله جي راز جون ڳالهيون ڪيائون جيئن هڪ شاعر چئي ٿو:

بيت: چيست از اين خوب تر درهمه آفاق کار- 
دوست رسد نزد دوست يـار نزديک يـار

هن کان وڌيڪ چڱو ڪم ساري جهان ۾ ٻيو ڪهڙو ڪم آهي جو دوست وٽ پهچي ۽ يار يار جي ويجهو ٿئي.

اهي ڳالهيون جيڪي انهن ٻن بزرگن جي وچ ۾ ٿيون تن لاءِ معلوم نه ٿيو آهي ته ڇا بابت هيون، پر فهم قاصر ۾ اچي ٿو ته الله تعاليٰ جي اقربيت ۽ ويجهڙائي بابت هيون. و الله اعلم. هن کان حضرت پير (سلطان الاولياء) موڪل وٺي پنهنجي اصلي وطن ڳوٺ لواريءَ ۾ آيا. هيءَ آهي قطب الاقطاب حضرت پير (خواجه محمد زمان) جي فيض وٺڻ جو مختصر بيان. حضرت پير (خواجه محمدزمان) فرمايو ته آئون منڍ کان هن وقت تائين، حضرت مرشد خواجه ابوالمساکين جي علم بابت حيران آهيان، جنهن جي آئون اوڙڪ نه ٿو لهان جو پاڻ هيءَ ڳالهه چوندا هئا؛ مصرع: هر لحظه مرا تازه خدائي دگر است.

مطلب ته گهڙي منهنجو خدا تازو ۽ پيو آهي. مطلب ته منهنجو خدا اهڙو آهي جو کهنو ۽ پراڻو نه ٿو ٿئي.

تجديد (نئون ڪرڻ ايمان جو) نبي ﷺ جي هن قول مطابق آهي ته "جدّدوا ايمانکم بقول لااله الا الله" پنهنجي ايمان کي ڪلمه طيبه لااله الا الله جي ورد سان نئون بنايو. مطلب ته هر پَل ۾ خدا جي غير جي نفي ڪريو ۽ ذات احديت جو اثبات ڪريو!

اُنون پنهنجي شيخ (خواجه محمد زمان) کي ائين ڏسان ٿو جو سڀ جهان وارا ان جي جُتيءَ جي برابر يا ان کان به گهٽ آهن. پاڻ ماڻهوءَ جي عادت کي رڳو هڪ نظر سان ڪنهن غلطيءَ ڪانسواءِ جاچي ويندا هئا. ڪلمه طيبه جو سندن روزانو وظيفو ستر هزار ڀيرا هوندو هو ۽ هڪ رات ۾ قرآن پاڪ جو ختم ڪندا هئا. سخا ڪندي ڪين پنهنجي بک جو ڊپ نه ٿيندو هو. عاجز تي رحم ڪندا هئا ۽ ان جي تڪليف کي دور ڪندا هئا. رستي تان ايذاءِ ڏيندڙ شيءِ جيئن ڪک ۽ ڪنڊي کي پري ڪندا هئا. علم جي طالبن جي ڪتاب ۽ ٻئي گهٽي خرچ ڏيڻ سان مدد ڪندا هئا. جڏهن کي به جهڳڙالو ماڻهو وٽن فيصلو ڪٽي ايندا هئا ته مدعي کي پنهنجي گهران ڏئي. جهڳڙو ٽاريندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته اسين ائين ئي جهڳڙو ٽاريندا آهيون. ايستائين جو وٽن هڪ مرد ۽ زال هڪ مسجد جي ڪمائي بابت فيصلو ڪٽي آيا، جيئن مسجد وارن جي اها عادت هوندي آهي. پاڻ انهن مان هڪ کي پنهنجي گهران وظيفو مقرر ڪيائون.

(دهليءَ جي) هڪ بادشاهه ڏهه رپيا روزانو ڏيڻ لاءِ پروانو لکي موڪليو. پاڻ ڪان اهو ڪاغذ وٺي رکيو. ڪانئن اهو پروانو بنهه وسران ويو. اهل ظاهر مان سندن هڪ معاصر ڪي ان تي ڏاڍي حيرت لڳي. اهو قصو هن طرح آهي ته حضرت مرشد جي مرشد (خواجه محمد) حج تي وڃڻ مهل اهو ڪاغذ گهر مان نڪتو. پوءِ هڪ عالم جيڪو سندن مائٽن مان ابوالحسن نالي هو ان ڪاغذ کي ڏسي حيران ٿي ويو ۽ چيو ته مون کي سڌ نه آهي ته حضرت جن جي دل الائي ڇو ڏهه رپيا روز واري ڪاغذ کي وساري ڇڏيو.

ماڻهن ڪان ڪوهه ۾ دلو ڪري پوندو هو ته دل جي خرشيءَ سان ڪوهه ۾ گهڙي ان کي ڪيندا هئا. هڪ ذمي (غير مسلم) ڪان منڊي ورتائون وري ڪيس واپس ڪيائون ۽ پوءِ پنهنجي هٿ کي احتياط طور ڌوئي ڇڏيائون ته متان اهو ناپاڪ هجي. ان سڀ ڪمالات هوندي به پاڻ کي سڀني ماڻهن ڪان حقير ڄاڻندا هئا. هڪ خط ۾ پاڻ ڏانهن اشارو ڪندي لفظ خاڪسار ۽ رُوسياهه لکيائون. خواجه گل محمد لکن ٿا ته اهو خط پنهنجي مرشد کي لکيو هئائون.

هڪ ظاهر واري سندن حق ۾ چيو ته فلاڻو (حاجي صاحب) نماز چڱي طرح نه پڙهندو آهي. ان تي پاڻ فرمايائون ته الله تعاليٰ ڪڏهن شڪسته دل وارن جي عبادت قبول ڪندو آهي ۽ محڪم دل وارن جي عبادت کي رد ڪندو آهي.

هڪڙو ماڻهو وٽن شڪايت ڪئي آيو ته ڪجهه ڏينهن کان ان جي دل بند آهي، اهو ٻڌي ان کي پاڻ وٽ ويهاريائون ۽ وري ڪانئس دل بابت پڇيائون، ان جواب ڏنو ته سائين هاڻي خطرن کان ڇٽي پيس. تڏهن حضرت جن ڪلي فرمايو ته هن جي دل ۾ شيطان مڪ نت لاءِ اچي ويٺو هو. هاڻي اهو هي غم ۾ وڃي رهيو آهي.

مون (گرهوڙي) چيو ته مرشد جو مرشد شيخ محمد، مخدوم آدم نتوي ۽ جي اولاد مان آهي، ۽ اهو قطب لاقطاب خواجه محمد معصوم جو مريد هو. خواجه معصوم (قطب رباني محبوب سبحاني) حضرت شيخ مجدد الف ثاني جو فرزند هو. شيخ محمد، شيخ ابوالقاسم نتوي ۽ جو مريد ۽ نائب هو.

خواجه گل محمد صاحب وڌيڪ وضاحت ڪندي اِڪن ٿا ته مخدوم ابوالقاسم نتوي پنهنجي حياتيءَ ۾ حاجي صاحب (شيخ محمد) سان ڏاڍو قرب رکندا هئا. جڏهن شيخ ابوالقاسم جي پوئين گهڙي اچي پهتي ته مريدن حاجي صاحب کي ڪنهن ڪم لاءِ موڪلي ڇڏيو هو ته متان مخدوم ابوالقاسم هن (حاجي صاحب) کي اجازت ڏيئي سجاده نشين نه بنائي. جڏهن شيخ ابوالقاسم، حاجي صاحب لاءِ پڇيو ته مريدن جواب ڏنو ته اوهان جو فرزند شيخ ابراهيم موجود آهي، اهو ٻڌي پاڻ ماٺ ٿي وياه وري ٻئي ڀيري حاجي صاحب بابت پڇيائون پيهر به کين ساڳيوئي جواب مليو. تڏهن

پيري پڇيو ڪانئون به جڏهن ڪين اڳيون جواب مليو تڏهن فرمايائون ته خدا جي مخلوق کي برباد ڪرڻو نه آهي جو شيخ ابراهيم کي اجازت ڏني وڃي، جڏهن حاجي شيخ محمد اچي ته ڪيس چوندا ته اسان جي قبر تي اچي.

سندن مقام ۽ مرتبي جي لائق هيو بيان. اهو آهي ته شيخ ابوالقاسم پنهنجي زندگيءَ ۾ گهڻن مريدن سان گڏ جن ۾ مرشد جو مرشد حاجي شيخ محمد ۽ عبداللطيف جيڪو حضرت پير جو والد ۽ هن درويش (خواجه گل محمد) جو ڏاڏو آهي اهي به هن جماعت مريدن ۾ داخل هئا نئين ڪان سير سفر تي نڪتا، جڏهن پار، اتان هلي پنهنجي پرڳڻي ۾ پهتا ته هڪ وڏي نم جي چانو هيٺ رهيا. اتي وڻ تي ڪيئن پکي ويٺا هئا جيڪي طرحين طرحين جا آواز ڪري رهيا هئا. اتفاق اهڙو ٿيو جو حضرت شيخ ميان ابوالقاسم، شيخ حاجي صاحب ڏانهن منهن ڪندي فرمايو ته اوهان کان مريدي ايتري ڪمال کي پهچندي جو فيض جا طالب هنن پکين وانگر گڏ ٿيندا. وري شيخ عبداللطيف ڏانهن نظر ڪندي فرمايائون ته اوهان جي پٽيءَ مان به ان طرح فيض جو ڪمال ٿيندو، هن ڪانپوءِ شيخ عبداللطيف شادي ڪئي، ڪيترن فرزندن کان پوءِ حضرت پير مرشد (خواجه محمد زمان اول) پيدا ٿيو ۽ شيخ محمد جي مريدن جي جماعت ۾ داخل ٿيو، اجازت ڪانپوءِ وٽن خلق جو ايڏو انبوهه ٿيو جيئن شيخ ابوالقاسم خبر ڏني هئي.

پورو ٿيو ڪلام خواجه گل محمد جو.

شيخ ابوالقاسم جي وفات کانپوءِ شيخ حاجي محمد، شيخ محمد زڪي ـ رحمهمﷲ جي صحبت اختيار ڪئي.

هن جي وضاحت ڪندي خواجه گل محمد لکن ٿا ته حقيقتن ۽ معرفتن جو واقف شيخ محمد زڪي سرهند جا وينل هئا ۽ حضرت شيخ مجدد الف ثانيءَ جي اولاد مان هئا. هن صحبت جو احوال هن طرح آهي ته خواجه ابوالقاسم جي وفات کانپوءِ خواجه محمد زڪي سرهند کان حج ۽ زيارت حرمين لاءِ روانا ٿيا. جڏهن سندن لنگهڻ ٺٽي کان ٿيو ته حضرت حاجي صاحب ۽ شيخ ابوالقاسم جو فرزند شيخ ابراهيم گهڻن ماڻهن کي ساڻ ڪري خواجه محمد زڪي وٽ پهتا. خواجه صاحب، حاجي صاحب جو نالو وٺي پڇيو ته هيءُ ڪير آهي؟ ماڻهن جواب ڏنو ته شيخ ابراهيم جو پاءُ آهي. خواجه صاحب جواب ۾ فرمايو ته هيءُ ڪنهن جو پاءُ نه آهي، جيڪڏهن ڪو ماڻهو هن جو پاءُ هجي ته ٺي سگهي ٿو. سندن اهو مطلب هو ته هيءُ بلند مرتبي وارو انسان آهي هن جو سچاڻ ٻئي جي پائيءَ جو محتاج نه آهي. باقي ٻئي کي سڃاڻ ۾ هن ڏي احتياجي آهي. جڏهن ٺٽي کان حج لاءِ ويا ۽ وري موٽي وطن واپس وريا ته حضرت شيخ محمد ۽ شيخ ابراهيم به سندن حڪم پٽاندر سندن پويان روانا ٿيا ۽ ٽي سال ساڻن سندن صحبت ۾ رهيا. خواجه محمد زڪي، حضرت حاجي صاحب کي طريقت جي تعليم جي اجازت ڏني. ان کانپوءِ

مرشد جي اجازت سان دهليءَ ۾ خواجه محمد زبير جي صحبت ۾ پهتا. هڪ وقت جڏهن خواجه محمد زبير درويشن جي حلقي ۾ ويٺا هئا ته اتفاق سان وقت جي بادشاهه جو خانقاه وٽان لنگهڻ ٿيو. حضرت خواجه محمد زبير رحه فرمايو ته جيڪڏهن ڪنهن کي بادشاه جي تجمل ڪي ڏسڻو هجي ته ٻلي ڏسي، سڀ درويش تماشي ڏسڻ لاءِ اٿي ويا، رڳو حاجي صاحب (محمد) ويٺو رهيو. حضرت خواجه محمد زبير ڪيس فرمايو ته اوهان سنڌين بادشاهي رعب نه ڏٺو آهي جيڪڏهن خيال رکو ٿا ته وڃي ڏسو. حاجي صاحب جواب ۾ چيو ته اسان جنهن بادشاهه وٽ آيا آهيون ان وٽ ويٺا آهيون اسان کي هُن بادشاه جي رعب تان ڏسڻ جي ڪابه سڌ نه آهي. هن ٻول تي خواجه محمد زبير ايتري مٿن رحمت جي نظر ڪئي جو جيڪڏهن ٻارهن سال عبادت ۾ مشغول هجن ها تڏهن به اهو فيض ڪين نه پهچي ها. اهو ٻول خود حاجي صاحب کان منقول آهي.

حضرت حاجي صاحب پنهنجي خط سان پاڻ منهنجي وڏي مرشد (خواجه محمد زمان) لاءِ هن طرح اجازت لکي موڪلي: ”شيخ محمد (مرشد جو مرشد) چئي ٿو ته جڏهن الله جي واٽ ۾ ياءُ محمد زمان ارادن ۽ اخلاص جي راهه ۾ هليو ۽ ان هن مسڪين سان گهڻي صحبت ڪئي تڏهن مون ڪيس طريقت جي تعليم جي اجازت ڏني. (خواجه گل محمد صاحب) هن گهڻي صحبت بابت لکي ٿو ته معنوي طور اها گهڻي صحبت هئي نه ته ظاهري

طرح ڇهه مهينا هئي). اجازت جو شرط اهو آهي ته شريعت ۽ طريقت تي استقامت رکي. والسلام.

**خواجه صاحب فرمايو:** سخي ماڻهن جي اها عادت آهي ته اهي ماڻهن کي جيڪي ڏيندا آهن، ان کان طمع ۽ اميد کي ڪجهي ڇڏيندا آهن.

امام سڄي (زين العابدين) کان منقول آهي ته جنهن وقت فرزدق (ابوالفوارس شاعر) امام کي اهو عطيو واپس ڪرڻ گهريو جيڪو امام کيس ان ڪانپوءِ ڏنو هو جڏهن فرزدق الله جي قرب حت ڪرڻ لاءِ امام جي مدح ڪئي هئي، جيئن جامي تو چئي: ابرجو ديم درنشب فراز امام فرمايو ته اسين هيناهين ۽ متاهينءَ ۾ سخا جا ڪکر آهيون. اسانجي پاڻيءَ جو ڪوبه قرو اسان ڏانهن واپس نه ايندو آهي، (خواجه گل محمد صاحب) اهو بيان هن طرح لکن ٿا ته هشام پٽ عبدالملڪ پٽ مروان جو ڪعبي جي چوڌاري طواف ڪري رهيو هو، ماڻهن جي انبوهه ڪري هو حجر اسود کي چمي نه ٿي سگهيو. اتفاق سان حضرت زهراء جو پوٽو، پرهيزگارن جو امام زين العابدين به طواف ڪري رهيو هو. جڏهن ان حجراسود چمڻ تي گهريو ته ماڻهو هڪ پاسي تي ويا، ان طرح امام کي حجراسود چمڻ ۾ سولائي ٿي. هڪ شام جو ماڻهو جيڪو امام کي نه سڃاڻندو هو تنهن هشام کان پڇيو ته هي ماڻهو ڪير آهي؟ هن امام سان ساڙ ۽ دشمني رکندي جواب ڏنو ته سڃاڻان نه آهي ته اهو ڪير آهي. تڏهن فرزدق شاعر جنهن جي ڪنيت ابوالفوارس

هئي اهل بيت سان ان محبت ڪري جيڪا ان جي وجود ۾ رکيل هئي هڪ قصيدو امام جي تعريف ۾ ٺاهي ماڻهن جي انبوهه اڳيان پڙهيو. ان ڪري هشام، فرزدق کي جيل ۾ اماڻيو. جڏهن امام اها خبر ٻڌي ته ٻارهن هزار درهم ان ڏانهن موڪليا، هن قبول نه ڪيا چيائين ساري عمر دنيا جي طلب ۾ اشعار چيا اٿم هن شعر ڪانسواءِ جو اهو خدا ڪارڻ چيو اٿم ۽ ان جو ملهه نه وٺندس، پر امام هن عطيي کي وٺڻ کان انڪار ڪيو جيئن مٿي بيان گذريو). مون (ڪرهوڙي) چيو ته هن ۾ (جو امام پنهنجي عطا کي واپس نه ورتو) ان ماڻهوءَ لاءِ خوشخبري آهي ته عطا کي قبول ڪن، رد نه ڪن.

**خواجه صاحب فرمايو:** ان ماڻهوءَ لاءِ کهڙي بزرگي آهي جنهن کي مٿيءَ ۾ ليٽڻ آهي، مطلب ته ان کي مرڻو آهي.

مون (ڪرهوڙي) چيو ته هن ۾ انسان جي حقيقت ۽ ان جي اصل ڏانهن اشارو آهي جو اهو عدم (ڪجهه به نه) آهي، ته جيئن اهو وڏائي نه ڪري ڇو ته وڏائي تورڙو ذرو به ڇو نه هجي ته اها بهشت ۾ داخل ٿيڻ کان روڪيندي آهي. جيئن حديث ۾ آيو آهي. حافظ شيرازي فرمايو آهي:

زاهد غرور داشت سلامت نبرد راه —
رند ازره نياز بدارالسلام رفت

زاهد وڏائي ڪئي ان ڪري سندس، راهه سلامت نه رهي.

رند هيڏانئي ۽ نياز ڪري وڃي بهشت ۾ رسيو.

خواجه گل محمد صاحب رند لاءِ لکيو آهي ته اهو مشائخ جو هڪ قسم آهي (جنهن کي ملامتي چوندا آهن.)

**خواجه صاحب فرمايو:** ڪنهن ماڻهوءَ کان گناهن جو فنا ٿيڻ ان ماڻهوءَ جي انساني لاڳاپن کان جدائي آهي. جنهن کي انساني لاڳاپا نه هوندا ته ان جو ڪو گناه به نه هوندو انساني لاڳاپي جي اها معني آهي ته الله کانسواءِ ڪنهن ٻي شيءِ جي وڃڻ ڪري ڏک ڪري.

**خواجه صاحب فرمايو:** خدا جي حلول جو شرط آهي دل جو آرام جنهن کي دل جو آرام نصيب نه هوندو ته اتي حلول به نه هوندو.

مصرع: هر لحظ مرا تازه خدائي دگر است.

هر گهڙي مون کي نئون خدا آهي نئون گهرڻ (هن حديث موافق ته جدد و ايمانکم بقول لااله الاالله پنهنجي ايمان کي ڪلمي توحيد سان نئون ڪندا رهو!) سلوڪ ۾ منتهيءَ جو حال آهي.

مون (گرهوڙي) چيو ته جهان هميشه نئون آهي جيئن اهل سنت و جماعت وٽ ثابت آهي. جهان جي تجدد کي رڳو منتهي (نهايت کي پهتل) ئي ڏسي سگهي ٿو. مولوي رومي فرمايو آهي:

دم بدم در تو خزان است و بهار — جان چون آب روان و بي قرار

هر گهڙي تو ۾ خزان ۽ بهار جو عالم آهي. جان پاڻيءَ موانگر هلندڙ ۽ بي آرام آهي.

۽ خدا تعاليٰ فرمايو آهي: (كُلَّ يوم هو في شان) الله تعاليٰ روزانو نئين شان ۾ آهي.
مفسرن فرمايو آهي ته الله تعاليٰ جو ڪم نئون آهي ۽ هن ۾ شڪ نه آهي ته جهان خدا تعاليٰ جو فعل آهي جيئن چوڏاري ڦرندڙ باهه جو شعلو باهه جو فعل آهي.
حديث ۾ آيو آهي ته دنيا هڪ گهڙي آهي.
**خواجه صاحب فرمايو:** ته هن جو انڪار نه ڪريو ته آئون پنهنجي پالڻهار وٽ رات گذاريان پوءِ هو مون کي کارائي ۽ پياري.
مون (گروهڙي) چيو ته اهي چارئي مقولا حضرت مرشد کان هن دنيا مان لاڏائي واري بيماريءَ ۾ نڪتاه علي قادري شرح عين لکيو آهي ته الله وٽ کائڻ ۽ پيئڻ مان اهو مطلب آهي ته بک ۽ اڃ جي تڪليف محسوس نه ٿئي. هي مطلب نه آهي ته الله تعاليٰ ان کي کائڻ ۽ پيئڻ لاءِ کاڌو ۽ پيتو ڏئي ٿو. مولانا روميءَ جا ڪجهه بيت آهن.

(١) معني آن باشد ڪه برهاندا ترا —
بي نياز از نقش گرداند ترا
(٢) مرد قانع را گدا گفتن خطا است —
ڪو غني القلب از دارِ خدا است
(٣) صوفي از فقير چون درغم شود —
عين فقرش دايه مطعم شود
(٤) بند هستي نيست هر ڪو صادق است —
عشق نان بي نان غذائي عاشق است

١- معنيٰ اها آهي جو توڪي توڪان جدائي- بدن جي بي نياز ڪري.

٢- خدا تي صبر ڪندڙ ماڻهوءَ کي پينو سڏڻ گناهه آهي- جو اهو قانع ماڻهو خدا جي بخشش سان دل جو غني آهي.

٣- صوفي جڏهن ڪجهه نه هٿ ڪري ڏکويل ٿيندو آهي ته ان جي فقيري ان کي خوراڪ ڏيندڙ ٿيندي آهي.

٤- جيڪو سچو آهي سو هستيءَ جو گرفتار نه هوندو آهي- مانيءَ جو عشق، مانيءَ کانسواءِ عاشق جي خوراڪ آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** ته حج ڪرڻ مردن جي ڪسوٽي آهي جيڪا هر هڪ جي خرابيءَ کي پڌرو ڪندي آهي ته هو صبر ڪندڙ آهي يا نه؟

مون (گروهوڙي) چيو ته ڪامل ماڻهن جي ملاقات به انهن ماڻهن لاءِ هڪ ڪسوٽي آهي، جنهن سان سچ ڪوڙ پڌرو ٿي پوندو آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** ته خدا کان حجاب جو ڪارڻ غير خدا ڏانهن ڌيان ۽ فڪر جي پريشاني آهي. ان جو علاج آهي فڪر جي وحدت ۽ ان کي رکو خدا تعاليٰ تائين بند رکڻ. ائين نه ڪجي جيئن يونان جي فيلسوفن ڪيو آهي جو انهن جو توجه ۽ ڌيان. اسان ۽ يونان جي فلسفين ۾ اهو فرق آهي جو اسين وحدت

جا طالب آهيون ۽ اهي ڪثرت جا ڳولائو آهن. اسان جي ڪوشش اها هوندي آهي ته خدا ڪانسواءِ ويراني ۽ جهان وارن کان ٻاهر اچڻ گهرندا آهيون ۽ فيلسوف عمارت ٺاهڻ ۽ جهان وارن کي ڏسڻ گهرندا آهن. جيئن مولانا رومي فرمائي ٿو:-

گنجها پيوسته در ويرانها است.

وصول جا خزانا غير خدا کي فنا ڪرڻ ۾ آهن.

**خواجه صاحب فرمايو:-** ظاهري شين ۽ (پڙڇن احڪامن) جو اصل دل ۾ آهي، جيڪڏهن اهي شيون دل ۾ نه هجن ها ته ظاهر ٿي نه ٿين ها. آهي ائين آهن جيئن ڪورئيڙي جون تانيون جي ان جي پيٽ مان ٿي ايندڙيون آهن، تڏهن انهن جو اصل اُتي پيٽ ۾ آهي.

مون (گروهڙي) چيو: مولوي رومي چئي ٿو:

گر نبودي اصل هر کس درنهان،
نقش بي نقشي دراو گشتي عيان،
اين جهان ظل است و عالم در نهان،
عيان ثابت اصل و ظل عين روان.

جيڪڏهن اصل هر شخص جو ڪجهه نه هجي ها ته ان ۾ بي نقشيءَ جو نقش پڌرو ٿئي ها ته مطلب ته اهي پڌريون نه ٿين ها.

هي جهان پاڇولو آهي، اصل عالم مخفي آهي. مطلب ته هيءَ فاني جهان ڪجهي عالم جو پاڇولو آهي.

اصل پائدار چشمو آهي ۽ هيءَ جهان ان اصل جو جاري چشمو آهي.

انسان لاءِ ۽ واجب ضروري آهي ته اصل سان لاڳاپو رکي ۽ پاڇولن کان الڳ ٿي وڃي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: ما عندكم ينفد وما عند الله باق- ترجمه جيڪي اوهان وٽ آهي سا فنا ٿيندي. ۽ جيڪا شيءِ الله وٽ آهي اها باقي رهندي.

**خواجه صاحب فرمايو:-** طالب کي کهرجي ته عبارت جو لحاظ نه ڪري پر ان کي عبارت جي مقصد کي ڏسڻ گهرجي، اڃان به مقصد جي خلاصي کي ڏسي. مون (گروهڙي) ڇپيو ته مطول(۱). ڪتاب ۾ آهي: مقصد جي ڇنڊائي ڪانپوءِ عبارت ۾ مناقشو ڪرڻ (۽ اعتراض اٿارڻ) تحصيل ڪندڙن جي شان وڌان نه آهي. لغت ۾ آيو آهي ته تحصيل (پرائڻ) جي معنيٰ آهي ڪَتل مان مغز وٺڻ. مطلب ته ظاهري علم جي ڪَتل مان دل جي جمعيت ۽ حضور جو نقطو هٿ ڪرڻ. رشحات ڪتاب ۾ آهي. اهو ڪتاب تفسير حسيني جي مصنف سيد حسين جي پٽ فخرالدين جو جوڙيل آهي. ڪن اوليائن کان روايت آهي ته جيڪڏهن تون عمل ڪرين ته نصيحت لاءِ هيءَ ڪلمو بس آهي ته تو کي الله سان

---

(۱) هيءَ ڪتاب علامه تفتازانيءَ جو ناهيل آهي جو قزوينيءَ جي متن تلخيص المفتاح جي شرح آهي- علم معاني، ۽ بيان، بديع جي فن ۾ آهي، غ.م.ق.

مشغول هجڻ گهرجي. جي هن نصيحت تي عمل نه ٿيندو ته پوءِ گهڻي علم پڙهڻ مان ڪهڙو فائدو آهي. هوڏانهن عمل کان سواءِ علم ته مٿان وبال جو دليل آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:-** ته جيڪا اسين ڳالهه ڪري رهيا آهيون ان جا دليل گهڻا آهن، جيڪو اسان کان (انهن جي) گهر ڪندو ته ان جي سوال جي گهرج آهر ڪيس ڄاڻائيندا سون ۽ انڪار ۽ شڪ کي وڃائڻ لاءِ دليل آڻيندا سون.

مون (گروهڙي) چيو ته مڪاتيب احمديءَ (مڪتوبات امام رباني) ۾ آيو آهي:

بيت: آنکس که بقرآن خبر زو نرهي،
اينست جوابش که جوابش نه رهي.

جنهن ماڻهوءَ کان قرآن ۽ حديث سان به تون ڇوٽڪارو نه لهين ته ان جو جواب اهو آهي جو ان جي جواب کان تون ماٺ رهين. اهي- پوءِ احمق پنهنجي اندر ۽ ٻاهر مان جواب نه لهندو آهي. الله تعاليٰ فرمايو: مالهؤ لاءِ القوم لايکادون لفقهون حديثا هن ٽولي (ڪافرن جي) کي ڇا ٿيو آهي جو ڳالهه کي سمجهڻ جي ويجهوئي نه آهن.

اصول ۾ آيو آهي ته شرعي خطاب سمجهه دارن سان خاص آهي، تڏهن چريءَ تي شارع (شريعت ڏاهيندڙ) طرفان ڪابه تڪليف نه آهي. اهو شارع الله آهي جيئن اصول فقه جي ڪتابن تلويح ۽ توضيح ۾ ان مسئلي کي

آندو وير آهي، چرٺي تي رڳو حاڪم ۽ ان جي سنيالينڌڙ ڀارن ڪي ڀابنديون هونديون آهن. مولانا جامي چيو آهي:-

ازان گشتند عامي را ڪاء نعام،
ڪه آگه نيست از آغاز وانجام.

عام ماڻهوءَ کي هن ڪري ڏور وانگر سڏيو اٿن جو هو شروع ۽ پڇاڙيءَ جي خبر رکندڙ نه آهي.

مولانا رومي فرمايو آهي: ابيات

(١) بنده خود خواند احمد دردشاد،
جمله عالم رابخوان قل يا عباد.

(٢) چيست دنيا از خدا غافل بودن،
ني قماش و نقره دفرزند زن.

(١) آنحضرت ﷺ قرآني ارشاد ۾ سينيءَ کي پنهنجو ٻانهو سڏيو آهي. خدا پاڪ کيس حڪم ڪيو ته ساري جهان کي تون يا عباد اي منهنجا ٻانهو ڪري سڏ!

(٢) دنيا جو نالو آهي خدا کان ويسلي ٿيڻ جو، ڪپڙا، چانديءَ، فرزند ۽ زال جو نالو دنيا نه آهي.

ڪن عارفن چيو آهي (خواجه گل محمد فرمائي ٿو ته اهو عارف به مولانا رومي آهي):-

اهل دنيا چون سگ ديوان اند،
دور شو ز ايشان ڪه بس بيگانه اند.

دنيا وارا (خدا کان ويسلام) ڇتي ڪتي وانگر آهن. انهن کان پري ٿئي چيو ته اهي ڌاريا آهن. حديث ۾ آيو

آهي: كن عالما او متعلما ولاتكن رابعا فتهلك- اي انسان تون ڄاڻندڙ يا سکندڙ يا ٻڌندڙ هج- انهن ٽن کانسواءِ چوٿون نه هج جو هلاڪ ٿيندين. جيئن سعدي فرمائي ٿو- بيت:

بني آدم از علم يابد کمال،
نه از حشمت و جاه مال و منال.

انسان علم کان ڪمال هٿ ڪندو آهي- ديدبي، مرتبي ۽ مال متاع کان ڪمال نه هٿ نه ڪندو آهي.

حديث ۾ آيو آهي: العالم من عقل عن الله واطاعه عالم آهي جيڪو الله کي ڄاڻي ۽ ان جي پيروي ڪري، راغب(١) چيو آهي ته علم چئبو آهي شين کي انهن جي حقيقتن سان ڄاڻڻ. غزالي فرمايو آهي ته حقائق جي معنيٰ مقاصد آهن—

تنهن علم ميزان جنهن سان مقاصد کي توربو آهي اهو علم آهي جو انهن کي فائدو پهچائي. ان جي صورت کي علم نه چئبو. مطلب ته انسان کي ظاهري علم نه پهچائي.

مولانا جامي فرمايو آهي:

بيت: اسم حق پيش صاحب عرفان- نيست الا حقيقت اعيان

---

(١) امام راغب اصفهاني قرآن مجيد جي پهرئين لغت المفردات في غريب القران جو مؤلف آهي وفات ٥٠٢هه. غ-م-ق.

مطلب ته ڄاڻ وارن وٽ خدا تعاليٰ جو نالو اعيان جي حقيقت کان سواءِ ڪجهه نه آهي.

درمختار ڪتاب ۾ ڪن امامن کان روايت آهي: جيڪڏهن سڀ ماڻهو منهنجا ٻانهان هجن ها ته انهن سڀني کي آزاد ڪيان ها ۽ انهن جي ولاءَ ۽ ورثي کان به بيزار هجان ها ڇو ته هدايت نه ٿا لهن ان ڪري ڪين گمراهيءَ سان عار ۽ شرم ڏياريو ويندو.

شيخ ابن عربي فرمايو آهي: اڻ ڄاڻائي موت آهي. هن ڪي رکيو اهو ڄاڻي ٿو جنهن جا انفاس (دم) علم سان آندا وڃن. هن ڪلام جو خلاصو هي آهي ته انسان جيڪڏهن الله کي ڄاڻي ٿو ته هو ان جو ٻانهون آهي، پر جي ان کي (سڃاڻون سڌو) خدا جي ڄاڻ نه آهي، پر اهڙي ماڻهوءَ جي پيروي ڪئي ٿو جنهن کي خدا جي ڄاڻ آهي ته اهڙو ماڻهو انسان جو ٻانهون آهي. پر جي اهو انسان ڪامل جو تابعدار نه آهي ته پوءِ اهو شيطان جو ٻانهون آهي.

مولانا رومي فرمايو آهي:

بيت: يا نظردر يا نظر در جوئي باش–يا مظفريامظفرجوئي باش

مطلب ته تون ذات خدا تعاليٰ کي ڏسندڙ هج يا جيڪو ذات حق کي ڏسندڙ آهي ان جي طلب ڪر يا ته مقصود حقيقيءَ کي فتح ڪندڙ هج يا جنهن کي حقيقي فتح حاصل آهي ان جو طالب هج!

**خواجه صاحب فرمايو:** پين جي عملن بابت

حساب وٺڻ لاءِ اهو شرط آهي ته اهو ڪم تو ڪان ٻهرين اهل، عيال تي هجي. (مطلب ته چڱن ڪمن جو امر ۽ بڇڙاين کان روڪ واري تبليغ گهر کان شروع ڪر!)

مون (مخدوم گروهڙي) ڇيو ته حديث ۾ آيو آهي: اوهين سڀ نگهبان آهيو ۽ اوهان سڀني مان هر ان شخص کان ان بابت پڇيو ويندو جنهن تي هو نگهبان آهي. پوءِ جيڪو ٻئي جي رعيت ۽ ماڻهن ٻار حساب جي گهر ڪندو ته اهو حد کان وڌندڙ آهي. ڇو ته اهو حساب جي حد کان وڌي چڪو. الله تعاليٰ فرمايو آهي. ولاتطيعوا امر المسرفين جيڪي حد کان لنگهندڙ آهن انهن جي امر جي پيروي نه ڪريو!

ان ڪري ڪتاب نصاب الاحتساب ۾ آيو آهي ته سرڪش ۽ حد کان وڌندڙ جو ٻين کان حساب وٺڻ درست نه آهي. اهو شخص آهو آهي جو اهڙي ڪم کان ماڻهن کي روڪي ٿو جو اها بڇڙائي منجهس موجود آهي. جيئن حافظ چئي ٿو:

مشکلی دارم زدانشمند مجلس ما زپرس —
توبه فرما یان چرا خود توبه مگر میکننند اه.

مخفي نه رهي ته مفتي، قاضي ۽ واعظ سڀ ائين آهن جو اهي پنهنجي واتن سان اهڙي ڳالهه چوندا آهن جا سندن دلين ۾ نه هوندي آهي. حافظ فرمايو آهي:
مصراع: آنکس که چو ما نیست دارین شهر گدائیست —

جيڪو اسان وانگر خدا جو طالب نه آهي سو هن
شهر ۾ پهتو آهي.

خواجه صاحب فرمايو: جذبي ۽ سلوڪ ۾ حال
ڪانسواءِ ڳالهه ڪرڻ درست نه آهي.

مون (گروهڙي) چيو: الله تعاليٰ فرمايو آهي!
يقولون بافواههم ماليس في قلوبهم. پنهنجي زبان سان اهڙو
ڪلام ڳالهائن ٿا جو ان جو حال سندن دلين ۾ نه آهي.
مڪاتب احمدي ڪتاب ۾ آيو آهي ته توحيد حالي
بابت ڳالهائڻ هوڏانهن ان کي حال واري ڪيفيت حاصل
نه آهي، منع آهي. تڏهن همه اوست، حال وارو ماڻهو
چوندو ته ان کي معاف آهي (چو ته ان جو مطلب آهي
خدا جي غير جي نفي ڪرڻ ۽ ذات خدا تعاليٰ کي ثابت
ڪرڻ). باقي جيڪو حال واري صاحب جي پيروي
ڪندي اهو نعرو هڻي ٿو ته اهو ڪافر آهي (چو ته
اهڙي ماڻهوءَ جو ان نعري مان مراد آهي ته سڀ شيون
خدا آهن.

خواجه صاحب فرمايو: جڏهن تون چڱي پنهنجي
پالڻهار کي هميشه ڏسندڙ آهين، تڏهن ٻي ڪنهن علم
۽ ڄاڻ جي ڪا حاجت نه آهي.

مون (مخدوم گروهڙي) چيو: تفسيرن ۾ آيو آهي
ته اها اصلي فطرت جنهن تي ماڻهن کي الله تعاليٰ پيدا
ڪيو آهي ته ماڻهو اهو ڄاڻن ته انهن لاءِ خدا آهي.
اهو هن ڪري ته ماڻهن تي اصلي واجب حڪم ازلي

واري ميثاق ۽ وعدي کي ثابت رکڻ آهي، ٻي ڪا شيء نه آهي. ڪن عارفن فرمايو آهي:

بيت: چو اول بلي گفتي اي پربلا —
همان ياد ڪن درخلاؤ ملا

جڏهن تون روز ازل ۾ خدا پاڪ جي هن چوڻ جي جواب ۾ ته ڇا مان اوهان جو رب نه آهيان؟ هيئن جواب ڏنو ته هائو تون اسان جو رب آهين ته هاڻي ان ئي ازلي حڪم کي اڪيلائي توڙي جماعت ۾ ياد ڪندو رهه!

عارفن وٽ نفس جو تزڪيو انهيءَ ڳالهه جو نالو آهي.

خواجه صاحب فرمايو: اصل وڏيڪ آسان آهي، او ڪائي رکڻو نٿين ڪرڻ ۽ گهٽي ڪرڻ ڪان آهي. تحقيق رسول الله ﷺ وحي اچڻ ڪان اڳ ذڪر ۾ مشغول هوندا هئا، جيئن طراط مستقيم ڪتاب ۾ آيو آهي. تڏهن طريق ذڪر ڇٻو جيڪو اصل آهي، فڪر کي طريق نه ڇٻو جيڪو فرع آهي.

مون (گروهڙي) چيو: خواجه محمد زڪيءَ جي مڪاتيب ۾ آيل آهي ته ذڪر جون پلايون حد حساب ڪان ٻاهر آهن، هڪ شاعر چيو آهي:

ياد خدا در زندگي هوش ڪن — هرچه بجز اوست فراموش ڪن

خدا پاڪ کي هن حياتي ۾ هوشياريءَ ۾ ڪندو رهه! جيڪي الله تعاليٰ ڪان سواء آهي ان کي وساري ڇڏ!

ذڪر ۽ فڪر جي وچ ۾ فرق اهو آهي تہ ذڪر جو متعلق خدا جي ذات آهي ۽ فڪر جو لاڳاپو خداوندي صفات سان هوندو آهي.

**خواجہ صاحب فرمايو:** نڪ ۾ ناس ڏيڻ خطا آهي. ڇو تہ نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ جيڪو اسان جي هن دين ۾ ڪا نئين شيءِ ڪري ٿو جا ان دين ڪان نہ آهي تہ اها مردود آهي.

سون (ڪروهڙي) ڇيو تہ هي ۽ حديث نون پيدا ٿيندڙ ڪمن بابت جامع حديث آهي. فقه جي ڪتابن ۾ آيو آهي تہ (دوا وغيره لاءِ) احتياجي اجازت لاءِ علت آهي (مطلب تہ خاص حالت ۾ ان جي موڪل ڏئي سگهجي ٿي). هن ڪري تہ جنهن شيءِ ڏانهن احتياجي هوندي آهي اها محتاج جي هڏ جزء وانگر ٿي پوندي آهي. (جنهن کي هو ڇڏي نہ ٿو سگهي).

**خواجہ صاحب فرمايو:** تون چريو ٿي تہ ماڻهو توتي رحم ڪن.

مصرع: ديوان باش تا غم تو ديگران خورند ـ

تون مست ٿيءُ تہ ٻيا تنهنجي غمخواري ڪن.

**خواجہ صاحب فرمايو:** جيڪو (وصول واري) وات تي استقامت رکندو تہ اهو الله کي پهچندو. اولياءَ ۽ انبياءَ کي پهچڻ ۽ انهن جو حضور ماڻڻ ڪان گهٽ آهي. ڇو تہ جنهن لاءِ مولي آهي تہ ان لاءِ سڀڪجهہ آهي. (مطلب تہ جنهن کي موليٰ جو وصول ٿيندو ان کي سڀ شيءِ ملي وئي).

خواجہ صاحب فرمايو: هر شيء جو حسن ۽ برائي شرعي آهي. (مطلب ته ان جو ڪارڻ شريعت آهي) حقيقي نه آهي. اي الله! اسان کي شيون ائين ڏيکار جيئن اهي (شريعت ۽ حقيقت ۾) آهن.

مون (گروهڙي) چيو: ڪتاب در مختار وغيره ۾ آهي ته اهل سنت وٽ هر شيء ۾ اصل توقف آهي (مطلب ته ان جي ڄاڻ کان اڳ توقف ڪجي) ۽ هر شيء کي مباح ڄاڻڻ معتزلن جي راء آهي. پورو ٿيو ڪلام در مختار ڪتاب جو، ڄاڻڻ گهرجي ته مباح ڄاڻڻ رکڻ معتزلن جي مخصوص راء نه آهي بلڪ اهل سنت وارن عالمن مان به ڪيترن، معتزلن سان موافقت ڪئي آهي. تحقيق اهو مشهور ٿيو آهي ته هرڪا شيء پنهنجي اصل ڏانهن موٽندي آهي، پوء تون خدا جي ذات ۾ رهه جنهن ڏانهن ڪنهن به شڪل ۽ رنگ جو حڪم نه ڪيو ويندو آهي. جيئن حضرت مجدد پنهنجي مڪتوبات ۾ ان جي وصيت فرمائي آهي ۽ نهايت سلوڪ نالو آهي ابتدا ڏانهن موٽڻ جو (۽ ذات کي غيب الغيب ڄاڻجي) تڏهن ذڪر جو تمام ۽ ڪمال شهود کان ٻاهر اچڻ جو نالو آهي.

خواجہ صاحب فرمايو: جنهن الله کي نه سڃاتو ان وٽ اهو ڪلي فرضي آهي جنهن جو ڪو به فرد موجود نه هوندو آهي، پوء رب رکڻ ان لاء آهي جنهن کي اهو سڃاتي، جيتوڻيڪ ڪيس اها ڄاڻ نه هجي ته اهو ڪيس سڃاتي ٿو.

خواجه صاحب فرمايو: جيئن جي طرفان مثل ماڻهن کي چڱا عمل بخشڻ رکو طلب ڪندڙن کي نفعو ڏيندو آهي. (پر اهو نفعو ان مثل ماڻهوءَ لاءِ آهي جنهن زندگيءَ ۾ ڪلمو پڙهيو هوندو جيئن حديث ۾ اچي ٿو ته جنهن لااله الاالله چيو ته اهو جنت ۾ داخل ٿيندو) سڀ ڪنهن ميت لاءِ اهو نفعو نه آهي.

خواجه صاحب فرمايو: خواب ۾ آيل وجد ۽ احوالن تي ڪو اعتبار نه آهي، اهو ائين آهي جيئن ڪو ننڊ ۾ بادشاهي ماڻي ته اها بادشاهي نه آهي.

مون (گروهڙي) چيو ته مڪاتيب احمديه (مڪتوبات امام ربانيءَ) ۾ آيو آهي ته خواب ۾ مواجيد (وجد وغيره) جهڙا احوال اها سڌ ڏين ٿا ته جنهن شخص انهن کي ڏٺو آهي ان ۾ هڙي لياقت آهي. ڪيترا استعداد اهڙا هوندا آهن جو اهي قوت کان اڃان فعليت يا وجود ۾ نه آيا آهن.

خواجه صاحب فرمايو: فقير کي سڃاڻڻ لاءِ سڀ کان پهلو طريقو آهي صاف داريءَ جي وصف کي ڏسڻ جنهن تي صاف پاڻي وڌو وڃي. اهڙي داري کان پير يا هٿ تي ڪوبه غبار جو اثر ۽ نقصان نه پهچندو.

مون (گروهوڙي) چيو هن ڳالهه جو الله وٽ اصل اسلام آهي. مسلمان جي حديث ۾ اها تعريف ڪئي وئي آهي ته ان جي زبان ۽ هٿ کان ٻيا مسلمان سلامت

رهن. الله تعاليٰ فرمايو آهي (ترجمه) ۽ جيڪي سنڌن سينن ۾ دشمني ۽ کوٽ هوندو ان سڀ کي اسان ڪڍي ڇڏينداسين.

**خواجه صاحب فرمايو:** جيڪو ڪنهن ڳالهه جو مدعي هوندو آهي ته انِ جي رد ۾ منع ۽ معارضو (دليل جي مقابلي ۾ دليل) پيش ڪيو ويندو آهي ۽ جيڪو مات رهيو ان ڇوٽڪارو لڌو.

مون (ڪرهوڙي) چيو: پهريون (منع ۽ معارضو پيش ڪرڻ) علم مناظره جو خلاصو آهي ۽ منع تي نقض نه ٿيندو آهي ڇو ته هڪ دليل کي رد ڪرڻ سان مدعي وري ٻيو دليل هٿ ڪندو آهي ۽ ٻي ڳالهه (مات ڪرڻ) علم حديث جو خلاصو آهي. پوءِ جيڪو تفريق ڪندو (ٻن مسئلن کي جدا ڪندو) يا گڏ ڪندو ته ان تي لازم آهي ته ڪنهن ظاهر حديث جو نقل پيش ڪري يا صحيح دليل آڻي ۽ باقي جيڪڏهن ڪو سوالي آهي ته ان کي دڙڪو، داٻ نه ڏئي.

مصراع: بندگي کن ترا بحکم چه کار

تون بندگي ڪر تو کي حڪم هلائڻ سان ڪهڙو ڪم.

بدرالمنير ڪتاب ۾ آهي ته احتياط ۽ پختگي تو ري حڪم هلائڻ ۽ گهٽي عمل ڪرڻ ۾ آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** متبديءَ جي (خدا کي) طلب ڪرڻ جو نالو حرص آهي ۽ نفس جي فنا کان اڳ جيڪو جذبو هٿ اچي اهو اڻ پورو آهي ڇو ته

اهو جذبو نفس جي لذت سان مايل آهي ۽ نفس جو حظ جهان جي لذتن مان ٿي آهي ۽ فنا جو مقصد دنيا کان ٻاهر جي لذت وٺڻ آهي جيئن مولوي فرمائي ٿو:
مصراع: بنده هستي نيست هر که او صادق است

جيڪو فنا ۾ سچو آهي اهو هن هستيءَ ۾ قائل نه آهي.

سون (گروهڙي) چيو: انهن مان ڪن جو چوڻ ڪوڙو نه سڦو آهي.

ابيات: كاذب الفجر يبدو قبل صادقه —
و اول الغيث قطر ثم ينسكب
فمثل ذلك ودّ العاشقين هدي —
بالمزح يبدو و بلا دمان يلتهب

ڪوڙو صبح (جو نفسي فنا کان اڳ جذبي جو نالو آهي) سچي صبح کان (جو نفس جي فنا کان پوءِ واري اپريل جذبي جو نالو آهي) اڳ پڌرو ٿيندو آهي.

مينهن جي ابتدا ڦڙن سان ٿيندي آهي، پوءِ وهي چڙندو آهي.

عاشقن جي دوستي به مينهن وانگر آهي. جو شروع ۾ مذاق معلوم ٿيندي آهي، پر پوءِ هميشگيءَ سان (باهه وانگر) ڇپون هڻندي آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** نقشبندين جي مخفي ذڪر لاءِ دليل قرآن ۽ حديث آهي، تڏهن ان ذڪر جي

منڪرن جو انڪار معتبر نہ آهي. الله تعالى فرمايو: وَاذْكُر رَبَّكَ اذا نَسِيْتَ. جڏهن تون (ٻاڻ کي) وسارين تہ پنهنجي پالڻهار کي ياد ڪر. جيڪو بدن جي هن ويساري کي سڃاڻندو تہ اهو ڪڏهن بہ حضور جي سڌ نہ رکندو ۽ ويسلا هن (پنهنجي بدن جي ويسي کان غافل ۽ ويسلا هوندا آهن ۽ پنهنجي (بدن وٽ) حاضر جن پاڻ کي نہ وساريو آهي اهي (بدن جي ويساري واري هن حضور کان) بي خبر هوندا آهن هن حضور ۾ الله کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ وسربل هوندي آهي. حضرت صديق رضي الله عنه هن ويسر جي سڌ ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ هاءِ افسوس مون کي حضرت محمد ﷺ وارو ويسارو (غير خدا کان) نصيب ٿئي.

**خواجہ صاحب فرمايو:** جڏهن لطيفا پنهنجي اصل ذاتهن مٿي ويندا آهن (اهو اصل عرش کان مٿي پيدا ويو آهي) تہ تون بدن کي ان پٿر وانگر ڏسندين جنهن ۾ ڪو نور نہ آهي.

**خواجہ صاحب فرمايو:** پاڪ زندگي وارا صاحب ٿي جيئرا هوندا آهن، انهن کان سواءِ ٻيا مثل ماڻهن وانگر آهن.

مون (گروهڙي) چيو تہ پاڪ زندگي نالو آهي ان شيءِ تي قناعت ڪرڻ جو جنهن کي خدا پاڪ گهريو آهي.

**خواجہ صاحب فرمايو:** ايلچيءَ کي پڪڙيو جو هو سڪندر آهي.

سلطان الاولياء هن جي جملي جي شرح ڪندي
خواجه گل محمد صاحب فرمائين ٿا ته ايلچي يا قاصد
مان مراد ڪامل انسان آهي سڪندر مان مراد آهي
حقيقي بادشاه. ان جي ڳالهه هن طرح آهي ته ذوالقرنين
جنهن کي سڪندر چوندا آهن روم جو بادشاه هو، نوشابه
نالي هڪ عورت وٽ وڪيل ٿي ويو. نوشابه بردع
ولايت تي حڪومت ڪندي هئي. ان وٽ سڪندر بادشاه
جي، ڪاغذ تي چٽيل تصوير موجود هئي، ان ڪري
هن سڪندر کي سڃاڻي ورتو. تڏهن هيءَ ڳالهه پڌرو
ٿي وئي ته الله تعاليٰ انسان ڪامل جي ويس ۾ خلق
جي ذات جلوو ڪندو آهي پوءِ اتان ان کي هٿ ڪريو!
پورو ٿيو ڪلام خواجه گل محمد جو.

حقيقي بادشاه کي اهڙي ونندو جيڪو ان کي اهڙي
طرح سڃاڻندو جنهن ۾ ڪوبه شڪ شبهو نه هوندو چو ته
خدا (جنهنجي ظهور جو) منڪر آهي، هو ان شخص وٽ
اقرار ڪندو آهي، جنهن جي دل ۾ ان جو واقف ٿيندو
هوندو آهي. ان کي مضبوط سڃاڻ ٿيو آهي.

مون (گروهڙي) چيو: مولانا رومي فرمايو آهي:
آن شهي دربندگي پنهان شده ـ بهر جاسوسي بدنيا آمده

اهو (حقيقي) بادشاه بندگي (انسان ڪامل) جي
ويس ۾ ڳجهو ٿيو آهي، اهو دنيا ۾ (طالبن جي) جاسوسي
لاءِ آيو آهي.

مصراع: هر ديده جوءِ جلوه آن ماه يار نيست

مطلب ته هر اڪ حقيقي معشوق جي جلوه گاه نه آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** ذهبت الرعة مع نفسها والرجل سيئل قط نها ـ زال ته پنهنجي بدن سان گڏ پڌي وئي ۽ بيوقوف ماڻهو ان حي ڪپهه جسي پچا ڪري رهيو آهي ته اها ڪٿي آهي؟

مون (گروهڙي) چيو ته (حضرت خواجه صاحب) اهو مثال سنڌي ٻوليءَ ۾ ان ماڻهو لاءِ فرمائيندا هئا جيڪو خدا ۾ فاني آهي، ڇو ته اهو وجود ۽ ان جي تابع شين جي پاڻ ڏانهن نسبت نه ڪندو آهي، هن ڪري جو اهو پنهنجي ذات ڪري معدوم ۽ ڪجهه به نه آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** جنهن کي الله تي توڪل ۽ ڀروسو هوندو اهو امام حسين رضه جي قتل واري واقعي کي الله کان ڄاڻندو.

مون (گروهڙي) چيو ته مرشد وڏي جو توڪل مان اهو مطلب آهي ته الله جي معرفت ۽ الله جي قضا ۽ قدرتي راضي رهڻ کان سواءِ توڪل هڪ ڏوکو ۽ اڻ ڄاڻائي آهي، جنهن جو نتيجو پيشماني آهي. تڏهن توڪل جو مدار الله جي سڃاڻ ۽ ان جي حڪم کي مڃڻ ۽ دنيا کان منهن موڙڻ تي آهي. مطلب ته جيڪو ماڻهو بصيرت جو صاحب نه آهي ان جي توڪل ۽ ٻين سڀني عملن تي ڪو اعتبار نه آهي، ان ڪري فقيهن فرمايو آهي ته مجهول (اڻ سڃاتل) شيءِ کي خريد ڪرڻ جائز نه آهي. حديث ۾ آيو آهي:

"مَنْ رَضِيَ فله الرضيٰ ومن سخط فله السخط"

جيڪو (الله جي قضا تي) راضي ٿيو ان لاءِ خدا جو راضپو آهي ۽ جنهن (الله جي تقدير تي) ان جي لاءِ خدا جي ڪاوڙ آهي. هڪ ٻي حديث ۾ اچي ٿو:

"من احب لقاء الله احب لقاء"

جيڪو الله جي ديدار کي درست رکندو ته الله به ان جي ديدار کي درست رکندو. تڏهن مقبول ماڻهو اهو آهي جيڪو حق کي قبول ڪري. اهو حق باطل ماڻهن وٽ ڪڙو هوندو آهي. سعدي فرمائي ٿو:

مصراع: معشوق من است آنکه بنزديک توزشت است.

منهنجو معشوق اهو (ڪڙو حق) آهي جيڪو تو وٽ چڱو نه آهي.

خواجه صاحب فرمايو: مولىٰ جي طلب واري شيءِ جنهن ۾ اسان ڪاهائي رهيا آهيون ان کي ڪن عارفن (شيخ شبلي) هن طرح بيان ڪيو آهي:

بيت: اُحِبُّ قلبي وما دريٰ بدني ـ

ولو دريٰ ماقام في السمن

منهنجي دل خدا کي دوست رکي ٿي هوڏانهن منهنجي بدن کي ان دوستيءَ جي ڪا به سڌ نه آهي، پر جي منهنجو بدن خدا جي محبت کي ڄاڻي ها ته ٿلهو نه ٿئي ها.

خواجه صاحب فرمايو: (قرآني) نصوص جو

پاڻ ۾ اختلاف ماڻهن جي مختلف احوالن ڪري آهي.
تڏهن ڪنهن آيت ۾ تاويل ڪري ان کي ٻي آيت
ڏانهن موٽائڻ ۽ موافقت پيدا ڪري يا هڪ آيت کي
منسوخ ۽ ٻي کي ناسخ سڏڻ اجائي تڪليف آهي.

مون (گروهڙي) چيو ته هر مقام لاءِ سخن آهن
جيڪي ان جي مناسب هوندا آهن ۽ هر علم لاءِ مرد
هوندا آهن جن کي اهو علم حاصل هوندو آهي.

خواجه صاحب فرمايو: (وسيلا) ماڻهو چوندا
آهن ته پيغمبر عليه الصواة والسلام بيماريءَ جي تڪليف
۾ رحلت فرمائي. انهن ماڻهن کي اها سڌ نه آهي ته
ان ۾ حضور عليه الصلواة والسلام کي ڪيڏو دل جو
حضور ۽ خوشي حاصل ٿئي. جو ته ڪامل انسان پنهنجي
اصلي وطن ڏانهن بنا تڪليف جي ويندو آهي. مولانا
رومي فرمائي ٿو:

مرگ شيرين گشت نقلم زين سراء —
چون قفس هشتن و پريدن مرغ را

مرڻ مٺو ۽ لذت وارو آهي. هن فاني سراء کان
لڏڻ ڪري اهو ائين آهي جيئن پڃري جو پڃرو ۽ پکيءَ
جو اڏامڻ.

روح دارد بي بدن پس ڪاروبار —
مرغ باشد درقفس بس بيقرار

روح کي بدن کان ٻاهر گهڻو ڪاروبار آهي. پکي
پڃري ۾ گهڻو بي آرام هوندو آهي.

مون (گرهوڙي) چيو: امام نووي پنهنجي رحلت وقت کي شعر پڙهيا هئا جن مان هڪ هي آهي:

يسر قلبي في قدومي عليهم- وباليسريسري يوم اسري اليهم

انهن ڏانهن وڃڻ ۾ منهنجي دل خوش ٿئي ٿي. جڏهن مان انهن ڏانهن وڃان ٿو ته دل آسانيءَ سان هلي ٿي.

خواجه صاحب فرمايو: خاص ماڻهن لاءِ هڪ غير معلوم قبلو هوندو آهي جيڪو مرشد آهي.

مون (گرهوڙي) چيو ته حضرت مرشد اهو تڏهن فرمايو جڏهن مان کين هڪ ڪتاب جي ڳالهه ٻڌائي ته شيخ نظام الدين اولياء (دهلوي) پنهنجي جاه ڪي ڀهاري ڏئي رهيو هو، سندن مٿي تي ٽوپي هئي جيڪا مٿي جي هڪ پاسي ڏي مڙيل هئي، پاڻ ان وقت هيءَ مصراع پڙهي رهيا هئا:

مصراع: هر قوم راست رسمي و ديني و قبله گاهي-

پوءِ سندس شاگرد امير خسرو کين ڏنو ۽ سندن ٻول ٻڌا ۽ هيءَ مصراع پڙهيائين.

مصراع: من قبله راست کردم بر سمت کج کلاهي-

مطلب ته هر قوم لاءِ خاص رسم، دين ۽ قبلو هوندو آهي. مان پنهنجو قبلو اهڙي شخص ڏانهن سڌو ڪيو جنهن (پنهنجي مٿي تي) هڪ پاسي مڙيل ٽوپي رکي آهي شيخ نظام الدين، امير خسرو جي هن مصراع کي پسند ڪيو ۽ امير بابت فرمايائون جيڪي فرمايائون.

پوءِ چاليھن ڪھرجي تہ خواجہ نظام الدين ۽ امير خسرو جو ھي بيت ڪيترن شرعي علمن جو خلاصو آھي. جو تہ ھن بيت سان حق ۽ باطل مذھبن جي ڇاڻ ۾ پوري ڇاڻ ھٿ اچي ٿي. الله تعاليٰ فرمايو آھي: وَ اتَّبِعْ سَبِيْلَ مَنْ اَنَابَ - مطلب تہ اي انسان تون اھڙي شخص جي پيروي ڪر جو (فنا ھٿ ڪرڻ کان پوءِ) مون ڏانھن موٽيو آھي.

۽ پر يھودين ۽ عيسائين جي زاھدن جي پيروي ڪرڻ خدا جي خدائي ۽ ربوبيت ۾ شرڪ آھي. جيئن قرآن حڪيم ۾ آيو آھي، ترجمو: تو ڙيڪ انھن راھبن کي خدا اعتقاد نہ ڪيو اٿن جيئن تفسيرن ۾ آيو آھي. مطلب تہ قرآن جي حڪم سان ڪنھن ٻئي جي پيروي ڪرڻ باطل آھي قرآن ھر انسان تي سوچڻ واجب ڪيو آھي. پوءِ ھر مسئلي تي تحقيق ڪرڻ ڪنھن بہ دليل جي گھرج کان سواءِ فرض آھي. جنھن اھو چيو آھي ان جو بدلو ڪيس خدا پاڪ ڏيندو تہ جيڪي چيو اٿس ان ڏانھن ڏسو (تہ چڱو آھي يا خراب) ۽ جنھن چيو آھي ان ڏانھن نہ ڏسو. علامہ عيني ھدايہ جي شرح ۾ فرمايو آھي تہ علم جي سموري آفت ٻئي جي تقليد ۽ پيروي ۾ آھي.

**خواجہ صاحب فرمايو:** ٻاھر رکو روشني ۽ جوھر جو نالو آھي ۽ جوھر پنھنجي اصل ڪري رکو انسان آھي.

خواجہ صاحب فرمايو: ڪي ماڻهن چيو آهي
تہ ماڻهوءَ جي صورت چئن عنصرن (تتن) جي گڏجڻ
جو نالو آهي جو اهي عنصر هي آهن: مٽي، هوا، پاڻي
۽ باهہ. پوءِ اهو ماڻهو اهڙو نالو آهي جو ان جي مسمي
رکو خيالي شيءِ آهي ۽ انساني صورت ۾ الاهي صورت
جيڪا شڪل کان پاڪ آهي ان جو اولڙو آهي. جيئن
مولانا جامي چئي ٿو:

بحر يکي موج هزاران هزار ــــ روئي يکي آئينها بي‌شمار
(وحدانيت جو) درياءَ هڪ آهي ۽ ان جون موجون
(۽ مظاهر) هزارين آهن. (الله تعاليٰ جو) منهن هڪ آهي
(۽ انهيءَ صورت جا) آئينا (جنهن ۾ اهو جلوو ڪري
ٿو) اڻ ڳڻت آهن.

خواجہ صاحب فرمايو: جيڪو ماڻهو طريقت ۾
اچڻ گهري ٿو ۽ هوڏانهن ان کي زال بہ آهي تہ ڪيس
زال کي طلاق ڏيڻ جي ڪا حاجت نہ آهي ڇو تہ
نبي ﷺ پنهنجي پالڻهار سان غار حرا ۾ خلوت ڪندا
هئا ۽ حضرت خديجہ رضي الله عنها کي طلاق نہ ڏنائون.
۽ (اهو بہ حديثن ۾) آيو آهي تہ پاڻ پنهنجي زالن جي
گهرن ۾ ايندا هئا ۽ کائڻ پڇندا هئا تہ اوهان وٽ ڪا
کاڌي جي شيءِ آهي؟ پوءِ جڏهن بيبين صاحبن وٽ کاڌو
هوندو تہ کائيندا هئا نہ تہ روزو رکي ڇڏيندا هئا ۽
اهو ڪنهن بہ صحيح روايت مان ثابت نہ ٿيو آهي تہ
پاڻ سگورا ڪنهن کاڌي جي اشتها رکندي کاڌي جي

موجودگيءَ ۾ ان کي ڇڏيو هجي. هن کي سمجهڻ گهرجي هن ۾ هن قوم (زاهدن) خطا ڪئي آهي. ان کي جرم ڄاڻي غلط سمجهڻ ڪري ٿيو آهي نه ته حضور صلعم جي سنت جي پيروي ۾ ڪوبه حرج نه آهي.

سون (مخدوم گرهوڙي) چوان ٿو ته مڪتوبات احمدي (رباني) ۾ آيو آهي ته جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن شيءِ کي گهرندو آهي ته ان جي اسباب کي تيار ڪندو آهي ۽ صحيح بخاري جي هڪ حديث ۾ آيو آهي ته کاڌي جو کائيندڙ جيڪو شڪر ڪري ٿو ته اهو ان روزائت وانگر آهي جيڪو (بک ۽ اڃ تي) صبر ڪندڙ آهي ۽ شڪر هن جو نالو آهي ته نعمت کي نعمت ڏيندڙ (الله) کان ڄاڻي شڪر هن کي به چيو ويندو آهي ته امانتن کي سندن مالڪن جي حوالي ڪرڻ. شڪر جو ضد نعمت جو ڪفران ۽ وڏائي ڪرڻ آهي جيئن احياءالعلوم ۾ آيو آهي. منهاج العابدين (١) ڪتاب ۾ آيو آهي ته عابد (عبادت ڪندڙ) لاءِ ست منزلون آهن جن مان پوئين منزل شڪر ۽ پهرئين منزل علم آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** سج (چوٿين) آسمان تي آهي ۽ ان جو پاڇو زمين تي. سج جو اهو بيان هڪ

---

(١) هئي ڪتاب امام محمد غزالي جو جوڙيل آهي ۽ چيو ويو آهي ته هئي سندس آخري تصنيف آهي. هن جي ترتيب ستن عقبن تي ٻڌل آهي.

مثال آهي جيڪو اصلي ولايت (جيڪا عرش تي آهي) ۽ ظلي ولايت (جيڪا اصلي ولايت جو پاڇو آهي) انهن ٻنهي ۾ فرق ڪندڙ آهي.

مون (مخدوم گرهوڙي) چوان ٿو ته خدا جي ذات جو ڪنهن مظهر کان سواءِ پسڻ اصلي ولايت آهي ۽ ذات جو مظهرن ۾ ڏسڻ پوءِ اهي عقلي چونه هجن ظلي ولايت آهي. مولوي (رومي) فرمايو آهي، مصراع:
مه ببالا دان مدان درآب جو. چنڊ کي (هيٺيئن) آسمان تي ڄاڻ ۽ چنڊ کي پاڻي ۾ نه ڄاڻ!

خواجه صاحب فرمايو: جمعيت ٻن قسمن آهي دل جي آرام جو هجڻ ۽ دل جي وسوسن کي نابود ڪرڻ ۽ دل جي انهن فڪرن کي نهوڙڻ جيڪي هر طرف ڇڙيل پرندا رهن ٿا.

الله تعاليٰ فرمايو آهي: ويقذفون من کل جانب دحورا (١)

مون (مخدوم گرهوڙي) چوان ٿو ته مڪتوبات احمدي (رباني) ۾ آيو آهي ته اصل تي نظر وجهڻ گهرجي پوءِ هڪ ذات جيڪا ڳجهي آهي ان کان سواءِ ڪنهن جي به طلب نه ڪئي وڃي ۽ نه ڪنهن شيءِ کي ثابت ڄاتو وڃي.

خواجه صاحب فرمايو: تون عالم قدس جو طوطو آهين. عالم قدس جي پکين کان آهين هوا ۾

(١) سورت الصافات آيت ٩.

پرھيزگار ته مک آهن، دنيا جي لالچ ۾ مکڻ وانگر
پر نه ھڻ!

مون (مخدوم گرھوڙي) چيو ته مولانا (رومي)
فرمايو آهي:

آفتِ اين درھواؤ شھوت است ـ ورنه اينجا شربت اندر
شربت است. ھن (گرفتاريءَ جي) آفت لالچ ۽ شھرت
۾ آهي ۽ جيڪڏھن لالچ جي آفت نه ھجي ته شربت
شربت ۾ آهي.

خواجه صاحب فرمايو: روزي الله کان ويسلو
بنائيندو آهي ان ڪري دل ڏانھن ڏيان ڏيو چو ته اھو
ڏيان دل کي نفعو پھچائيندو آهي، روزي ۾ ڪو نفعو
نه آهي چو ته الله تعاليٰ اوھان جي روزي جي پرواھ نٿو
رکي چو ته اھو جھان وارن کان بيپرواھ آهي.

خواجه صاحب فرمايو: چريو ماڻھو مرشد نه
ھوندو آهي،

مون (گرھوڙي صاحب) چيو ته اھو ھن ڪري آهي
جو مرشد مجذوب سالڪ ھوندو آهي يا سالڪ مجذوب
ھوندو آهي ۽ چريو انھن نه ھوندو آهي جو مجذوب سالڪ
يا سالڪ مجذوب ھجي. (ارشاد ۾) اصل شريعت ۽
طريقت جي خيال کان استقامت ۽ پائداري آهي، چريائي
شريعت ۽ طريقت جي مخالف آهي. پوء معلوم ٿيو ته
جنھن چريائي جي برائي ڪئي ويئي آهي سا شيطاني
چريائي آهي، رحماني چريائي خراب نه آهي چو ته اھا

چريائي ايمان لاء شرط آهي. جنهن بابت حديث جي نص آهي ته اوهان مان ايستائين ڪو مومن نه ٿو ٿئي جيستائين ان کي مجنون يا چريو نه چيو وڃي. رجم ڪرڻ واري جنون ۽ مستي کي حماقت ۽ بيوقوفي چوندا آهن جو نهايت ڏاهپ جي خبر ڏيندڙ آهي جيڪا سلوڪ ۽ جذبي جي جامع آهي. صائب چيو آهي. بيت:

نباشد تا خرد ڪامل جنون ڪامل نمي گردد
شراب تلخ از انگور شيرين خوب مي آيد

جيستائين ڏاهپ نهايت کي نه پهچي آهي ايستائين مستي ڪمال کي نٿي پهچي. ڪڙو شراب (جو چريائي جو نالو آهي) مٺي انگور (عقل) کان عمدو ٺهندو آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** جيستائين تنهنجي ۽ جهان جي وچ تي مناسبت (۽ لاڳاپو آهي ايستائين) (تو لاء) خلاصي نه آهي چو ته جهان (فاني) وڏو نفس آهي ۽ تنهنجو نفس (جيڪو ننڍو آهي) ان جي ٻاري آهي پوءِ تون ننڍي ۽ وڏي نفس کان ٻاهر نڪر! چو ته رحمان ڪنهن ڪيفيت کان سواءِ عرش تي آهي.

مصراع: عالمي خواهم ازين عالم بدر. مون هڪ اهڙو جهان گهران ٿو جيڪو هن جهان کان ٻاهر آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** ٺٽي ۾ هڪ اهڙو ظاهري عالم هو جيڪو منهنجي مرشد (شيخ محمد) تي ڪتابن جي مطالعي نه ڪرڻ بابت ملامت ڪندو هو ۽ جيڪڏهن اهو (ظاهري عالم) انهن شين جي ڇاڻ رکي ها جن ۾

هن جماعت (اوليائن) جي نظر هوندي آهي ته ڪڏهن
به منهنجي مرشد کي ملامت نه ڪري ها ڇو ته لکيل
ڪتاب اوليائن جي دل هوندي آهي جيئن تفسير بيضاوي
۾ آيو آهي، لکيل ڪتاب ڪاغذ نه آهي.

مون (گرهوڙي صاحب) ڇيو هر ڪتاب تي ڀروسو
ڪرڻ لاءِ اهو شرط آهي ته اهو اصل جي موافق هجي.
مولانا (رومي) فرمايو آهي:

(۱) دفتر صوفي سواد حرف نيست
جز دل اسفيد همچون برف نيست

صوفي جو دفتر اکرن لکڻ ۾ نه آهي، صوفي جو دفتر
غيرالله کان پري رهڻ کان سواءِ نه آهي.

(۲) زاد دانشمند آثار قلم
زاد صوفي چيست انوار قدم

ڏاهي ماڻهو جو سمر قلم جو لکيل آهي، صوفي جو سمر
الله تعاليٰ جا انوار آهن.

(۳) عاشقانرا شد مدرس حسن دوست
دفتر و درس و سبق شان روئي اوست

عاشقن جو مدرس معشوق جي سونهن آهي، عاشقن جو
دفتر، درس ۽ سبق پڙهڻ معشوق جو منهن آهي.

(۴) گلشن کز عقل رويد خورم است
گلشن کز نقل رويد يکدم است

اهو باغ جيڪو عقل کان ڦٽي اهو خوش ۽ ڀلو آهي،
اهو باغ جيڪو نقل کان ڦٽي سو هڪ گهڙي آهي.

(٥) علم نقلي بادم قطب زمان
چون تيمم باوجود آب دان

اهو علم جيڪو اکين کان نقل ڪيل آهي قطب زمانه جي هوندي ائين آهي جيئن تيمم پاڻي جي هوندي ڪيو وڃي. مطلب ته زماني جي قطب اڳو علم نقلي درست نه آهي جيئن پاڻيءَ جي هوندي تيمم درست نه آهي.

(٦) تا قيامت آزموده دائم است
پس بهردور ولي قائم است

قيامت تائين هميشه هڪ آزمايل (ولي) هوندو آهي. پوءِ هر دور ۾ ولي هوندو آهي جنهن سان جهان هلي رهيو آهي.

خواجه صاحب فرمايو: طريقي جي مشغولين ۾ ڪلام گهٽو آهي ۽ طريقي جي حقيقتن ۾ ڳالهائڻ ٿورو آهي.

مون (ڪرهوڙي صاحب) چيو طريقي جي حقيقتن کان مراد محبت جا اثر ۽ ان جا علم آهن ۽ طريقي جي حقيقتن کي ڄاڻڻ کان مراد قرآن ۽ حديث جا اسرار ڄاڻڻ آهي، جيئن مولوي (رومي) فرمائي ٿو:

آنچه ظاهر هست براهل شهود،
در عبارت شمه نتوان نمود.

(طريقت جي حقيقتن کان) جيڪي شهود وارن تي ظاهر آهي، انهن حقيقتن جي عبارت ۾ بوءِ نٿي سگهي سگهجي.

مصراع: درسي نسود، هر آنچہ در سينہ بود، جيڪي درويشن جي سيني ۾ آهي اها شيءِ پڙهڻ ۾ نٿي اچي.

**خواجہ صاحب فرمايو:** مڪتوبات احمدي (رباني) ۾ آهي تہ ناسخ (محو ڪندڙ عمل) ۽ منسوخ (ميسارِيل عمل) جدا جدا شيون آهن. ناسخ جو درجو بلند آهي ۽ منسوخ جو پست ۽ گهٽ آهي. جيئن قرآن ۽ حديث ۾ آهي. پوءِ جنهن ناسخ عبارت کي نہ سڃاتو آهي تہ اهو ڪجهہ وقت منسوخ عبارت تي (عمل ڪندو) رهندو جو ميساريل آهي ۽ شايد فقيهہ عالم کي صوفي تي فضيلت ڏيڻ بہ انهيءَ ڪري آهي تہ فقيهہ قرآن ۽ حديث ۾ ناسخ ۽ منسوخ کي ڄاڻندو آهي، جي ناسخ ۽ منسوخ ڪري فضيلت نہ وٺبي تہ اصل جيڪو صوفي آهي اهو فقيهہ کان پلو آهي جو اهو فرع (ٽاري ۽ شاخ) آهي. حديث ۾ آيو آهي تہ جڏهن دل سڌري وئي تہ سارو بدن سڌري ويو پوءِ دل متبوع آهي (جنهن جي پيروي ڪئي وڃي) ۽ بدن تابع (پيروي ڪندڙ آهي).

مون گرهوڙي صاحب) چيو: جنهن پنهنجي مذهب ۽ مشرب (طور طريقن) کي مضبوط ڪيو (۽ چڱي طرح ڄاتو تہ ان تي ناسخ ۽ منسوخ ڪجها نہ آهن ۽ اهو ايمان الله پاڪ جو بلند ڪلمو لااله الا الله آهي، جنهن جي معنيٰ آهي تہ الله کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي ۽ اهو شرڪ کان پاڪ آهي. پوءِ جيڪو الله جي وحدانيت تي هوندو تہ اهو هر جاءِ تي هميشہ گمراه

نہ ٿيندو ۽ فقر (درويشي) ڪامل ماڻهن جو فخر آهي پوءِ جيڪڏهن تون فقر (درويشي) تي هوندين تہ تون واٽ لهندڙ هوندين ڇو تہ فرع جو شرط اهو آهي تہ اهو اصل جي ڪم کان خلاصي نہ لهي ڇو تہ فرع اصل لاءِ شرح آهي ۽ ان کي پڇندڙ نہ آهي.

خواجہ صاحب ڇيو: الله تعالى فرمايو: ينزل الغيث من بعد ماقنطو الله تعالى هن کان پوءِ جو ماڻهو نا اميد ٿين ٿا رحمت جي برسات موڪلي ٿو.

مون (گرهوڙي صاحب) ڇيو: مڪتوبات احمدي (رباني) ۾ آهي تہ اسان جي واٽ جي نهايت آهي نہ چاڻ ۽ نہ لهڻ تي پورو يقين (۽ ويساهہ) رکڻ ۽ نہ چاڻڻ ۽ نہ لهڻ تي راضي رهڻ. مولانا جامي ٿو چئي:

زعنقا هست نام پيش مردم،

زمرغ من بود آن نام هم کم.

سيمرغ (ڳرڙپڪ) جو نالو ماڻهن اڳ مشهور آهي. منهنجي محبوب کان جو الله جي ذات آهي جو بي مثال آهي اهو نالو جيڪو بيمثال هوندو سو معلوم نہ آهي.

خواجہ صاحب فرمايو: موت کان اڳ مرڻ جي معنى آهي حالت جي تبديلي جيئن هوشياري کان فنا في الله جي حالت ڏانهن وڃڻ جيئن وارد ٿيو آهي تہ توم ۽ بصر جي بوءِ کي پڇاڻڻ سان وڃايو! مطلب تہ جيئن توم ۽ بصر جي بدبوءِ پڇاڻڻ سان هلي ويندي آهي ائين

انسان کي فنا في الله هجڻ سان بچڙين وصفن کان ڇوڏڪارو ملندو آهي.

مون (گرهوڙي صاحب) چيو: منهنجي حديث ۾ جو لفظ اميتوها آيو آهي ان ۾ ها عربي گرامر جي خيال کان مفعول آهي جو ضمير منصوب آهي ۽ اهو بصر ڏي توم ڏانهن وري ٿو جيئن مفاتيح ڪتاب ۾ آيو آهي.

خواجه صاحب فرمايو: الله جي محبت الله تعاليٰ سان صلح ۽ موافقت جي ارادي جو نالو آهي يعني الله جي تقدير ۽ حڪم تي راضي رهڻ، محبت وصال جي ارادي کي نه چئبو ڇو ته اهو هڪ نفسي عرض (۽ وصف) آهي (ڇو ته اهو وصول وجود جي سڌ آهي).

خواجه صاحب فرمايو: الله تعاليٰ جي تجلي ٽي قسم آهي: صوري، معنوي ۽ ذوقي (تجلي صوري جو هر شئي ۾ جلوو ٿيندو آهي ۽ تجلي معنوي هر شئي جي معنيٰ آهي ۽ تجلي ذوقي صورت ۽ معنيٰ کان ٻاهر آهي) ۽ تجلي ذوقي نهايت بلند ۽ بهتر آهي ۽ (امام) غزالي جو هيءُ چوڻ ته شين جي حقيقتن جو حاضر ٿيڻ هن طرح ته ڪا شئي غيب کان انساني لاڳاپي کان سواءِ آسان ٿئي سو اهو رڳو انبياء لاءِ هوندو آهي باقي جنهن شئي ۾ انبياء ۽ اولياء شريڪ آهن اهو خواب آهي جو ننڊ ۾ ٿيندو آهي ۽ ٻيو الهام جو سڄاڳي ۾ حرفن، آوازي ۽ اکي، ٻوءِ کان سواءِ دل ۾ خبر پهچندي آهي. غزالي جو اهو قول تجلي ذوقي ڏانهن اشارو آهي

جيئن بيبي مريم کي تجلي ذوقي ٿي هئي (قرآن شريف ۾ آيو آهي) فتمثل لها بشرا سويا (١) پوءِ ظاهر ٿيو مريم لاءِ هڪ انسان برابر (تندرست چو تہ بيبي مريم جو حمل (پيٽ سان ٿيڻ) تجلي ذوقي جي علامت آهي.

مون (گرهوڙي صاحب) چيو: ڪنهن صورت ۾ حق جي ظاهر ٿيڻ سان علم جو پڌرو ٿيڻ تجلي آهي يا حق جو معنيٰ ۾ ظاهر ٿيڻ آهي يا حق جو مطلق طرح ظاهر ٿيڻ آهي جنهن ۾ معنيٰ جي ڪا پابندي نہ هجي. پوئين تجلي جيڪا ڪنهن مظهر ۾ نہ آهي ان جو نالو تجلي ذوقي ۽ برقي آهي ۽ نقشبندين جو مقام اها پوئين تجلي برقي آهي ۽ هن تجلي کي مقام محمدي بہ سڏيندا آهن ۽ اها تجلي الله تعاليٰ کي پڌرو پهچڻ آهي ڪنهن پردي کان سواءِ.

**خواجہ صاحب فرمايو:** جيڪي ظاهرئين عالمن چيو آهي ان کان عارف جو علم مخالف نہ هوندو آهي (جيتوڻيڪ باطن ۾ اهڙي مخالفت هوندي آهي) هن حديث ڪري جو حضرت ابو هريره کان مروي آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ بہ ٿانو (علم جا) ڏنا آهن هڪ اهو آهي جنهن کي آئون اوهان ۾ پکيڙيان ٿو ۽ ٻئي علم کي پکيڙيان تہ منهنجي نڙي ڪپي وجي ظاهر بين عالمن جو علم رکو ڪلي فرضي هوندو آهي (جنهن کي رکو فرض ڪيو ويندو آهي ان سان يقين وابستہ

---

(١) سورت مريم آيت ١٢

نہ ھوندو آھي) ڇو تہ اھي حال ڌي گفتار کان قاصر آھن.
مون (گرھوڙي صاحب) ڇيو ڪشف (ڪتاب) ۾
آيو آھي:

بيت: مذکور طلب چہ خواھي از ذکر
اين است خلاصۂ ھمہ فکر

جنھن کي ياد ڪيو ويندو آھي يعني خدا ان کي طلب
ڪر! تون ذڪر جي طلب ڇو ٿو ڪرين اھا مذڪور
(خدا) جي گھر سڀني فڪرن جو خلاصو آھي.

**خواجہ صاحب فرمايو:** طالب جي ڪن اصولن
مان پنھنجي مرشد جي حق ۾ اعتقاد ۾ فساد جو اچڻ
آھي بلڪ ڪن حالتن ۾ طالبن کي انبياء ۾ اعتقاد اندر
بہ خلل ايندو آھي ان حالت ۾ طالب لاء واجب آھي
تہ اھو ان حال کي خدا ڏانھن موٽائي جيڪو انسان
جي چاڙھ ۽ ڏسڻ کان پاڪ آھي.

**خواجہ صاحب فرمايو:** ذڪر جي نور کان حجاب
۽ پردي ۾ رھڻ جو ڪارڻ نفساني ميراڻن جو ظھور
آھي جيئن مولانا (رومي) فرمائي ٿو:

جملہ قرآن شرح خبث نفسھا است
بنگر اندر مصحف و آن چشمت کجا است

سارو قرآن انسان جي نفس جي پليتن جي بيان ۾ آھي.
قرآن ۾ (چڱي طرح) ڏس پر اھي ڏسڻ واريون اکيون
تو کي ڪٿي آھن؟

**خواجہ صاحب فرمايو:** دماغ کي (خطرن کان)

پاڪ ڪرڻ گهرجي چو ته دماغ نفس جي جاءِ آهي
مون (گرهوڙي صاحب) چيو: اهو دماغ جو تنقيو
ذڪر جي نور کان پردو ڪندڙ ڪدورتن (پليتن) ڏانهن
اشارو آهي. هن جي جلد اپتار ايندي.

**خواجه صاحب فرمايو:** حقيقت احمدي، حقيقت محمدي کان گهڻو بلند آهي (هن جي مڪتوبات احمدي ۾ وڌيڪ تفصيل آيل آهي). احمدي اولياءَ ٿورا (پر) ڪامل آهن نصارن محمد ﷺ جو هن ڪري انڪار ڪيو هو جو پاڻ سڳورا احمد جي نالي سان مشهور نه هئا جنهن جي عيسيٰ عليه السلام انجيل ۾ خبر ڏني هئي جيئن قرآن پاڪ ۾ آهي: مبشرا برسول ياتي من بعدي اسمه احمد (١) مون کان پوءِ رسول ايندو جنهن جو نالو احمد هوندو.

مون (گرهوڙي صاحب) چيو: احمدي ولايت خالص معشوقيت آهي ۽ محمد ﷺ عاشقيت سان مليل آهن جيئن مڪتوبات احمدي (رباني) ۾ آيو آهي خلاصو ڳالهه جو هي آهي ته دين احمدي ۾ دين محمديءَ کان آساني گهڻي آهي. ان ڳالهه کي سمجهڻ گهرجي.

**خواجه صاحب فرمايو:** فنا ۽ بقا جو مثال اٽي ۽ پچائڻ جو آهي (جيئن ان جو داڻو چڪي ۾ وجهڻ ڪري اصلي حالت کان نڪري ٿو وڃي تيئن انسان به فنا سان اصلي حال کان نڪري ٿو ۽ جيئن اَن ماني

(١) سورت الصف آيت ٦

پڇائڻ سان هڪ وجود کي همٿ ڪري ٿو اهڙي طرح
انسان ب بقا کان پوءِ ٻئي وجود سان قائم ٿــو ٿئي)
مطلب ته هڪ حال فنا ٿو ڪري ته ٻيو حال ظاهر ٿو
ڪري ۽ عارف اصلي حال کي (جنهن تي پيدا ڪيل
آهي) حال حالي (جيڪو هن زماني ۾ ڪيس حاصل آهي)
ڇاڻي ٿو. ڇا تو نه ڏٺو آهي ته چيٽي جي رڪ ڏسڻ
وقت چيٽي جي حالت جي خبر ڏئي ٿي ۽ چاري جو
حال لڏ ماڻ پڌرو ٿئي ٿو. پوءِ تون ب پنهنجي اصل کي
پنهنجي احوالن کان سڃاڻ!

خواجه صاحب فرمايو: جيڪي توکان فنا ٿئي
ٿو ان جو عوض ضروري آهي جيڪو فنا ٿيل جي جاءِ
تي بيهي ٿو ۽ عمر جو عوض الله کان سواءِ ڪوبه
نــه آهي.

خواجه صاحب فرمايــو: حسبي ربي جل الله
مافي قلبي غيرالله، مــون کــي منهنجو پالڻهار بس آهي.
منهنجي دل ۾ الله کان سواءِ ڪجهه نه آهي.

مون (ڪرهوڙي صاحب) چيو ته منهنجي مرشد مون
کي فرمايو ته سندن فرزند عزيز خواجه گل محمد اهو
ذڪر گهڻو ڪندو آهي ۽ پنهنجي وڏي مرشد (خواجه
محمد زمان) کان سبحان الله جو لفظ گهڻو ٻڌندا هئاسين
اهڙي طرح هي هي لفظ ب گهڻو اچاريندا هئا جو هندي لفظ
آهي جنهن جي معنيٰ الله موجود آهي گهڻو چوندا هئا.
ڪشف ڪتاب ۾ آهي ته آلــهــا خدا وند پاڪ جي ذات

جو نالو آهي هن لحاظ سان ته هو موجود آهي جيئن آلـهوا اهڙي ذات جو نالو آهي جيڪا غائب ۽ ناپيد آهي.

خواجه صاحب فرمايو: ته جڏهن بيماري اچي ته ان جي هٽائڻ جي ڪوشش نه ڪر (ڇو ته اهو به نفساني غرض آهي).

مون (ڳرهوڙي صاحب) چيو: حافظ فرمايو آهي:

بيت: چون فنارا شد سبب بي منتها
پس ڪدامين راه را بنديم ما

جڏهن ته فنا ٿيڻ جا اسباب اڻ ڳڻيا آهن پوءِ اسان ڪهڙي واٽ کي بند ڪيون.

الله تعاليٰ فرمايو: ڪفي الله المومنين القتال (۱) الله مومنن لاءِ لڙائي جي وقت ڪافي آهي. واذامرضت فهويشفين حضرت ابراهيم عليه السلام چيو ته جڏهن مان بيمار ٿيان ٿو ته اهو (الله ئي) مون کي شفا ڏئي ٿو. ملة ابيڪم ابراهيم (هي شفا جي طلب) اوهان جي پيءُ ابراهيم ع جي روش آهي ۽ الله ئي توڪل تي توفيق ڏيندڙ آهي. هيءُ جو توڪل آهي عزيمت آهي ۽ جيڪي اڳ بيماري جي ڇوٽڪاري ڳولڻ جي ڳالهه ڪئي سا رخصت آهي. مڪتوبات احمدي (رباني) ۾ آهي ته اسان جي طريقي جو مدار جيترو ٿي سگهي عزيمت تي آهي ۽ رخصت کان پاسو ڪرڻ آهي. هڪ بي حديث ۾ آيو

---

(۱) سورت الاحزاب آيت ۲۵

آهي تہ منهنجي افضل امت اھا آهي جيڪي رخصت (جواز) تي عمل ڪن.

الله تعاليٰ فرمايو: "يريد الله بكم اليسر" (١) الله اوهان لاءِ آساني ڪي کهري ٿو ڪمن جي جواز ۽ رخصت ۾.

خواجہ صاحب فرمايو: عارف سڀ کان جيڪي بہ ان لاءِ حجاب جو ڪارڻ آهن سي سڀ ٻاهرين کل آهن. قبا الاهي مان مراد (۽ مطلب) اهوئي آهي (تہ سندن کل مغز لاءِ پردو آهي خدا جي پردن مان) جيڪو پنهنجي هيئان اولياءَ کي ڍڪي ٿو عام ماڻهن کان.

مون (گرهوڙي صاحب) چيو: مولانا (رومي) جو بيت آهي:

بيت: آدمي ديده است باقي پوست است
ديده آن باشد ڪہ ديده دوست است

ماڻهو اک آهي ٻي سڀ شيون کل آهن اک اها آهي جو دوست (خدا) کي ڏسندڙ هجي.

خواجہ صاحب فرمايو: ولي، ولي کي سڃاڻندو آهي.

مون (گرهوڙي) چيو: چو تہ ولي جيتوڻيڪ الله جو عين نہ آهي پر ان جو غير بہ نہ آهي.

خواجہ صاحب فرمايو: اسان جي واٽ سيني واٽن ۾ الله تعاليٰ کي وڌيڪ ويجهي آهي ۽ اها اسان

(١) سورت البقرة آيت ٨٥

جي وات (ضرور) الله پاڪ ڏانهن پهچائيندي.

مون (ڪرهوڙي) چيو: انهن بزرگن جي اها وات رابطو (شيخ جي صورت جو تصور) آهي. (جنهن جي اپتار اڳ ڪئي وئي آهي). مطلب ته رابطه جي معنيٰ آهي شيخ ۾ فنا ٿيڻ ۽ اهو شيخ وري ذات ۾ فاني آهي ۽ اهو شيخ الله جي رنگ سان رنگ پڪڙي ٿو ۽ پنهنجي مراد کي الله جي مراد اڳيان قربان ڪري ٿو جيئن حافظ ٿو چئي:

بيت: ميل من سوئي وصال و قصد اوسوئي فراق
ترک کام خود گرفتم تا برآيد کام دوست

منهنجو لاڙو وصال ڏانهن آهي ته ان جو ارادو جدائي ڏانهن آهي مان پنهنجي مراد کي ڇڏيو ته جيئن دوست جي مراد پوري ٿئي. رابطو شيخ جي صورت جو تصور افضل آهي ڇو ته شيخ قوم ۾ ائين هوندو آهي جيئن نبي پنهنجي امت ۾ هوندو آهي.

الله تعاليٰ فرمايو: قل ان كنتم تحبون الله فاتبعوني يحببكم الله (١) اي پيغمبر پنهنجي امت کي چؤ ته جيڪڏهن اوهان الله کي دوست رکو ٿا ته منهنجي پيروي ڪريو ته الله اوهان کي دوست رکي ۽ الله تعاليٰ فرمايو: فادخلي في عبادي وادخلي جنتي (٢) اي نفس! منهنجي ٻانهن ۾ اچ ۽ منهنجي بهشت ۾ داخل ٿي.

---

(١) سورت آل عمران آيت ٣١
(٢) سورت الفجر آيت ٢٩، ٣٠

مطلب تہ انهن خدا جي پانهن جو اهڙي دلين سان مطالعہ (تصور) ڪريو جيڪي انهن جي غير جي دوستي کان خالي هجن تہ اوهين مون کي انهن ۾ ڏسو. جنت جي حقيقت بہ اها ئي آهي تہ الله جي پانهن ۾ داخل ٿي. مولانا (رومي) فرمايو آهي:

ابيات: نيست صورت چشم رانيڪو بمال
تا بہ بيني شعشعہ انور جلال

مرشد جي صورت اها ظاهري نہ آهي. اک کي چڱي طرح کول! تہ (مرشد جي صورت ۾) نور جلال جو شعاع ڏسين.

تن مبين و جان بہ بين کان صم دبکم
ڪذبوا بالحق لما جاءهم

(ڪاملن جي) ظاهري بدن (صورت) کي نہ ڏس انهن جي ساهہ کي ڏس ڇو تہ جيڪي ماڻهو (انهن جي ڏسڻ کان) ٻوڙا ۽ گونگا آهن انهن وٽ جڏهن حق آيو تہ ان کي ڪوڙو ڪيائون.

روغني ڪو شد فناء گل بگل
خواه روغن بو کني خواهي تو گل

اهو تيل جيڪو گل ۾ سمورو فنا ٿيو جيڪڏهن تيل کي بوءِ ڪندين گل جي بوءِ ايندي ۽ جي گل کي سگهندين تہ بہ گل جي بو ايندي.

قطره گرچہ خوردو کوتہ پا بود
لطف آب بحر زو پيدا بود

پاڻي جو ڦڙو جيتوڻيڪ ٿورو آهي پر دريا جي پاڻيءَ جي لطافت ان کان پڌري ٿئي ٿي.

جـزوها برحال کلها شاهـد است
تاشفق غماز خورشيده آمده است

جو ته جز جي خوبي يا خرابي دريا تي دليل آهي ايستائين جو آسمان جي ڪناري جو شفق (رنگ) سج جي ايرڻ يا لهڻ جو ڏس ڏيندڙ آهي.

علم آموزي طريقش قولي است
کسب آموزي طريقش فعلي است

علم سکڻ جي وات ڳالهائڻ آهي هنر سکڻ جـي وات فعلي آهي.

فقر خواهي آن بصحبت قائم است
ني زبانت کارمي آيد نـه دست

جيڪڏهن فقر جو ارادو رکين ٿو تـه اهو صحبت تـي بيٺل آهـي فقر جي طلب ۾ نـه تـه زبـان ڪم ايـدي نـه هٿ.

پويون بيت درويش جي وات ۾ عمدو بيان آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** (يونان جـو) فلسفي روشني کي ڏسندو آهي ۽ اسان سج گرهڻ کي ڏسندا آهيون. پوءِ اسان جو مطلب وڏي ۽ ننڍي جهان ٻنهي کان ٻاهر آهـي. ۽ فلسفين جـو مقصد انهن ٻنهيءَ ۾ آهـي.

مون (ڪرهوڙي صاحب) چيو: رڳو الله جي طلب

ڪجي ان جي غير جي طلب نہ ڪجي جيئن مولانا جامي صاحب فرمايو آهي:

بيت: لانهنگي است ڪائنات آشام
از عرش تا فرش ڪشيده بڪام

مطلب تہ ڪلمي ۾ لا جو لفظ نفي لاءِ آهي اهو هڪ واڳو آهي جو مخلوق کي کائي ٿو يعني الله کان سواءِ ٻي سڀ شئي جو انڪار ڪري ٿو، عرش کان وٺي فرش تائين سڀ کي نفي جي تارو ۾ ڇڪيو آهي،

**خواجہ صاحب فرمايو:** ماني تنهنجي مٿي تي پئي آهي، هوڏانهن تون ماني جي طلب ۾ دروازن تي حيران ڦري رهيو آهين.

مون (گرهوڙي صاحب) چيو: مون هڪ معتبر ماڻهو کان ٻڌو جنهن حضرت مرشد کان ٻڌو تہ اسان جي مريد کي اها طاقت نہ آهي تہ اهو مخلوق مان ڪنهن هڪ کان رزق گهري.

خواجہ گل محمد صاحب فرمائي ٿو تہ هي ءِ الله کان سواءِ ڪنهن بہ کان رزق نہ گهرڻ ۽ رکو الله تي ڀروسو ۽ توڪل رکجي ان ماڻهوءَ لاءِ آهي جنهن کي دل جو آرام حاصل هجي. باقي اطمينان ۽ آرام کان اڳ روزي جي ڳولا جائز آهي بلڪ نهايت بلند فعل آهي جيئن رزق جي طلب جو خطرو طلب لاءِ روڪ نہ ٿئي، جيئن حضرت مرشد ڪيترن اهڙن ماڻهن کي جو آرام ۽ طمانيت کان اڳ توڪل رکي آهي تن کي

ڪسب ۽ ڪمائي جو حڪم فرمايو آئن جيئن مولانا (رومي) فرمائي ٿو:

ڪار پاڪان را قياس از خود مگير
گرچه ماند در نوشتن شير شير

مطلب ته: پاڪ ماڻهن جي ڪم کي پاڻ تي قياس نه ڪر، شير ۽ شير لکڻ ۾ هڪ جهڙا آهن پر معنيٰ ۾ انهن جو وڏو فرق آهي.

خواجه صاحب فرمايو: سيني رنگن کان پيلو رنگ سائو آهي ۽ اهو اخفيٰ لطيفي جو رنگ آهي.

مون (گرهوڙي صاحب) چيو: اهوئي رفرف معراجي (تختي) جو رنگ آهي (جنهن تي آنحضرت ﷺ چڙهي عرش تي پهتا هئا) ۽ سائو رنگ آدم عليه السلام جي پوشاڪ پڻ آهي جيئن ڪشف ڪتاب ۾ آيو آهي.

خواجه صاحب فرمايو: بيت:

هر ڪه يڪدم جدا ز مقصود است
او دران دم لعين مطرود است

جيڪو هڪ گهڙي (خدا جي ذڪر) مقصود کان جدا آهي اهو الله جي قرب کان ذليل ۽ ملعون آهي.

مون (گرهوڙي صاحب) چيو: حضرت مرشد (خواجه محمد زمان) فرمائيندا هئا ته مقصود کان مطلب ڪنهن شرط کان سواءِ الله جو ذڪر آهي ڪنهن به (وقت ۾ پاڪائي ۽ پليتي جي) شرط کان سواءِ ۽ مقصود جو اهو به مطلب آهي ته اهي حجاب جيڪي تنهنجي ۽ خدا

پاڪ جي وچ تي هجن انهن کي هٽائڻ ۽ گم ڪرڻ ۽ اهي حجاب نفساني عوارض ۽ خواهشون آهن جيڪي قضا ۽ تقدير تي راضي رهڻ جي منافي آهن ۽ مقصود رکيو اهو آهي ته نفساني خواهشون ڇڏي ڏجن. خلاصو ڪلام هي ۽ ته جڏهن علم بديهي همیشه وارو هٿ ايندو آهي ته سعادت مطلق آهي ڇو ته الله جي ذات (خاص ماڻهن وٽ) پڌري آهي جيتوڻيڪ اها ذات عام وٽ ظهور نٿي رکي تڏهن مقصود هٿ آيو (هي ۽ عبارت اذاحصل لاء ترڪيب ۾ جزا آهي).

جنهن ماڻهو طلب ۾ ڪنهن شئي کي (جيئن وقت، بيوقت، پاڪائي ۽ پليتي) شرط بنايو ته اهو پنهنجي شرط ۽ گمان ڪري خدا جي ذات کان حجاب ۽ پردي ۾ رهيو. (ڪنهن ني شئي کان حجاب ۾ نه رهيو) ڇا ته چڱو چيو ويو آهي ته پٽ ڪيئون پنهنجي ئي تارن ۾ مري ويندو آهي (مطلب ته جنهن طلب ۾ شرط ڪيو ته اهو ان شرط ۽ گمان ڪري ئي حق کي پهچڻ کان پري رهندو جيئن پٽ ڪيئون پنهنجي تي تارن ۾ ويڙهجي مرندو آهي. حافظ چيو آهي:

مصراع: کيردارد حاجب و دربان درين درگاه نيست مطلب ته ڪوبه مانع، پردو ڪندڙ ۽ دربان الله جي هن درگاهه تي نه آهي. (پهرين مصراع هي ۽ آهي:

هرچه خواند کو بياؤ هرچه خواهد کوبگو مطلب ته جنهن کي جيڪي چوڻو آهي سو چئي ۽ جيڪي گهرڻو

اٿس سو گهري). فقيهن نذر جي باب ۾ فرمايو آهي:
ٻانهي جو قبول ڪرڻ الله جي قبول ڪرڻ سان بحال آهي
پوءِ ڪابه شئي ايستائين واجب نه ٿيندي آهي جيستائين
ان کي الله واجب نه ڪري.

خواجه صاحب فرمايو: حديث ۾ آيو آهي فرمايو
خدا تعاليٰ ته آئون ٻانهي جي گمان وٽ آهيان جيڪو
مون ۾ رکي ٿو پوءِ جيڪي ان کي مون ۾ گمان
رکڻو هجي سو اهو رکي.

مون گرهوڙي صاحب) چيو ته حضرت مرشد کي
هن حديث بيان ڪرڻ جو اهو سبب هو جو تحقيق
پاڻ مريد کي توڪل ڪرڻ تي ترغيب ٿي ڏنائون. هن
مسڪين (گرهوڙي) توڪل بابت هي ابيات چيا آهن:

مکو فيض موقوف برابن وآن
کہ مانع بود خلق راظن شان

(ترجمو: اي انسان تون ائين نه چئو ته الله تعاليٰ جو
فيض هن (ڳالهين) يا هُن (ڳالهين) تي مدار رکي ٿو
جو ان جي رحمت کان جهان وارن کي روڪيندڙ آهي.

تصوف رضا بـا چنين و چنان
کہ مقصود مطلق نہ اطوار آن

سلوڪ اهو آهي جو راضي ٿيڻ هن ۽ هُن تي آهي جو
مقصود بي قيد خدا پاڪ آهي ان جا اطوار نه آهن.

مولانا (رومي) فرمايو آهي:

عاشقم بر لطف و بر قهرش بجد
اي عجب من عاشق اين هردو ضد

اڏون خدا پاڪ جي صفت لطف ۽ قهر ڪي دوست
رکان ٿو. اي عجب آهي جو مان هن ٻن ضد صفتن
جو عاشق آهيان.

صوفي از فقر چون در غم شود
عين فقرش دايه و مطعم شود

صوفي درويشي ڪري جڏهن ڏک ۾ ٿيندو آهي ان
جي خالص درويشي ان کي خدمتگار ۽ کارائيندڙ بنايو.

اي برادر هر كرا يزدان بخواند
از همه كار جهان بيكار ماند

اي ياءَ! جنهن کي الله پاڻ ڏانهن سڏيو ته اهو دنيا
جي سڀني ڪمن کان فارغ ٿي ويو.

جامه چاكانرا چه فرمائي رفو
تو ز سرمستان خلاف زي مجو

تون (هن جهان کي ڇڏيندڙن کان) جن دنيا جي ڪپڙي
کي ڦاڙي ڇڏيو آهي رفو جي گهر نه ڪر! تون انهن
کان جيڪي مست آهن پيشروي نه گهر!

عاشقي كه آلود شد در خيرو شر
خيرو شر منگر تو در همت نگر

جيڪو عاشق خير ۽ شر ۾ ڦاٿو آهي ان جي چڱي ۽
بڇڙي کي نه ڏس پر همت کي ڏس.

عشق در دریائي غم غمناک نیست
لعل راگر مهر نبود باک نیست

عاشق جيڪو غمن جي درياء ۾ غرق آهي ان کي ڪوبہ غم نہ آهي لعل کي جيڪڏهن صيقل نہ ڪجي نہ روشني ڏيڻ ۾ ڪو ڀؤ نہ آهي.

پس چہ باشد عشق دریاؤ عدم
کہ خرد را در شکست آنجا قدم

پوء عشق نابود درياء آهي جو عقل جو پيراتي منبو آهي.

عشق دریا آسمان بروي کفي
چون زلیخا درهوائي یوسفي

عشق اهڙو دريا آهي جو ان جي وڏائي آڏو آسمان ان جي جهڳ آهي، جيئن زليخا يوسف عليہ السلام جي محبت ۾ قائل هئي.

ذل و خواري را چون شکر میخو رند
خار غمهارا چون اشتري خورند

عاشق خواري کي کنڊ چائندا آهن. غمن جي ڪنڊن کي ڪانديري وانگر کائيندا آهن. جامي صاحب چيو آهي:

بيت: بداغ نامرادي شاد میباش
بہ شغل بندگي آزاد میباش

نفس جي سڌن کي ڇڏڻ سان خوش هج الله جي بندگي جي شغل ۾ پنهنجي سڌن کان آزاد هج!

حديث ۾ آيو آهي: الحمدلله علي کل حال. هيڪا تعريف هر حالت (آسان يا مشڪل) ۾ الله لاء آهي.

**خواجہ صاحب فرمايو:** عليون (جيڪا مٿين آسمان يا سدرة المنتهيٰ وٽ آهي جتي خلق جا عمل لکيل آهن) پري نہ آهي ڇو تہ سالڪ عليين ۾ حاضر ٿيندو آهي ۽ آسمانن کي واٽ تي (مانع) نہ لهندو آهي ۽ سالڪ لاءِ بهشت سان نصيب هوندو آهي هوڏانهن اهو سالڪ جيڏو هوندو آهي ڇو تہ سالڪ (سيرالي الله کان پوءِ) تعين وجوبي ڏانهن پهچندو آهي.

**خواجہ صاحب فرمايو:** هر هڪ جو الله کان حجاب ان جو فاسد گمان هوندو آهي تہ هو پاڻ تي اها شئي واجب ڪندو آهي جنهن کي مٿس الله تعاليٰ ميثاق واري ڏينهن واجب نہ ڪيو آهي.

مون (گرهوڙي صاحب) چيو: پانهي تي رڳو الله جي عبديت واجب آهي. خدا تعاليٰ فرمايو: الله الغني و انتم الفقراء (١) خدا سڀ کان بي نياز آهي ۽ اوهين محتاج آهيو!

حديث ۾ آيو آهي: پانهي تي الله جو اهو حق آهي تہ ان سان کنهن کي شريڪ نہ ڪري. ۽ پانهي جو الله تي اهو حق آهي تہ هو ان کي عذاب نہ ڪري (ڇوتہ ان شريڪ نہ بڻايو آهي). مصراع:

بو علي خستہ را طاعت بجز توحيد نيست.

بو علي جي قتيل دل آهي ان کي توحيد کان سواءِ ٻي ڪا عبادت نہ آهي ۽ سفير ۾ سڪندر جو نشان

---

(١) سورت محمد آيت-٣٨

ڏسڻ (هتي ايلچي مان مراد مرشد آهي ۽ بادشاهه کان مراد بادشاهه حقيقي (الله) آهي) ۽ مثال واري شئي مان بيمثال جي بوءِ سنگهڻ ۽ مخلوقات مان الله جي بوءِ لهڻ ۽ سڀني کي ان سان سڃاڻڻ. ڇو ته چند (مخلوق) جو نور سج (خدا) کان ورتل آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: اِلَيَّ مَرجِعُكُم (١) مون ڏانهن اوهان کي موٽڻ آهي. عارفن وٽ خدا کان سواءِ ڪنهن شئي کي لهڻ جو نالو ورع يا پرهيزگاري آهي.

مون (گرهوڙي) چيو: الله پاڪ مولانا جامي کي خير جي جزا ڏيندو جنهن هيءُ بيت چيو آهي:

بيت: از وست جمله بدو نيک ليک هرچه بد است
ازان بداست که از ما است چون از دست نکو است

جيڪي ان جي طرفان برائي آهي سا چڱائي آهي پر جيڪي به برائي آهي سا ان کان پري آهي ڇو ته اسان جي طرفان آهي پر جيڪڏهن ان کي خدا ڏي نسبت ڪجي ته اها چڱائي آهي جيئن گلشن راز ۾ آهي

مصراع: نکو گوئي نکو گفته است در ذات. (٢)

---

(١) سورت آل عمران آيت ٥٥

(٢) هيءُ ڪتاب فارسي نظم ۾ شيخ محمود تبريزي شبستري جو ڏاهيل آهي هن ۾ تصوف جي اصطلاح مطابق سوال، جواب آندل آهن. مرزا قليچ بيگ هن جو سنڌي منظوم ترجمو ڪيو آهي، ڇپيل آهي پر نادر آهي منهنجي ذاتي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

غ – م – ق

خدا پاڪ جي ذات طرفان جيڪي ٻـ پهچي ان کي چڱو سڏيو ويندو.

مطلب تہ توحيد اضافتن ۽ غيرالله ڏانهن نسبتن جي ڪيرائڻ جـو نالو آهي يعني پنهي طرفن کان اضافت کي ڪيرائڻ نہ تہ مخلوق کي الله سان نسبت ڏئي ۽ نہ وري الله کي مخلوق سان نسبت ڏئي. توحيد جي اها معني همہ اوست جي مشرب رکندڙن جي آهي. اها معني ان وٽ آهي جنهن جي زبان توحيد ۽ تشڪيڪ کان گنگي آهي. جامي صاحب پنهنجي ديوان ۾ چيو آهي:

بيت: ترا ز دوست بگويم حکايت بي پوست
همہ از اوست اگر نيڪ بنگري همہ اوست

تو کي دوست جي ڳالهہ (وحدت وجـود کان) بنا رکـ رکاء جي ٻڌايان ٿو. جيڪي بہ ان کان آهي ان کي چڱي طرح ڏسندين تہ سڀ اهو پاڻ آهي (ٻي ڪا بہ شئي موجود نہ آهي) مولانا جامي ۾ تاهيل ڪتاب لوائح جامي ۾ آهي:

بيت: همہ سايہ و همنشين و همراه اوست
در دلق گداؤ اطلس شاه همہ اوست

پاڇولو، گڏ ويهندڙ ۽ رفيق سڀ اهو آهي پينو فقير ۽ بادشاه جي پوشاڪ ۾ سڀ اهو آهي الله تعالي فرمايو: ولکل وجهة هو موليها (۱) سڀ ڪنهن ماڻهو جو منهن ان پاسي آهي جنهن جو وارث الله آهي. آيت ٻي:

(۱) سورة البقرة ۱۴۸

ان الذين اختلفوا في الكتاب لفي شقاق بعيد. تحقيق اهي ماڻهو جن ڪتاب ۾ اختلاف ڪيو بيشڪ اهي گھڻي گمراهي ۾ آهن. ٻي آيت: اينما تولوا فثم وجه الله. جيڏاهن به منهن ڪندؤ اتي خدا جو منهن آهي.

ابيات: اي برادر اين خلافات از چه خواست
زانکه کلي کونه گونه جزء اوست

اي ديني ڀاء هي (مذهبي) اختلافات ڪٿان اٿياء چو ته هو پاڻ ڪلي آهي ۽ هي رنگا رنگ ان جا جز آهن جيڪي ان ۾ جلوو ڪري رهيا آهن.

اختلاف مومن و گبر و جهود
از نظر گاه است اي مغز وجود

مومن، پارسي ۽ يهودي جو اختلاف جلوه گاه (مغز وجود) ڪري آهي چو ته اهو هر جاءِ تي الگ الگ آهي.

گم شوي در ذات آسائي زخوز
جمله رايک رنگ بيني نيک و بد

جيڪڏهن تون خدا جي ذات ۾ گم ٿيندين ته آرام لهندين هر هڪ چڱي ۽ بڇڙي کي هڪ رنگ ڏسندين!

دو مگو دو مخوان و دو مدان
بنده رادر خواجه خود محودان

ٻانهي ۽ خدا جي وچ تي ٻيائي کي ڪڏهن ڇڏ! انسان کي خدا جي خدائي ۾ فاني ڄاڻ!

عاشق و معشوق هم ذات تو است
وين برونيها همه آفات تو است

عاشق ۽ معشوق سڀ خدا وندي ذات آهي. الله کان سواءِ اها عاشقي سڀ تنهنجون مصيبتون آهن.

هر وجودي کز عدم بنمود سر
بر يکي زهر است بر ديگر شکر

هر وجود جو عدم کان پيدا ٿئي ٿو هڪ ماڻهو جي حق ۾ زهر آهي ته ٻئي لاءِ مٺائي.

ديده مجنون گر بودي ترا
جمله عالم بي خطر بودي ترا

جيڪڏهن توکي مجنون واريون اکيون هجن ها، ته سارو جهان تو لاءِ بي خطر هجي ها.

چون محمد پاڪ شد ازنارو دود
هر کجا رو کرد وجه الله بود

جڏهن محمد ﷺ هستي کان پاڪ ٿيو ته جيڏاهن به منهن ڪيائين اتي خدا کي لڌائين.

نه او اين است نه آن اوساده است
نقش تو درپيش تو بنهاده است

خدا تعاليٰ هيئن ۽ هوئن نه آهي. تنهنجي صورت تنهنجي اڳيان موجود آهي.

آئينه بي رنگ شد يا بد بها
که نمايد رنگها را بي خطا

آئيني بي رنگي جي ڪري بها لڌي. بي رنگي ڪري ان ۾ رنگ صحيح نموني ۾ اچن ٿا.

هيچ ڪس را تا نگردد او فنا
نيست ره در بارگاهِ ڪبريا

ڪنهن به ماڻهو کي جيستائين اهو خدا تعاليٰ ۾ فنا نه ٿيو آهي خدا جي درگاهه ۾ ان کي واٽ نه آهي.

هيچ قلبي پيش حق مردود نيست
زانکه غرضش از خريدن دور نيست

ڪابه دل الله تعاليٰ وٽ رد نه ڪئي وئي آهي ڇوته انسان جون شيون خدا جي قبول ڪرڻ کان پري نه آهن.

تو مگو مارا بدان شه بار نيست
با ڪريما ڪارها دشوار نيست

اي انسان تون ائين نه چؤ ته مان کي خدا جي درگاهه ۾ جاه نه آهي. سخين سان اهي ڪم آسان آهن.

**خواجه صاحب فرمايو:** مفتي اهو آهي جو ٻيو مفتي ان کي فتويٰ کان نه روڪي.

مون (گرهوڙي صاحب) چيو: الله تعاليٰ فرمايو آهي: قل الله يفتيكم في الكلالة (١) اي پيغمبر چؤ ته الله اوهان کي ان ماڻهو جي ميراث بابت فتويٰ ڏئي ٿو جيڪو مري وڃي ۽ پويان ماءُ، پيءُ ۽ اولاد نه ڇڏي. احمق ماڻهو پنهنجي جواب سان سچاتو ويندو آهي ۽ اهو جواب ماٺ ڪرڻ آهي ڇوته تحقيق ماٺ اسلام جو سر آهي ۽ (قيامت جي ڏينهن بهشت ۾ پهچڻ لاءِ

(١) سورت النساء آيت ١٧٦.

ڇوته ڪاري جو ڪارڻ آهي ۽ رند ماڻهو اهو آهي جو سنڌين تيزفهمي ڪري ان ڪان بيوقوفي اچي ۽ اهو رند فقيهه کان بهتر آهي ڇو ته استحسان (رند جي تيز فهمي) فقيهه جي قياس تي ترجيح رکي ٿي جيئن اصول ۽ فروع جي ڪتابن ۾ لکيو ويو آهي. هن بيان مان معلوم ٿيو ته تحقيق اجمال تفصيل کان بهتر آهي. حديث ۾ آيو آهي ته سڀ کان ڀلو ڪلام اهو آهي جو لفظن ۾ ٿورو هجي پر ان مان گهڻي معني نڪري. ٻيو هن طرح ڇو ته علمن جا نالا انهن جا مسمي (ذات) آهن اهو هڪ مجمل قاعدو آهي. جيڪي پنهنجي ضد (مخالف) کان (ته مسمي قاعده تفصيل آهي) وڌيڪ ترجيح رکي ٿو جيڪو حڪم ڪري ٿو ته علمن جو مسمي هڪ معين قاعدو آهي. جيڪو قيرقار کان محفوظ آهي. قاعدو ڦيريون هن جي برخلاف آهي (جو اجمال آهي افضل آهي. تنهڪري ڪتاب غنية الطالبين ۾ جيڪو شيخ، دين جي جيارينڊڙ عبدالقادر جيلاني جنهن جي طبيعت ۾ جوش ۽ جولان هو مٿس رحمت ۽ مغفرت هجي ۽ اسان به هن رحمت ۾ ساڻس گڏ آهيون) آيو آهي ته ڪوڙو امين پنهنجي ڳالهه تي ويهه سال ثابت رهندو آهي ۽ سچو هڪ سال به ثابت رهڻ جي سگهه نه رکندو آهي بلڪ هڪ ڏينهن بلڪ هڪ گهڙي به ثابت رهڻ جي سگهه نه رکندو آهي.

الله تعاليٰ فرمايو: كل يوم هوفي شان (١) هر ڏينهن خدا تعاليٰ هڪ شان (طور) ۾ هوندو آهي.
(اهو شان آهي خدا جي جلوه گري).

بيت: اين چنين است آنچنان است يار بي پروا
عالم بي قيد را كردند شان

هن شان ۾ ۽ هن شان ۾ آهي منهنجو دوست جيڪو بي پرواه آهي اسانجي رهايش واري بي قيد جهان کي معشوقن اسان لاء جاء بنايو آهي. الا الي الله تصير الامور (٢) خبردار! اسان جا ڪم خدا تعاليٰ ڏانهن ڦرن ٿا. امور تي جيڪو الف ۽ لام آيو آهي سو عموم لاء آهي مطلب ته اسان جا سڀ ڪم ان ڏانهن موٽن ٿا. جيئن اصول ۾ آهي ۽ "تصير" فعل مضارع آهي تجدد يا نوان جي معنيٰ ڏيکاري ٿو. مطلب ته هر گهڙي اسان جا ڪم ان ڏانهن ڦرن ٿا. "الي الله" لفظ جيڪو گرامر ڪري جار ۽ مجرور آهي تنهن ڪري حصر لاء اڳي ڪيو ويو آهي. مطلب ته سڀ ڪم خدا تعاليٰ ڏانهن موٽن ٿا ٻئي ڪنهن ڏانهن نٿا موٽن. جيئن معاني ۽ بلاغت جي ڪتابن (مطول وغيره) ۾ آيو آهي. (٣)

---

(١) سورت الرحمان آيت ٢٩.

(٢) سورت الشوري آيت ٥٣

(٣) مطول علم معاني ۾ علامه سعدالدين تفتا زاني جو جوڙيل آهي. مدرسن ۾ پڙهايو وڃي ٿو ۽ آخري ڪتاب آهي

غ - م - ق

الله تعاليٰ فرمايو: افعيينا بالخلق الاول بل هم في لبس من خلق جديد. (١) ڇا پهرئين پيدا ڪرڻ ڪان اسان عاجز ٿي وياسين بلڪ اهي ڪافر نئين پيدايش ڪان شڪ ۾ آهن.

بيت: گفت پيغمبر ڪه دنيا ساعت است
پس بهردم مردن است رجعة است

پيغمبر عليه السلام فرمايو ته دنيا هڪ گهڙي آهي پوءِ هر گهڙي مرڻ ۽ موٽڻ آهي.

هدايت الفقه ڪتاب ۾ آهي ته سيائيپ ۽ ڪلام جي موافق ڳالهه اها آهي ته عرض ٻه زمانا باقي نه رهندو آهي هن نظريي تي اعتراض ڪندڙن جيڪو اعتراض ڪيو آهي اهو ظاهر قرآن جي خلاف آهي جنهن ۾ رکيو حس تي ڀروسو ڪيو ويو آهي جو عيراعتزل آهي. مڪتوبات احمدي (رباني) ۾ آهي: قول نظام (معتزلي) جو جيڪو مون وٽ معتبر آهي هيءَ آهي ته جهان باهمي عرض جو گڏ ٿيڻ آهي جنهن ۾ ڪو جوهر نه آهي نظام جو اهو قول ڪوڙ مان هڪ سچ آهي (مطلب ته نظام جو اهو ڪلام سچ آهي جنهن ۾ ڪيترا ڪوڙ سمايل آهن باقي نظام اهڙا غلط ڪئي آهي جو انهن جي قيام جي الله ذاتهن نسبت نه ڪئي آهي ۽ انسان ڪامل کي ان (عرض) کان نه ڪڍيو آهي ڇو ته انسان

(١) سورت ق آيت ١٥

ڪامل جوهر آهي جيئن خدا تعاليٰ فرمائي ٿو:
الله نور السمٰوات والارض (١) الله آسمانن ۽ زمين جو نور آهي.
ٻئي هنڌ فرمائي ٿو: كل شيء هالك الا وجهه (٢) الله جي
منهن (ذات) کان سواءِ هر شئي فاني آهي. (۽ اهو
نور ۽ منهن انسان ڪامل جي دل آهي. مولانا (رومي)
فرمايو آهي: دل نباشد جز آن دريائي نور. دل رکو نور
آهي.

ان ڪري مجاهد فرمايو آهي ته آيت ۾ جيڪو
لفظ "وجه" آيو آهي اهو رباني عالمن جو علم آهي.

حضرت علي ڪرم الله وجهه کان منقول آهي ته
علم هميشه رهندو ان کي زوال نه آهي.

مصراع: بني آدم از علم يابد كمال

مانهو علم کان ڪمال لهندا آهن. پوءِ علم ٻه قسم
آهي هڪ مجمل ٻيو مفصل. مطلب ته علم ۾ پيدائشون
هونديون آهن هڪ ٻهرين جا مجمل آهي ۽ ٻئي درجي
جي جا مفصل آهي. ٻهريون علم مجمل افضل آهي
جو ته اصول جو علم (جيڪو مجمل آهي) اهو فرع
کان بهتر آهي جيڪو مفصل آهي. جيئن تلويح ڪتاب
۾ آهي. توحيد جو بنياد غير خدا کان ڪوتاهي آهي
جيئن نماز جو بنياد ساڪن ٿيڻ تي آهي نه سفر ڪرڻ
۾ جيئن هڪ قدسي حديث ۾ آهي: اي محمد (صلي الله عليه وسلم)

---

(١) سورت النور آيت ٣٥
(٢) سورت القصص آيت ٨٨

بيٺا! ڇو ته الله تعاليٰ صلواة پڙهي رهيو آهي.

**خواجه صاحب فرمايو:** طالب جو مدار مرشد تي پوري ويساهه تي آهي. الله تعاليٰ فرمايو:

ومن يؤمن بالله يهد قلبه (۱) جيڪو الله تي ايمان آڻيندو، ته ان جي دل واٽ لهندي. مولانا جامي فرمائي ٿو:

بيت: لفظ الله صورت كامل
اسم اين اسم دان وازاو مگسل

الله جو لفظ ڪامل جي صورت آهي. اهو اسم، اسم ڄاڻ ۽ ان کان پاڻ کي جدا نه ڪر! جيڪو قرآن پاڪ کي اول کان آخر تائين چاهيندو اهو انسان جي فضيلت کي چاهيندو ڇو ته لفظ بسم جيڪو بسم الله ۾ آيو آهي ان مان انسان جو فضل مراد آهي. جيئن رشحات ڪتاب ۾ آيو آهي (جيڪو فخرالدين بن سيد حسين جي تاليف آهي) اهو معنيٰ ڪن عارفن کان به منقول آهي.

مولانا رومي فرمايو:

چون خدا اندر نيايد در عيان
نائب حق اند اين پيغمبران

جڏهن خدا پاڪ ظاهر ڏسڻ ۾ نٿو اچي ته هي پيغمبر خدا جا نائب ۽ رسول آهن.

برهان الفقه ڪتاب ۾ آيو آهي ته قاضي ظاهر محسوس تي فيصلو ڏيندو آهي باقي جيڪا شئي حس کان ٻاهر آهي سا قاضي کان مخفي آهي ان جي قاضي کي تڪليف

---

(۱) سورت التغابن آيت ۱۱.

نہ ڏني ويندي.

(هت هڪ سوال ٿو اٿي تہ قاضي جڏهن غائب تي حڪم نٿو ڪري سگهي، تڏهن هو خدا تعالىٰ بابت جيڪو ان کان غائب آهي ڪيئن وحدانيت جو حڪم ڪندو؟ هن جو جواب ڏنو ويو آهي تہ) پنهنجي خلقڻهار جي جهالت ۾ نہ ڄاڻڻ سان ان کي معذور نہ ڄاتو ويندو، ڇو تہ خدا پاڪ جا دلائل پڌرا آهن (ان ڪري جهل عذر نہ آهي).

بيت: اورا بچشم گرچہ نديدند ليکنش

از ديدن جمال محمد شناختند

خدا تعالىٰ کي جيتوڻيڪ ظاهر اک سان تہ ڏٺو اٿن پر ان کي محمد ﷺ جي سونهن ڏسڻ سان سڃاتو اٿن، اهڙي طرح ڪتاب اخبار الاخيار ۾ آيو آهي جيڪو شيخ عبدالحق دهلوي جو جوڙيل آهي.

الله تعالىٰ فرمايو: "ومن يطع الرسول فقد اطاع الله" (١) جنهن رسول ﷺ جي پيروي ڪئي ان تحقيق الله تعالىٰ جي پيروي ڪئي. ٻي جاءِ تي فرمائي ٿو: "واعلموا ان فيکم رسول الله" اي انسانو! ڄاڻي وٺو تہ اوهان ۾ الله جو رسول آهي.

مڪتوبات احمدي (رباني) ۾ آهي تہ اي انسان! تون پنهنجي پالڻهار جو نمونو آهين. جنهن پاڻ کي سڃاتو تنهن پنهنجي پالڻهار کي سڃاتو. شيخ سعدي جو

(١) سورت النساء آيت ٨٠

بيت آهي:

حيرتم از خداء بيچون است
کاين جمال آفريد در بشر است

مون کي بيمثال خدا کان حيرت آهي جو هن حسن کي انسان ۾ پيدا ڪيو آهي. مولانا (رومي) فرمايو:

قطره گرچه خورد گونه پابود
لطف آب بحر زد پيدا بود

انساني ڦڙو جيتوڻيڪ ننڍو آهي پر دريا (حقيقي) جي پاڻي جي خوبي هن انسان کي پيدا آهي. هن بيت مان پڌرو ٿيو ته وڏي مرشد جو آيت مان دليل وٺڻ صحيح آهي.

بيت: اعد ذکر نعمان لنا ان ذکره
هو المسک ما کررته يتضوع

اسان لاءِ (محبوب) نعمان جو ذڪر وري وري ڪر ڇو ته اهو مشڪ آهي، جيئن ان کي ڦيرائيندين خوشبو ڏيندو.

ابيات: مدح اوحيف است با زندانيان
گويم اندر محفل روحانيان

خدا تعاليٰ جي واکاڻ انهن ماڻهن سان جيڪي دنيا جا گرفتار آهن نه ڪئي وڃي. روحانين جي مجلس ۾ ان جي واکاڻ ڪندس (جيڪي دنيا کان آزاد آهن).

هيچ تلقيني نمي کرد مرا
غير از آگاهي از کار خدا

ڪنهن به تعليم مون ۾ اثر نٿي ڪيو سواءِ تلقين جي جيڪا خدا جي معرفت بابت هئي.

گفت گرخس بشکني دل رابيين
بحر با موج وگل و ميوه قرين

(خدا تعاليٰ) فرمايو ته جيڪڏهن ڪنهن خس وانگر ٿوري شيءِ کي ڀڃيندين ته دل کي ڏسه ته وحدت جو درياءَ ڪثرت جي موجن سان ۽ گل تجليات ۽ دل جو ميوو ويجهو آهي.

ابيات: جمله تعينات صوفي را
درتعين اول نمود مرا

سمورا تعين امڪاني ۽ وجوبي جيڪي صوفي کي حاصل آهن اهي مون کي پهرئين تعين ۾ جو علم اليقين آهي ڏيکاري ڏنائون.

درنفي جمع کرد علم را
خواه بصري خواه کوفي را

صوفي سڀني علمن کي پوءِ اهي بصري هجن يا ڪوفي نفي ۾ گڏ ڪيو.

جمله اشياء باصل راجع ساخت
جمله جنات ر از جنت يافت

سڀني شين کي پنهنجي اصل ذاتهن (جو خدا آهي) موٽايائين سڀني شين کي جنت (خدا) کان لڌائين.

هرچه جويند خلق در عمران
در فقرمي کشود و در ويران

ماڻهو جيڪو مطلب آبادي (ساري حياتي) ۾ ڳولهين ٿا
اهو فقيري ۾ ۽ ويراني ۾ پڌرو ٿيو پوي.

ذکر محبوب گفت توشہ طریق
دین و دنیا بهاش جملہ رفیق

محبوب (حقيقي) جي ياد واٽ جو توشو آهي. ساري
دين ۽ دنياکي محبوب جي بها ۾ خرچ ڪرڻ گهرجي.

گر بمیدان رسید مرد ادیب
گفت سلطان جهان زوصف حبیب

جيڪڏهن (طلب جي) ميدان ۾ ڏاهو ماڻهو پهتو جهان
جي بادشاهه (خدا) دوست جي وصف پڌائي.

**خواجہ صاحب فرمايو:**

قطب آن باشد کہ گرد خود تند بود
گردش افلاک گرد او بود

قطب اهو آهي جو پاڻ ۾ مضبوط دل وارو هجي آسمانن
جو قرڻ ان جي چوڌاري هجي.

پوءِ (مخدوم گرهوڙي صاحب) چيو: قطب جي پنهنجي
چوڌاري گردش جي معني آهي ته قطب پنهنجي حقيقت
کان سواءِ ٻئي سان لاڳاپو نٿو رکي. پوءِ قطب جو
قرڻ رکو پنهنجي دل جي چوڌاري آهي. مولانا (رومي)
فرمايو آهي:

قطب چون روح است و خلق اعضاء تن
بستہ روح است تدبیر بدن

قطب روح وانگر آهي ۽ مخلوق (ماڻهو) ان (جي وجود)

جا عضوا ۽ بدن آهن گرفتار روح (جو قطب کان عبارت آهي) بدن (خلق) جي تدبير آهي.

**خواجہ صاحب فرمايو:** عالم يا صوفي دل جي جمعيت کان سواءِ اهڙي مالدار وانگر آهن جنهن کي کائڻ لاءِ نصيب نہ هجي (مطلب تہ اهو عالم يا صوفي مقصد کي نہ پهچندو).

ابيات: آن دل آور کہ قطب عالم است
جان جان جان آدم است

اها دل هٿ ۾ آڻ جو قطب جهان (کي حاصل) آهي اها دل حضرت آدم جو روح آهي.

آن دل کز آسمانها برتر است
آن دل ابدال يا پيغمبر است

اها دل جو (مرتبي ۾) آسمانن کان بلند آهي اها دل ابدالن (مشائخن) يا پيغمبر کي حاصل آهي.

**خواجہ صاحب فرمايو:** خدا پاڪ غيرت وارو آهي هو رڳو پنهنجي بادشاهت ۽ (جود) بخشش کي گهرندو آهي. مصراع:

مراد خويش دگر بار من نخواسم خواست
پنهنجي سڌ کي ٻيهر نہ گهرندس.

**خواجہ صاحب فرمايو:** الله پاڪ اهڙي شئي جو مالڪ آهي جو نہ ٻاهر ۾ سڙي ۽ نڪي چور ان کي چوري ڪري

مون (گرهوڙي صاحب) چيو تہ اهو مال جيڪو

فنا نہ ٿئي اهو (دل سان) الله کي ياد ڪرڻ آهي.
حضرت علي رضي الله عنه کان منقول آهي جو پاڻ هي
ابيات چيا اٿس:

رضينا قسمة الجبار فينا ـ لنا علم وللاعداء مال

اسان الله پاڪ جي اسان جي حق ۾ ورهاست تي راضي
آهيون جو اسان کي علم ڏنائين ۽ اسان جي دشمن کي
مال، فان المال يفني عن قريب ـ وان العلم باق لايزال
ڇو تہ تحقيق مال جلدي فنا ٿيندو ۽ علم باقي رهندو ۽
فنا نہ ٿيندو.

**خواجہ صاحب فرمايو:** جنهن پنهنجي نفس کي
گهٽائي ۽ نہ مڃي سان سڃاتو تحقيق. ان پنهنجي رب
کي هن جي ابتڙ سڃاتو (جو وجود جو ڪمال آهي).
(سڪندر جو ايلچي ٿيڻ چيا آهي) حقيقي بادشاهہ جو
ايلچي ٿيڻ وڏيڪ عجب واري شئي آهي. مطلب تہ
جڏهن پاڻ کي فنا ڪيائين تہ حقيقي بادشاهہ ان جي
لباس ۾ ميانجي يا ايلچي وانگر پڌرو ٿيو.

مصراع: حيرتم در چشم بندي خدا

خدا تعالى جي چشم بندي ڪري مان حيرت ۾ آهيان
(جو پاڻ کي انساني لباس ۾ ڪامل ظاهر ڪيو اٿس).

**خواجہ صاحب فرمايو:** سوئي ماري سوئي مرو
سوئي پکو جاء ـ اهي مارڻو ان کي آهي وڃڻو ڪاء
اهوئي شڪاري آهي، اهوئي شڪار آهي اهوئي پکو
تہ وڃي. اهوئي پاڻ کي شڪار ڪندڙ آهي ۽ اهوئي

وٺو ڪاٺي ٿو.

مون (ڪرهوڙي صاحب) چيو: هڪ ماڻهو ڦاڙهي قوم مان هو جو ڦاڙهي پُٽ جو وڏل هو ان ٻن ڦاڙهن کي تيرهنيو انهن مان هڪ ڦاڙهو ٻچي ويو ۽ ٻئي کي تيرلڳو پوءِ هن ان کي ذبح ڪري ٻچاڙ ڪاڏو جنهن تي هن شاعر وحدت وجودي جي لباس ۾ اهو سنڌي بيت چيو. ان کي مون (ڪرهوڙي صاحب) صاحبزاده مياں گل محمد (الله ان جي علم ۽ حلم کي وڌائي ۽ انهن ٻنهي ۽ کي ان جي تونگري لاءِ ڪافي بنائي) کان ٻڌو.

خواجہ صاحب فرمايو: جيڪو جيتري هوندي نه مٿو (مطلب ته فنافي الله جي درجي کي نه پهتو) ته ان جو مرڻ اجايو ۽ هلاڪ ٿيڻ آهي.

مون (ڪرهوڙي صاحب) چيو: الله تعاليٰ فرمايو آهي: والسلام علي من اتبع الهدي (۱) ان ماڻهوءَ تي رحمت آهي جيڪو هدايت جي پوئلڳي ڪري. مولانا (رومي) فرمايو آهي:

مصراع: تانميري نيست جان ڪندن تمام

جيستائين تون پاڻ کي فنا (في الله) نه ڪندين ايستائين پورو مرڻ نه آهي. هن مصراع جي معنيٰ آهي: جيڪي گذريو ان تي راضي رهڻ.

خواجہ صاحب فرمايو: عارف جيڪو ڪبيره

---

(۱) سورت طه آيت ۴۷

ساڻ مشهور آهي ان چيو: آنڪ ڦٽڪ جو ڪري پيسي جاوي سو ـ ڪيلي پاسي جو رهي تهين پونه ڪو جيڪي آن چؤ طرف وڌندو آهي سو چنڊ ۾ پيسبو آهي باقي جيڪو ڏاڍو لوهه جي ميخ وٽ هوندو آهي اهو هڪ جاءِ تي رهندو آهي ان کي پيسجڻ جو ڪو ڊپ نه آهي. هن بيت جو اهو مطلب آهي ته جيڪو الله تعاليٰ کان سواءِ ٻئي پاسي لاڙو ڪندو اهو نابود ٿيندو ۽ جيڪو ان جي رضا تي راضي رهندو ان کي ابدي حياتي نصيب ٿيندي.

مون (گرهوڙي صاحب) چيو: حديث ۾ آيو آهي ته ڪلمه طيبه لااله الاالله (جنهن ۾ غير الله جي نفي ۽ الله جو اثبات آهي) منهنجو ڪوٽ آهي (خطرن جي داخل ٿيڻ کان) جيڪو هن ڪوٽ ۾ ايندو اهو امن ۾ رهندو. احياءالعلوم ۾ آيو آهي ته ڪلمي طيبه جي معنيٰ آهي الله کان سواءِ ڪوبه محبوب نه آهي پوءِ جيڪو غيرالله سان محبت رکندو ان جي دل محبت جي آهر بيمار آهي ۽ ڪامل انسان مرندو آهي پر دنيا ۾ ان جو ڪوبه محبوب نه هوندو آهي ۽ مجاهد لاهه رکو اهوئي ثمر هوندو آهي ته الله کان سواءِ ٻئي کي ياد نه ڪري مطلب ته ڪلمي جي معنيٰ سان موصوف ٿئي.

**خواجه صاحب فرمايو:** اهي آداب جيڪي مجازي بادشاهي جي رسم ۾ انهن کان انڪار نه ڪيو ويندو آهي تن کان حقيقي بادشاهي جي آداب جي علم ۾ به

انڪار نہ ڪيو ويندو آهي جنهن ان کي ڪنهن ظاهر شريعت جي آداب سان منع ڪئي تہ ان شرعي قانون کي نہ ڇاتو جيڪو امربالمعروف (نيڪي جي حڪم ڪرڻ) جو نالو آهي.

خواجہ صاحب فرمايو: ان الارض يرثها عبادی الصالحون (١) تحقيق زمين ان جا وارث ٿيندا منهنجا صالح ٻانهان ٻي آيت ۾ آهي واصطنعتک لنفسي (٢) اي انسان! توکي مان پنهنجي لاءِ ٺاهيو. ٻي آيت ۾ آهي الم تر الي ربک (٣) ڇا تو پنهنجي پالڻهار کي نہ ڏٺو (جو سڀني شين کان پيدا ٿيو آهي) ٻي آيت ۾ آهي: لايسمعون الي الملاالاعلي (٤) نٿا ٻڌن ملائڪن جي هڪ جماعت ڏانهن (مطلب تہ خدا پاڪ کي پهتل آهن ان ڪري ٻلڪن ڏانهن سندن ميلان نہ آهي). ويقذفون من کل جانب دحورا (٥) ۽ اڇلايا وڃن ٿا هر طرف کان (غير خدا کان خدا پاڪ ڏانهن) ٻي آيت سڳوري ۾ آهي: انا فتحنا لک فتحا مبينا (٦) تحقيق اسان توکي فتح ڏني (يعني تنهنجي دل کي فتح ڏني پنهنجي ذات ڏانهن پهچڻ جي). ٻي آيت ۾ آهي: وتوکل علي الله وکفي بالله وکيلا (٧) (اي انسان) الله تي توڪل ڪر ۽ الله ڪارساز ڪافي آهي. ٻي آيت ۾ آهي: واعتصموا بحبل الله (٨) خدا تعاليٰ جي رسي (دين) کي مضبوط پڪڙيو! ٻي آيت ۾ آهي: لاتجعلوا دعاء الرسول بينکم کدعاء بعضکم بعضا (٩) پاڻ ۾ رسول جي سڏڻ کي

هڪ ٻئي جي سڌڻ وانگر نہ ڪريو ا ٻي آيت ۾ آهي: والحافظون لحدود الله (١٠) ۽ اهي ماڻهو جيڪي الله جي حدن جي نگاه رکن ٿا ۽ ٻي آيت ۾ آهي: انما يتقبل الله من المتقين (١١) الله رڳو پرهيزگارن کان قبول ڪري ٿو (جن غيرالله کي نہ ڏنو آهي

مون (گرهوڙي صاحب) چيو تہ هنن ٻڌل آيتن مان منهنجي مرشد جدا جدا وقتن ۾ انهن جي معنائن ۾ فڪر ڪرڻ بابت اشارو فرمايو ۽ هنن آيتن جي تحقيق ڪرڻ ڏانهن اشارو فرمايو ۽ پاڻ سونهارا مريد کي هن آيت پڙهڻ تي خبردار ڪندا هئا ۽ مريد لاءِ ان آيت جو تفسير توجہ قلبي سان فرمائيندا هئا ۽ اهو زباني تفسير کان گهڻو بلند آهي ڇو تہ دل پاڻ اظهار کي وڌيڪ ويجهو آهي تڏهن دل جي ڄاڻ وڌيڪ مضبوط آهي ۽

---

(١) سورت الانبياء آيت ١٠٥
(٢) سورت طه آيت ٤١.
(٣) سورت الصافات آيت ٨.
(٤) سورت الصافات آيت ٩.
(٥) سورت الفتح آيت ١.
(٦) سورت النساء آيت ٨١.
(٧) سورت آل عمران آيت ١٠٣
(٨) سورت النور آيت ٦٣.
(٩) سورت التوبة آيت ١١٣.
(١٠) سورت المائده آيت ٢٧.

هن ڪري جو دل جي الله تعاليٰ سان ويجهڙائي آهي ذاڪرن جي ڳالهه کي گهرو ڳالهين ۾ ترجيح ڏني اٿن ۽ حضرت مرشد فرمائيندو هو تہ اي طالب تون غير خدا کان پرهيز ڪندڙ هج ۽ الله سان ڳنڍيل جو تہ مقبوليت رکو ان جي طرفان آهي. ڪشف ڪتاب ۾ آهي قرآن پاڪ ۾ آيل لفظ متقي جي معنيٰ مومن آهي.

**خواجہ صاحب فرمايو:** انسان جي حقيقت هڪ آهي ۽ گهٽائي اعتبارن ڪري آهي اهڙي طرح عالم خلق ۽ عالم امر جو انسان ۾ آهن ان جي لطائف جي حقيقت ۾ بہ گهٽائي نہ آهي.

مون (ڳرهوڙي صاحب) چيو: ڪن عارفن جو هي بيت آهي:

بيت: اعتبار از ميان چو برخيزد
بيضہ مور مهرده مار است

جڏهن اعتبار وچ مان اٿي وڃن تہ مور ۽ نانگ جي آنڊا هڪ آهن. مولانا (رومي) فرمايو آهي:

گم شوي در ذات آسائي زخود
جملہ رايک رنگ بيني نيک و بد

جيڪڏهن تون خدا جي ذات ۾ گم ٿيندين تہ آرام لهندين سيني شين چڱن ۽ بڇڙين کي هڪ رنگ (منفي) ۾ لهندين. اصل شئي آهي غير الله واري نسبتن کي ختم ڪرڻ.

خواجہ صاحب فرمايو: الله جو عارف ٻہ قسم
آهي: هڪ اهو جيڪو خدا کي جهان سان سڃاڻي ۽
ٻيو اهو جيڪو جهان کي خدا سان سڃاڻي.

ٻوڙو ٽيو



ڪُلّ جي فضل ۽ سخائن ۾ هر هڪ انسان اميدوار آهي. ۽ اهوئي "ان الله عليٰ ڪل شيُ قدير" آهي.

جيئن تہ هرهڪ انسان ۾ ڪا نہ ڪا خاصيت لڪل آهي. پر ان کي پرکڻ جي ضرورت پوندي آهي.

۽ تاريخ بہ اهڙن اڻلڀ هيرن سان ڀري پئي آهي، جن پنهنجي حياتين ۾ ئي چاهي اها فيلڊ ادب، تاريخ، اسلام يا تصوف هجي، پنهنجو ڏيئو ٻاريو آهي. جاويد حارثي کي بہ اهڙن خاصيتن وارن فردن ۾ ليکي سگهجي ٿو ۽ ان جو وڏو ڪارڻ تصوف سان Related ميگزين آهي. جنهن ۾ هن لڳاتار ٽي سال پبلشر، رائيٽر ۽ صحافي جا فرائض انجام ڏنا.

سندس جي لک پڙهہ واري پهلوءَ کان ٿورو هٽي ڪري ڏسجي تہ هن 5 سال مختلف پرائيويٽ ڪمپنين ۾ بہ سٺن عهدن تي رهيو. هن وقت پاڻ ناليج اداري هيٺ مختلف موضوعن جي 15 ڪتابن جي پروجيڪٽ ڪم ڪري رهيو آهي. آخر ۾ سنڌ وارن لاءِ خوشخبري اها آهي تہ هي ه ناياب ڪتاب "فتح الفضل" آهي. جنهن جي چڱي طرح پڙهڻ ۽ پرو سان حضرت يوسف عليہ السلام جي خريدارن ۾ ان غريب ٻڍڙي م پنهنجو نالو لکرائي هي ۽ هو جهان، ديني و دنوي مقاصد جا موتي حاص ڪري سگهجن ٿا.

**اي ايچ حيدرآبادي**

ah_o6@hotmail.com